ماهوار

# مهراڻ

حيدر بخش جتوئي
سان گڏ سيٺ
گيانچند جو
فوٽو

ليکڪ

جي-ايم-سيد
مولانا عزيز الله جروار
ڪامريڊ مير محمد ٽالپر
قاضي فيض محمد
محمد ابراهيم جويو
۽ ٻيا

## ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي نمبر

سورهيہ مرين سوپ کي تہ دل جا وهم وِسار،
هڻ ڀالا وڙهہ ڀاڪرين، آڏي ڍال مَ ڍار،
متان تيغ ترار، مار تہ متارو ٿيئن.
(شاهہ)

# وچور




**نمائندا: ڪراچي:** عبدالستار سهتو. **ميرپور بٺورو:** الهڏنو ملاح. **ٽنڊو الهيار:** مسڪين
سمون. **چوڙ. امر ڪوٽ:** عبدالحي آريسر. **نوابشاهہ ضلعو:** نياز لاشاري. **نوشهروفيروز:**
ممتاز احمد ڏنگراچ. **ٻڌ عيدن:** محسن علي ابو پوٽو. **ڪنڊيارو:** روشن ابڙو. **محبت ديرو**
**:** عرفان علي ڏهراج. **محراب پور:** مرتضيٰ بلال راڄپر. **خيرپور:** ولڻ سنڌي. **گمبٽ:** خادم
ڪهڙو. **سکر:** محمد يوسف دايو. **پنو عاقل:** ناصر چاچڙ. **گهوٽڪي:** راشد لطيف چنو.
**ڏهرڪي:** غلام قادر پنو. **شڪارپور:** آصف مغل. **چڪ:** مهراڻ مهر. **ٺل (جيڪب آباد)**
اسحاق لاشاري. **ميرپور ٻرڙو:** ساجد سومرو. **ڪنڊڪوٽ:** غلام نبي چاچڙ. **غوثپور:** علي
حسن بجاراڻي. **تنگواڻي:** ظريت بجاراڻي. **رتوديرو:** الطاف پرويز پنو.

ماهوار

# مهاڏو

حيدرآباد

جلد پهريون: شمارو 7 جولاءِ 1997ع

سرپرست:
**مولانا عزيز الله جروار**
چيف ايڊيٽر:
**انجنيئر قمرالدين سهتو**
ايگزيڪيوٽو ايڊيٽر:
**سرمست سنڌي**
ايڊيٽر:
**محمد انس راڄپر**
مئنيجنگ ايڊيٽر:
**ثناءُ الله سومرو**
قانوني صلاحڪار:
**عبدالرزاق مهر (ايڊووڪيٽ)**
صلاحڪار:
**ڪريمي ابڙو - آزاد ابڙو**
**امر سنڌي- محمد ياسين شورو**
**غلام رسول پرهياڙ**

بزنس ايگزيڪيوٽوز:
اعجاز شاهہ فيض سومرو علي حسن مهر
اسد الله مري رياض انصاري
معاون: اشفاق احمد ڪوڪر
آرٽسٽ: عبدالخالق چنو
ڪمپوزڊ باءِ: (ڪونٽر ڪمپوزر گاڏي کاتو حيدرآباد)
فون: 78[illegible]
قيمت: =/15 رپيا- سال لاءِ:=/100 رپيا

پبلشر: محمد انس راڄپر
پرنٽر: آڪاش پرنٽرز گاڏي کاتو حيدرآباد

لکپڙهہ لاءِ ايڊريس:
**ماهوار "مهاڏو"**
پٺاڻي ٽائون، ڄامشورو روڊ
حيدرآباد - سنڌ.

# اسان جا ويچار

## مسلم ليگ جو تحفو

سنڌ ۾ ڪڻڪ جي فصل لهڻ کان ٻه اڍائي مهينا اڳ مسلم ليگ جي حڪومت قائم ٿي، سنڌ ۽ سرحد ۾ ڪڻڪ جي اٽي جو ايڏو ته ٻهران پئدا ٿيو جو اخبارن مطابق هوٽل تي پنج رپيا في ماني اگهه ڪي وڃي پڳي، ٻاهرين دنيا کان گهرايل ان پورو نه پيوءِ فصل لهڻ تي آيو ته پنجاب جو وزير اعليٰ شهباز شريف مرڪزي وزير خوراڪ مسز عابده حسين سنڌ ۾ اچي ڌرڻو هنيو ته پنجاب جي فصل لهڻ ۾ ڪجهه دير آهي اوهان اسان کي اڌارو ان ڏيو پوءِ اسان توهان کي موٽائي ڏيندا سين، حقيقت هي آهي ته پنجاب ۾ ڪو به بحران ۽ اناج جي ڪوٽ ڪانه هئي، ڇو ته جنهن ڏينهن اباوڙي ۾ اٽي جو ڪلو پندرنهن کان ويهين رپين تائين هيو انهيءَ ڏينهن ۾ صادق آباد ۾ ستين رپئين ڪلو هو، هيڏانهن پنجاب جا سياسي اڳواڻ سنڌ جو ان ٽرالرن ۾ ڪٽائي پنجاب جي سمگلرن کي پهچائي رهيا هئا، ته هوڏانهن اوباوڙي جو ڪو به سنڌي صادق آباد ڪم سانگي وڃي ۽ موٽڻ وقت اتي سستو اٽو ڏسي ٻچن لاءِ پندرنهن ويهه ڪلو جي هڙ ٻڌي لاريءَ ۾ گهر پٽي آيو ته سنڌي پنجاب جي سرحد واري پوليس چوڪيءَ تي پوليس وارا هن کان اٽو کسي پيا وٺن، جيڪو سلسلو اڄ تائين جاري آهي، هن وقت نيئن فصل لهڻ کانپوءِ به سرڪاري اگهه ساڍا ڇهه رپيا ڪلو وارو اٽو ٻيڻ جي حساب سان ٻارنهن تيرنهن رپين کان وڌي ويو آهي، ڄاڻو ماڻهو ٻڌائن ٿا ته نواز شريف اليڪشن جو چندو پنجاب جي فلور ملز جي سيٺن کان ورتو هيو جن کي بدلي ۾ هاڻي سنڌ جو ان ڏياريو وڃي پيو ۽ سنڌ مسلم ليگ جا واپاري، وزير ايم پي اي، ايم اين اي فرضي نالن تي واپار جون ڪمپنيون ٺاهي افغانستان ۽ ٻين علائقن جي ڪڻڪ سمگل ڪري چڪا آهن ۽ ڪري رهيا آهن نيئن فصل ۾ وڏو عرصو پيو آهي الائي انگ ڪٿي تيندو، سنڌ جي فوڊ ڊپارٽمينٽ جي عملي سرڪاري خريداري جو حدف پورو نه ڪيوآهي اناج جا گدام خالي پيا آهن اخباري اطلاع مطابق خيرپور جي ڊسٽرڪٽ فوڊ ڪنٽرولر غوث علي شاهه طرفان سڏايل کلي ڪچهري ۾ ڪيس چيو ته مون ڪلهه ٽيون ڏينهن ان جو ٻه ٽرڪون ڪوئيٽا ويندي پڪڙيون ۽ انهن کي ڪوٽ ڏيجي جي سرڪاري گودام ۾ جمع ڪرايو. مونکي ٽرڪ جي ڪارندن دڙڪا ڏنا ۽ چيائون ته هي ان وزير زراعت مراد علي شاهه جو آهي پر مون هنن جي نه ٻڌي پوءِ جواب ۾ مونکي هي خيرپور مان بدلي جوآرڊر مليو آهي جيڪو غوث علي شاهه صاحب کي هن کولي ڏيکاريو جواب ۾ غوث علي شاهه صاحب ٻڙڪ به نه ڪڇيو. ڇا نواز شريف صاحب 98-97 جي سال کي ڪڻڪ اپايو جي سال طور ملهائڻ جو جيڪو اعلان ڪيو آهي ان جي معنيٰ اها آهي ته سنڌ جو اناج سمگلنگ لاءِ ٻاهر موڪلي سنڌين کي ماني ڳپي لاءِ خوار ڪيو وڃي، پنايو وڃي، بڇڙو ڪيو وڃي. نواز شريف صاحب چوي ٿو ته مان اقتصادي ترقي ڪرائيندس ۽ اناج وڌيڪ پئدا ڪرڻ لاءِ سڀ طريقا اختيار ڪندس ڇا هو ٻڌائي سگهندو ته پجيرو جو امپورٽ ٽيڪس ٽريڪٽر جي امپورٽ ٽئڪس کان ڪيترو سستو ۽ گهٽ آهي. ڇا ٽريڪٽر مهانگي ڪرڻ سان زمين سڌرندي ۽ اناج پئدا ٿيندو.

## امريڪا جو تعلقو پاڪستان

ايمل ڪا نسيءَ کي ڊيري غازي خان جي شاليمار هوٽل مان امريڪي انويسٽيگيشن ٽيم گرفتار ڪري هيليڪاپٽر ۾ ڪٽي مٿان مٿان سان امريڪا تائين پهچائي ڇڏيو ايمل ڪا نسي امريڪن سي آءِ اي جو پرمنٽ يا ڊيلي ويجز تي پگهاردار هيو ان جو اسان کهڙو ماتم ڪيون اسان کي خطرو آهي ته امريڪا جا هتي جيڪي ٻيا پگهار دار بينظير ۽ نواز شريف ڊيوٽيون ڪري رهيا آهن اهي پنهنجي بچاءُ جو سوچين ڇو ته امريڪا اڳي به هڪڙي ملڪ جي صدر کي گرفتار ڪرائي امريڪا گهرايو هو، اسان جي هن ڳالهه جي تصديق گذريل بيان مان به ٿئي ٿي جنهن ۾ هن چيو هو ته پاڪستان ۾ اقتدار وٺڻ لاءِ ٽي چار ڳالهيون تمام ضروري آهن هڪڙو اسيمبليءَ جي حمايت حاصل ڪرڻ ٻيو فوج جي حمايت حاصل ڪرڻ ٽيون امريڪا جي حمايت حاصل ڪرڻ. امريڪا جي سرٽيفيڪٽ تي نوڪري ڪرڻ وارا پنهنجو خير گهرن.

## انن تڏهن ٿي رڙيون ڪيون جڏهن ٻورا پئي سبيا

سنڌي ته انن کان به ويل آهن جو عالمي سامراج جا سيئنيون هانگ ڪانگ کي ڇڏي سنڌ بلوچستان جي بندرن تي لڏو لاهڻ وارا آهن پر سنڌي انن وانگر روئڻ بدران پستيون پيا هڻن ۽ خرمستيون پيا ڪن، ٻڌي ڳالهه آهي ته اسان جي هڪڙي سنڌي قومپرست ليڊر کي هڪ أمريڪي سفارتڪار مهاجرن جي پارٽ ڪندي تعريف ڪئي ۽ چيو ته مهاجرن جون نه عورتون به تمام گهڻو تعليم يافته ۽ مهذب آهن سو سائين جلال شاهه ڪراچيءَ ۾ فري پورٽ جي لاءِ رضا نامون ڏيکاريو آهي ۽ آجيان ڪئي آهي سو سائين کي هٿ ٻڌي عرض ڪيون ٿا ته فري پورٽ لاءِ تهذيب جو فري هجڻ به ضروري آهي جنهن جي لاءِ اسان سنڌي ماڻهو تيار ناهيون، هانگ ڪانگ جي پشت تي هڪ ارب آدمشماري وارو ملڪ چين هيو جنهن پنهنجي ذرتي عامي سامراج کان ڳائي وڃائي ڇڏائي ۽ ڪراچيءَ جي پشت تي سنڌين کي ايتري قوت ڪانهي، سنڌين جون ڇنگون پنجاب جي قبضي ۾ آهن اهي گمبٽ گهمي ڪو نه سگهندا جو ڪراچي ڇڏائي سگهن ان کان اڳي اڳي مهينو ڪن اڳي جي ڳالهه آهي ته اخبارن ۾ هيءَ ڳالهه ڇپي هئي ته ڪراچي بندر ٻياسي ڪرب ۽ ايڪيهه ارب ۾ وڪرو ڪيو ويو آهي جنهن جي اُدائگي جان ميجر ۽ ٻيا ان جا ڀائيوار ادا ڪندا جنهن قوم جو ملهه اسلام آباد ۽ لاهور جا پنجابي کائي وڃن ۽ ان کي پنهنجي

ڌرتي جي ٻڌي چوڙي بابت ڳالهائڻ جو به اختيار نه هجي ۽ جنهن
ٽيبل تي اهو فيصلو ٿيو آهي ۽ اها ايگريمينٽ لکي وئي آهي ان ۾
سنڌي قوم جي نمائندگيءَ جو ڏيو به ڪونهي ته اهڙي وکري جي
آجيان اسان جي سمجهه کان مٿي آهي، ان جي اسان کيئن تائيد
ڪيون ڇا ان جي معنيٰ هيءَ آهي ته سنڌ نوانوي سال کان مٿي پنجاب
جي غلام هوندي ۽ پنجاب نوانوي سال لاءِ ڪراچي بندر هانگ
ڪانگ وارن انگوٺن سيٺن کي ليز تي ڏنو آهي؟

## پنجابي ۽ پناهگير اکر مڙئي هڪڙو

قومن جي زوال جي معنيٰ صرف ڪا هيءَ ڪانهي ته انهن کي جسماني طور قتل ڪري ماري ڇڏجي، تاريخ ۾ ڪٿي ڪن ڪن قومن سان ائين به ٿيو آهي پر اهو زوال ۽ موت انهيءَ قسم جي زوالن ۽ خاتمن کان گهڻو سستو ۽ سولو آهي جن ۾ قومون جسماني طور تي ته زنده هونديون آهن پر عزت النفس ساک ۽ اخلاق جي لحاظ کان انهنکي روزانو سربازار قتل ڪيو ويندو آهي، بي موت ماريو ويندو آهي، انهن جون لڄون، مائرن ڀينرن نياڻين جون عصمتون چونڪ چونڪ تي لٽيون وينديون آهن پر ماري قابض قوم جي فرد جي پيشاني تي گهنج پوڻ سان غلام بڻايل ڌرتيءَ ڌڻين جي ولر مڙسن کي گرفتار ڪيو ويندو آهي، ڦاهين تي لٽڪايووينو آهي، بر سر بازار ڦٽڪن ۽ ڪوڙن سان سندن چمڙي لاٿي ويندي آهي ۽ انهن محڪومن جي انهيءَ حالت تي ڪو رحم کائڻ وارو نه هوندو آهي، ڪوروئڻ پٽڻ وارو نه هوندو آهي، فرعون جي باري ۾ قرآن مجيد بني اسرائيلن کي غلام بنائڻ واري عمل کي هنن لفظن سان بيان ڪيو آهي ته ”هو محڪومن جي هڪڙي ٽولي کي ٻئي ٽولي سان ويڙهائي انهن کي ڪمزور بڻائي ٿو ۽ انهن جي عورتن کي ڇڏي مردن کي قتل ڪري ٿو.“ بلڪل اهڙي نموني پاڪستان جي انتظامي حڪمت عملي محڪوم سنڌين مان جتوئين هٿان جاگيرائين کي ڪٿي مهرن جتوئين کي پاڻ ۾ ڪٿي ڪليرين جتوئين اڄڻ کي پاڻ ۾ ۽ ڌاڙيلن هٿان هندن ميمڻ ۽ شيخن کي ڳولي ڳولي پيا مارائن قومن جو اهو موت هڪڙي ڏينهن جي موت کان تمام وڌيڪ هاڃيڪار آهي، خوني پاڪستان جو پيٽ جڏهن قبائلي چڪتاڻ ذريعي رت سان نه ٿو ڀرجي ته پوءِ وري سنڌ جي امن واريءَ ڌرتيءَ تي سنڌي مهاجر کي هڪ ٻئي هٿان قتل ڪرايو ٿو وڃي، شيعي سنيءَ کي ويڙهائي مذهبي فرقي بندي جي حوالي سان ڪوس ڪرايو وڃي ٿو.

انگريز دانشور جي فتنه انگريز کوپريءَ جي پيدوار ”دو قومي نظريو“ جنهن کي پاڪستان جو سرڪاري نظريو قرار ڏنو ويو انهيءَ خوني ۽ پاپي نظريي سان مذهبي فرقيواريت جي نالي تي ايندڙ زماني ۾ به ايتري تائين هن ڌرتيءَ کي رت جو ريج ڏنو ويندو جيتري تائين اهو آدم خور پاپي ۽ خون خوار نظريو سلامت هوندو، اسان جي آقا پنجابي قومن کي اڄ ڪلهه سندن ئي ڌرتي تي انهيءَ نظريي جي برڪت سان پنجاب جي روڊن، مسجدن، امام بارگاهن ۽ عدالتن ۾ هڪ ٻئي کي ڪهڻ مارڻ شروع ڪيو آهي، تڏهن به هو انهيءَ نظريي تان هٽ ڪٽي انساني پاپي واري نظريي کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار نه آهن، انهيءَ جو سبب شايد هي ٿي سگهي ٿو ته ملڪ جا اصلي حاڪم شايد پنجاب وارا به نه هجن اها مرضي شايد پراڻي آقا جي هجي جيڪو لنڊن، واشنگٽن، نيو يارڪ، تل ابيب يا جنيوا مان ويهي، حڪم هلائي ٿو.

اڄ ڪلهه پنجابي سنڌ کي گريٽر پنجاب جي هڪ ڊويزن جي حيثيت ۾ تصور ڪن ٿا. جيئن سندن آقا فرنگي پنهنجي دور ۾ سنڌ کان ان جي ملڪي علائقائي قومي حيثيت کسي بمبئي جي ڪمشنري ماتحت ڪري ڇڏيو هو اهڙي نموني جيئن ڏاچي هٿي ڏهه توڏي هٿي تيرهن.

هوڏانهن ٻئي طرف مهاجرن جون نيتون به صاف ڪو نه آهن اسان جا ڪي سڄاڻ سنڌي قومپرست اڳواڻ ايم ڪيو ايم جي ڪراچي صوبي بنائڻ واري سوچ کي حقيقي گروپ واري آفاق معرفت پنجابي ايجنسين جي شرارت قرار ڏين ٿا ۽ دوست طور مشهور ڪن ٿا، پر اسان کين ياد ڏيارڻ گهرون ٿا ته الطاف جي حق پرست ٽيم جو هڪ ٻيو نالو مهاجر رابطه ڪائونسل به آهي، جن سال به اڳي ڪريم آباد ڪراچيءَ وٽ جلوس ڪڍندي هي نعرو هنيوهو ته ”اب هو تا نهين گذارا آڌا آڌا تهمهارا آڌا همارا“ ان جو مفهوم ۽ معنيٰ حقيقي واري صرف ڪراچيءَ کي صوبو بنائڻ واري گهر جي پيٽ ۾ وڌيڪ هاڃيڪار آهي، جڏهن پي پي جي پهرئين دور حڪومت ۾ هٿيارن هٽ ڪرڻ لاءِ اپريشن ڪيو ويو هو، ته هنن هندستان جي وزير اعظم کي پنهنجي جلوس ۾ نعرن دوران پڪاريندي چيو هو ته وي پي سنگهه ڪهان هو آئو همارا مدد ڪرو وي پي سنگهه کي انهي اپيل ۽ سنڌ جي پس منظر کي شايد عبدالواحد آريسر ۽ امداد محمد شاهه سمجهي نه سگهيا آهن انهي جي صاف معنيٰ هيءَ آهي ته جيئن پنجابي سنڌ کي گريٽر پنجاب جو حصو بنائڻ جو پهه ڪري چڪا آهن جڻ ته هو سنڌي قوم کي تسليم ئي نه ٿا ڪن بلڪل اهڙي نموني پناهگير به سوچن ٿا ته پنجابي سنڌ جو ڪٽي، اسان سڄي سنڌ کي مهاجر ديس بڻايون ۽ هندستان اسان جي مدد ڪري، سو اسان جي نظر ۾ سنڌ جو نه پنجابي سڄڻ آهي نه پناهگير، ٻئي سڄي ساري سنڌ ڳڙڪائڻ چاهين ٿا.

ڏسو صفحو 62

# تعارف

باباءِ سنڌ حيد ر بخش جتوئيءَ جو قومي تحريڪ ۾ ون يونٽ خلاف شاندار جدوجهد هئي. ون يونٽ جيڪو پهرئين جولاءِ ٧٠ع ۾ ٽٽو. سو اتفاق سان اسان ان قومي ڏينهن يعني پهرين جولاءِ ١٩٩٧ع تي سندس فرزند کان انٽرويو وٺڻ لاءِ مهاڏو آفيس کان روانا ٿياسين. سڀ کان پهريون عقيدت ۽ احترام وچان سنڌ جي حڪمران غلام شاهه ڪلهوڙي جي مقبري جي آڳنڊ ۾ باباءِ سنڌ جي مزار تي حاضري ڀريسين. بعد ۾ ڪامريڊ مظهر جتوئيءَ کان انٽرويو ڪرڻ لاءِ سندس جڳهه تي وياسين باباءِ سنڌ جي مزار ۽ سندس گهر جي وچ ۾ فقط هڪ ڪلاڪ جو فاصلو آهي.

ڪامريڊ مظهر جتوئيءَ جو مختصر تعارف هن طرح آهي: ڪامريڊ ١٤ فيبروري ١٩٣٦ع ۾ گهوٽڪيءَ ۾ ڄائو. جڏهن باباءِ سنڌ گهوٽڪيءَ ۾ مختيارڪار هو. سندس تعليم بي اي (B.A) ۽ ايل- ايل- بي (L.L.B) آهي. پاڻ نيشنل بئنڪ ۾ سرڪاري ملازمت ڪيائين. اسسٽنٽ وائيس پريذيڊنٽ جي عهدي کان رٽائرڊ ٿيو ته گذريل سال مئي ١٩٩٦ع ۾ هاري ڪاميٽي جي ورڪرن ڪيس سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جو صدر چونڊيو.

انٽرويو دوران ڪامريڊ مظهر سان گڏ اظهر خان جتوئي ۽ سنڌ هاري ڪاميٽي جي ڊپٽي سيڪريٽري جنرل دادا علي بخش شيدي به موجود هئا. جن جي ڳالهه ٻولهه به انٽرويوءَ ۾ شامل آهي. (مهاڏو سٽ)

# باباءِ سنڌ حيدر بخش جتوئيءَ جي فرزند ۽ سنڌ هاري ڪاميٽي جي صدر ڪامريڊ مظهر جتوئيءَ جو انٽرويو

انٽرويو ڪندڙ:
محمد انس راڄپر
حاڪم مهر



**مهاڏو:** سائين توهان سڀ کان پهريائين ڪامريڊ حيدر بخش جي زندگيءَ جون ڪجهه يادگيريون ٻڌايو؟

**ڪامريڊ مظهر:** يادگيريون اهي آهن ته پاڻ ١٩٤٥ع ۾ ڊپٽي ڪمشنر جي عهدي تان استعيفيٰ ڏنائون. ۽ ان کان پوءِ باقاعدي سنڌ هاري ڪاميٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪيائون. سرهاڙيءَ ۾ سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جي هاري ڪانفرنس ۾ جنرل سيڪريٽري چونڊيا ويا. ١٩٤٨ع ۾ رتي ديري جي ٻي هاري ڪانفرنس ٿي، جنهن ۾ ڪيس سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جو صدر چونڊيائون. ۽ وفات تائين ٻنٽي تحريڪ هلايائون. جيڪا ڪامياب ٿي، ان تحريڪ کان اڳ هاريءَ کي چوٿون حصو ٻنٽي مشڪل سان ملندو هو. پوءِ ١٩٥٠ع ۾ هفتي ڪن لاءِ سنڌ اسيمبليءَ جو گهيراءُ ڪيو ويو. گهيراءُ کانپوءِ ٽيننسي ائڪٽ پاس ٿيو. جنهن کان پوءِ هارين جون ٻي دخليون ڪافي حد تائين بند ٿيون. ان کان پوءِ هڪ ٻي مصيبت سنڌ تي آئي. اها هئي "ون يونٽ" انهيءَ جي خلاف جدوجهد ڪيائون ۽ ١٩٧٠ع ۾ نيٺ ون يونٽ ٽٽو. جنهن جو پهرين مئي تي اعلان ٿيو. ڪامريڊ اها ڳالهه ٻڌي "ڏاڍو خوش ٿيو." آخر ٢١ مئي ١٩٧٠ع تي وفات ڪيائون.

**مهاڏو:** ڪامريڊ جي ساٿين ۾ ڪهڙا نالا ڳڻي سگهجن ٿا؟

**ڪامريڊ مظهر:** ڪامريڊ جي ساٿين ۾ مولانا عزيز الله جروار، قاضي فيض محمد، مولوي محمد معاذ، شمس الدين شاهه، علي محمد قريشي، تاج محمد صحرائي، ڪامريڊ غلام حسين سومرو، دين محمد ٻرڙو، محمد دائود ابڙو ۽ ٻيا ڪيترا ئي ماڻهو آهن. جن تي ڪتاب لکي سگهجي ٿو.

**مهاڏو:** باباءِ سنڌ جي ذاتي زندگيءَ جي حوالي سان ٻڌايو ته سندن تعليم ۽ تربيت ڪيئن ٿي؟

**ڪامريڊ مظهر:** تعليم ۾ پاڻ پهريائين سنڌيءَ کان وٺي هر ڪلاس ۾ پهريون نمبر ايندا هئا. فائينل ۾ سڄي سنڌ ۾ پهريون نمبر آيا. مئٽرڪ ۽ بي-اي ۾ به پهرئين نمبر ۾ آيا.

**مهاڏو:** گهر ۾ گهر ڀاتين سان سندن رويو ڪيئن هو؟

**ڪامريڊ مظهر:** گهر ۾ تمام شفيق هئا. تمام محبت وارو ماڻهو هو.

**مهاڏو:** سندن سرگرمين جي ڪري گهر وارن کي شڪايت ٿيندي هئي؟

**ڪامريڊ مظهر:** گهر کي ٽائيم گهٽ ڏيندو هو. هاري ڪاميٽيءَ کي ٽائيم وڌيڪ ڏيندو هو.

**اظهر خان:** پر اسان جي ڏاڏي ڪڏهن به بابا وڏي کي اهو محسوس ڪرڻ ڪونه ڏنو ته گهر ۾ ناهي.

**مهاڏو:** باباءِ سنڌ کانپوءِ هاري ڪاميٽيءَ جي صورتحال ڇا رهي آهي؟

**ڪامريڊ مظهر:** سنڌ هاري ڪاميٽيءَ کي بابا جي وفات کان پوءِ ڪافي ڌڪو آيو. جنهن کان پوءِ ڪجهه وقت مولوي عزيز الله جروار صدر رهيو. ڪجهه وقت قاضي فيض محمد رهيو. تنهن کان

**سنڌي اڳواڻ پنهنجن انائن سبب متحد نه ٿا ٿين پيو ته ايجنسين جو ڪارو منهن ٿيو آهي جيڪي سنڌين کي گڏ ڏسڻ نٿيون چاهين. هوڏانهن ڏسو ته پنجابي، پٺاڻ، بلوچ توڙي پناهگير متحد آهن ۽ رڳو سنڌي منتشر آهن.**

بعد ۾ ٻيا صدر رهيا. غلام رسول سهتو صاحب رهيو. اهي ٻه ئي دوست هئا جن ان کي سنڀاليو. وچ ۾ وري صفا هاري ڪاميٽي منتشر ٿي وئي. انهن سيني ڏڙن کي اسن وري گڏ ڪري نئين نموني ۾ سال کن هلايو.

**ماڻهو:** سنڌ هاري ڪاميٽيءَ کي نيشنلسٽ چئي سگهجي ٿو يا ڪميونسٽ؟

**ڪامريڊ مظهر:** ڪميونسٽن سان ايترو تعلق ڪونه هو، صرف نالو هو. هاري ڪاميٽي ڪڏهن به سنڌ جي مسئلن کان لاتعلق نه هئي. ون يونٽ خلاف جدوجهد ڪئي، ان ڪري قومپرست تحريڪ ئي ته آهي.

**ماڻهو:** سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جي مستقبل کي اوهين ڪيئن ٿا ڏسو؟

**ڪامريڊ مظهر:** هينئر سنڌ هاري ڪاميٽي اهڙي آهي جيئن هار بانبڙا پائي. آهستي آهستي هاري ڪاميٽيءَ ۾ ڪاميابي ڪٺي ايندا سين.

**ماڻهو:** تازو سنڌ هاري ڪاميٽيءَ مان هڪ ڏڙو اوهان کان الڳ ٿيو آهي. ان بابت توهان جو ڇا خيال آهي؟

**ڪامريڊ مظهر:** گروپ بندي وچ ۾ ختم ٿي وئي هئي. هاڻي ڪميونسٽن، ڪميونسٽ هاري ڪاميٽي ٺاهي آهي. انهن کي شوق ٿيو آهي ته ڀلي هلائين. هاڻي جڏهن سنڌ هاري ڪاميٽي مڪمل نموني هارين کي منظر ڪري رهي آهي، ان ۾ ڏڙابندي ڪرڻ غلط آهي. دراصل ڪميونسٽن ۾ هميشه سازشي عناصر هوندا آهن ۽ سازشون ڪرڻ هنن جو ڌندو آ.

**ماڻهو:** بابا سنڌ سان ڪميونسٽن جو رويو ڪهڙو هو؟



**ڪامريڊ مظهر:** انهيءَ دؤر ۾ به ڪميونسٽ هميشه مخالفت ڪندا رهيا. ڪامريڊ انهن جي ٻي ٽيم ٻڌڻ لاءِ ڪڏهن به تيار نه ٿيو. جنهن ڪري ڪميونسٽ پارٽيءَ مان سندس ميمبر شپ ختم ڪري ڇڏيائون. ان ڪان پوءِ وري هن ڪڏهن به ميمبر شپ نه ورتي.

**ماڻهو:** تازو توهان نٽل هاري ڪاميٽيءَ جي ڏڙي الڳ ٿيڻ جو سبب ڇا ڄاڻايو آهي؟

**ڪامريڊ مظهر:** سبب اهو آهي ته ڪميونسٽ ڪنهن سان به گڏ ڪم ڪرڻ لاءِ تيار ڪونه ٿيندا آهن. اهي پنهنجي ڌيلي جماعت ٺاهيندا، جيڪا ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ماتحت هوندي ۽ ان جي غلام ٿي رهندي. ڪميونسٽ سدائين ڏڙابندي ڪندا رهيا آهن. چار دفعا ڏڙابندي ڪئي اٿن. هي چوٿون دفعو آهي، ان سان هو ڪهڙو "سامراج دشمنيءَ" جو ڪم ٿا ڪن. بلڪ سامراج جي مفاد ۾ ڪم ڪن ٿا. سامراج کي ڪمزور ڪونه ڪري سگهندا پر هاري ڪاميٽي کي ڪمزور ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا.

**دادا علي بخش:** هاڻي آئون ٿورو ڳالهايان.

ڪميونسٽ ڏڙو خاص ڪري پاڪستان ڪميونسٽ پارٽي اها سدائين سازشون ڪندي آئي آهي. ان جو خاص ڪري سنڌين کي هڪٻئي سان وڙهائڻ ۾ هڪ وڏو ڪردار رهيو آهي. جيئن اڳتي هلي هيءَ قوم متحد نه ٿي سگهي. تنهن جي ڪري ٻين ملڪن ۽ ٻين طاقتن جي اثر هيٺ هي سدائين سازشون ڪندا رهيا آهن. اها ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جي دليري هئي جو هن سان گڏيو پئي هليو. پر ان وقت ۾ فگر (Figure) ته صرف حيدر بخش جتوئي هو. هاڻي سوال اهو آ ته حيدر بخش جتوئي باباءِ پاڪستان ته هو ئي ڪونه، "باباءِ سنڌ" هو. باباءِ سنڌ جي لقب ڪانپوءِ اسان کي خود بخود سمجهڻ کپي. هي ڳالهه ڪندا آهن ته "دنيا ڪي مزدورو ايڪ هو جائو" ته پوءِ اسان جهڙن مسڪين سان ۽ ٻين غريبن سان هنن جي ويڙهه ڇو؟ ان مان ثابت آ ته هنن جا ڪارناما سدائين اهڙا رهيا آهن. سو پاڪستان ڪميونسٽ پارٽي صرف ماڻهن کي پاڻ ۾ وڙهائڻ جو ڪم ڪندي آهي. انهن جو هڪ نقطو هوندو آهي ته "ساٿي گهس جائو". معنيٰ ٽوڙ ڦوڙ وڃي ڪيو. هي ٽوڙ ڦوڙ جي عمل ڪانسواءِ رهي ڪونه سگهندا آهن. هينئر جڏهن سنڌ هاري ڪاميٽي منظر تي ته اهي ڳالهيون رکيون ويون ته سنڌ هاري ڪاميٽي خود مختيار آهي. سنڌ جي آزاديءَ جو سهرو سنڌ جي ٻهراڙيءَ جي اسي سيڪڙو ماڻهن تي آهي. ۽ وڏيون پارٽيون جيڪي آهن، اهي سڄي دنيا کي خبر آهي ته اهي پارٽيون ناهن. انهن کي صرف ڪرسيءَ جي لوڙ هوندي آهي. اسان جو سڪرنڊ ۾ هڪڙو ڪنوينشن ٿيو، منهنجي خيال ۾ PNA جي تحريڪ هئي. ان ۾ جتوئيءَ زور ڀريو ته اسان ڏي اچو. ٻين ڌرين به سنڌ هاري ڪاميٽي کي زور ڀريو. ڪافي ڌريون لالچي به ٿين ٿيون ڪاڏو به ته مٿو آ. ان ۾ اسان فيصلو ڪيوسين ته سنڌ هاري



ڪامريڊ مظهر جتوئي ۽ مولانا غلام محمد گرامي باباءِ سنڌ جي ورسي جي موقعي تي

ڪاميٽي هارين کي جو ٽي وڪٽي. سنڌ هاري ڪاميٽي ڪنهن به اميدوار جي حمايت نه ڪندي. جو ته هاري ڪاميٽيءَ جو اصول رهيو آ ته جو به ماڻهو جتي به رهي ٿو ان کي ڪنهن به ماڻهوءَ ڪم ڏنو آ، سهولت ڏني آ. ڏکئي وقت ۾ ڪم آيو آ ته ان کي اهو ماڻهو ووٽ ڪري. سنڌ هاري ڪاميٽي ڊر نه ٻڌيءَ هن وقت به ساڳي صورتحال آهي. اسان کان ماڻهو سوال ڪندا آهن ته توهان قومي جدوجهد ڪاميٽيءَ سان جو ڪڍيا. بابا اسان کي سنڌ جي مسئلن لاءِ جيڪڏهن شيطان به سڏ ڏيندو ته ان سان به اتحاد ڪنداسين. هي جو ٽا ڪيچڙ اڇلائين. ممتاز قومپرست پيو سڏائي. اسان ان کي به صحيح ٽا سمجهون. پليجو قومپرست ٿو سڏائي اسين ان کي به صحيح ٽا سمجهون يا ٻيون اهڙيون ڌريون آهن. اسين سيني کي هڪجهڙو ءِ سنو ٽا سمجهون اسان کي ڪوبه اعتراض ڪونهي. اسان کي جيڪو به سنڌ جي مسئلن تي سڏ ڏيندو، اسان ان سان گڏ هونداسين.

حيدر بخش جتوئي ڪامريڊ، هوشيار ءِ ذهين ته هو پر درويش ماڻهو هو. ان کي ماڻهو ڪجهه به ڇئي ويندا هئا ته به ماٺ ۾ هوندو هو. صبر ۾ هوندو هو، ڪڇندو ڪونه هو. ان وانگر مظهر به درويش ماڻهو آ. پليجي جي سوچ اها آ ته جيڪي ماڻهو عوامي تحريڪ ۾ مون سان گڏ هئا، اهي هاڻي تازو سنبريا ويٺا آهن ته اسين سنڌ هاري



ڪامريڊ پنهنجي خاندان سان گڏ

**انهيءَ دور ۾ به ڪميونسٽ هميشه مخالفت ڪندا رهيا. ڪامريڊ انهن جي ٻي ٽيم ٻڌڻ لاءِ ڪڏهن به تيار نه ٿيو. جنهن ڪري ڪميونسٽ پارٽيءَ مان سنڌس ميمبر شپ ختم ڪري ڇڏيائون.**

ڪاميٽيءَ ۾ وڃون. باباءِ سنڌ جي قافلي سان گڏجون. ٻين سان هن جا رويا کهڙا به هجن پر هن تي اهڙي قسم جو هٿ ٿو رکي ته جيئن هي مون کي چڱو سمجهن. جيڪي مون کان ٽا ويٺا آهن سي هن ڏي نه اچن. صرف اها ڳالهه آ جنهن ڪري هن سان هن جو رويو في الحال صحيح آ. اسان سيني کي هن جي رويي کان شڪايت آ. جيئن قادر وارن شڪايت ڪئي آ.

**مهاڏو:** شڪايتن جي باوجود به گڏ پيا هلو، ان ۾ ڪهڙي مصلحت آهي؟

**ڪامريڊ مظهر:** سنڌ جي مسئلن تي، ٻي ڪا ڳالهه ڪانهي ڪا، ڪالا باغ ڊيم نه ٺهي، بهاري نه اچن يا ٻيا اهڙا مسئلا آهن.

**مهاڏو:** سنڌ جي مسئلن تي ٻيون ڌريون به جدوجهد ڪن پيون، توهان انهن سان گڏجي ڪم جو نٿا ڪيو؟

**ڪامريڊ مظهر:** اسان کي چوندا ته اسان انهن سان به اتحاد ڪرڻ لاءِ تيار آهيون.

**مهاڏو:** ڪامريڊ، اڄڪلهه يو-اين-اي ۾ هلندڙ ڇڪتاڻ کي اوهان ڪيئن ٽا ڏسو؟

**ڪامريڊ مظهر:** ان ۾ ڏسڻو پوندو ته ڪير صحيح آهي ڪير غلط آ. جيڪا ڌر صحيح هوندي ان کي صحيح چونداسين ءِ جيڪا غلط هوندي ان کي غلط چونداسين.

**دادا علي بخش:** يو اين اي ۾ جيڪو بحران آهي هي جيڪا اخباري بيان بازي آ، ان لاءِ اسان اخبارن ۾ قومپرست ڌرين کي اپيل ڪئي آهي ته هو اخباري بيان بازي بند ڪن. ان سان اسان جي سنڌ جا دشمن ماڻهو خوش پيا ٿين. ايئن سمجهيو ته عزيز الله بوهيو ته آٽوميٽيڪل اسان سان گڏ آهي. هو سنڌ ساگر پارٽيءَ جو سربراهه ضرور آهي پر هو اسان جي سنڌ هاري ڪاميٽي جي سينٽرل ڪاميٽيءَ جو ميمبر به آهي اهو ته آٽوميٽيڪل اسان جو آ پر اسين چاهيون ٿا ته سنڌ جون سڀ ڌريون ٺهن. جيئن اڳتي هلي سنڌ جي قومپرست تحريڪ طاقتور ٿئي. جو جو اسان جي جنگ جاگيردارن جي خلاف آ، سرمائيدارن جي خلاف آ، سيني استحصالي طبقن جي خلاف آ، پر اها ڳالهه ضروري آهي ته ممتاز ڪان اسان کي قادر وري به وڏيڪ آ، جو ته هو غريب جو ٻار آ، پوءِ هي جا ٿو ڪري جا نٿو ڪري، ان سان اسان جو واسطو ناهي.

**مهاڏو:** اوهان پنهنجي والد بابا ءِ سنڌ وانگر سنڌ ۾ اڻ ڌري سياسي شخصيت آهيو جا توهان سنڌ جي سياسي اڳواڻن خاص ڪري قومپرست اڳواڻن وچ ۾ پيدا ٿيل ويڇوٽين کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪو ڪردار ادا ڪندؤ؟

**ڪامريڊ مظهر:** بلڪل ڪنداسين، جيترو ٿي سگهيو هٿ پير هڻنداسين. پر سنڌي اڳواڻ پنهنجن انائن سبب متحد نٿا ٿين پيو ته ايجنسين جو ڪارو منهن ٿيو آهي جيڪي سنڌين کي گڏ ڏسڻ نٿيون چاهين. هوڏانهن ڏسو ته پنجابي، پٺاڻ، بلوچ ٿوڙي پناهگير متحد آهن ءِ رڳو سنڌي منتشر آهن.

**مهاڏو:** ڪامريڊ حيدر بخش قرآن مجيد جو تفسير ڪيو هو اهو هن وقت ڪٿي آهي؟

**ڪامريڊ مظهر:** اهو تفسير اسان جو ياءُ حاتم جتوئي ڇپرائي رهيو آهي، انشاء الله جلد اچي ويندو.

## ڪامريڊ ۽ قرآن حڪيم

نظربنديءَ دوران جتوئي جي معمولات زندگي تي ڪو اثر نه پيو هو. اوهان کي اهو ٻڌي حيرت ٿيندي ته صبح جو اٿڻ سان جتوئي جو پهريون ڪم تلاوت قرآن پاڪ هوندو هو. مون هڪ ڏينهن ڪانئس پڇيو ته ڪامريڊ اهو تضاد جو آهي؟ اوهين جنهن مڪتبه فڪر جا ماڻهو آهيو ان ۾ مذهب کي ڪو دخل نه آهي، پوءِ تلاوت ڪلام پاڪ جو مقصد جا آهي؟ هن مونکي چيو ته مان دراصل قرآن پاڪ جو مطالعو ان ڪري ٿو ڪيان ته ان کي سمجهان ته آخر هن ڪتاب ۾ ڪهڙيون خوبيون آهن جو هڪ جاهل قوم ان تي عمل ڪري، دنيا جي عظيم انقلابي قوم ٿئي اُڀري ءِ مان قرآن پاڪ جي تعليمات جي روشني ۾ سنڌي قوم ۾ انقلابيت جو جذبو پيدا ڪرڻ چاهيان ٿو.

( ورتل اسٽوڊنٽس پبليڪيشن نمبر ۱۴- جون ۱۹۷۰ع ليکڪ: بدر جالندي)

# كامريڊ جتوئي هڪ پيارو ماڻهو

محمد ايوب شيخ - اسسٽنٽ پروفيسر ڊپارٽمينٽ آف ڪامرس يونيورسٽي آف سنڌ

حيدر بخش جتوئي آڪٽوبر 1901ع ۾ پنهنجي اباڻي ڳوٺ بکو ديرو ۾ پيدا ٿيو. سندس پرورش ۽ شروعاتي تعليم سندس والد سڳوري، فقير الهداد خان ڪئي. 8-9 سالن جي عمر ۾ بکو ديرو کان ٻه ميل اوپر اتر طرف پرائمري اسڪول پٽاڻ ۾ ابتدائي تعليم پرائڻ لاءِ داخل ٿيو. ننڍپڻ کان ئي تمام گهڻو ذهين سلجهيو بااخلاق ۽ سچار هو.

بنيادي طور هر ٻار معصوم ٿيندو آهي، خوبصورت ٿيندو آهي، سندس ٻاٽيون ٻوليون هجن يا معصوم حرڪتون سڀ ڪجهه سونهن ئي سونهن هوندو آهي. پر ٻار جيئن وڏو ٿيندو آهي، تيئن ماحول کان اثر وٺندو آهي. جيڪڏهن ڪو ٻار خراب ماحول يا خراب تربيت جي ڪري خراب ٿي پوي ته اها ٻي ڳالهه آهي. پر بنيادي طور ٻار صرف سونهارو ئي ٿيندو آهي. جيڪڏهن ان جي سونهن جي حفاظت ٿيندي، بهتر تربيت ٿيندي سٺي تعليم ٿيندي، ته ان جي سونهن وڌيڪ نکارجندي. ان ۾ جيئن پوءِ تيئن سٺا گڻ وجود وٺندا. ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي به اهو خوشقسمت ٻار هو، جنهن جي سونهن، حسن ۽ جمال جي سندس والد خوب حفاظت ڪئي. ان جي تمام سٺي تعليم ۽ تربيت ٿي، جنهن سبب سندس معصوميت ۽ سباجهائپ جيئن پوءِ تيئن وڌي زور وٺندي. جنهن ڪري هو جيئن پوءِ تيئن بااخلاق سلجهيو ۽ سچار ٿيندو ويو. ڪامريڊ جي هڪ مداح لکيو آهي ته مون کي سندن اهڙو مضمون اپريل 1918ع جي تعليم اخبار ۾ مطالعو ڪندي مليو. جنهن ۾ بحروزن، تقطيع، وغيره جا قاعدا سمجهايل هئا. تعليم اخبار ۾ سندس شعر تقطيع لاءِ هو. " آ صبر تي راضي ڌاڻيو ذوالجلال"

ان سال 1918ع ۾ سنڌي فائنل جو امتحان ڏنائون ۽ سڄيءَ سنڌ ۾ پهريون نمبر پاس ٿيا. ان کان پوءِ محترم حيدر بخش خان انگريزي تعليم وٺڻ لاءِ مدرسي لاڙڪاڻي ۾ داخل ٿيو ۽ پنهنجي ذهانت جي سبب ٻن سالن ۾ پنج درجا انگريزي پاس ڪري ورتائين ۽ پوءِ وڃي گورنمينٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي ۾ داخل ٿيو، اتي به سندن هوشيارپ جي هاڪ هلي. اتان سن 1923ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان ميٽرڪ جو امتحان ڏنائون ۽ پهريون نمبر پاس ٿيا. ان کان پوءِ اعليٰ تعليم لاءِ ڊي جي سنڌ ڪاليج ڪراچي ۾ داخلا ورتائون. 1927ع ۾ انگريزيءَ ۽ فارسيءَ ادب ۾ بي اي، آنرز امتيازي نمبرن سان پاس ڪيائون. ڪاليج جي وقت ۾ ڪاليج مخزن جا ايڊيٽر هئا. سندن رباعيون، شعر، غزل وغيره مشهور معروف هئا.

**سندس طبيعت جي سونهاري هئڻ ۽ موزونيت جوئي سبب هو، جو مٿس ننڍپڻ ۾ ئي شعر چوڻ جي رقت طاري ٿيندي هئي. شعر چوڻ ته ٿيو پري جي ڳالهه پر ان وقت به علم عروض جا قاعدا تقطيع زحاف وغيره جا قانون بلڪل سهڻي نموني سلجهايا ۽ سمجهايا اٿس.**

ننڍپڻ کان وٺي تعليم جي زماني تائين، تعليم کان فراغت کان سياسي جدوجهد جي دور تائين ڪامريڊ جي قابليت، هوشيار اورچائيءَ سچائي، خلوص محبت ۽ سونهاري طبيعت ۾ ڪامريڊ جي تربيت ڪندڙن جو وڏو حصو هو. ڪامريڊ جي تربيت ۾ سندس والد سان گڏ سندس پڦيءَ جو وڏو حصو هو، جنهن سندن والده ۽ ڏاڏي جي وفات کان پوءِ جڏهن پاڻ اڃان ٻن سالن جا مس ٿيا هئا، کين پنهنجي تربيت هيٺ ورتو. سندس بهتر انسان هئڻ ۾ ان جو به وڏو حصو هو. جنهن حيدر بخش جي فطري حسن، معصوميت ۽ سونهن کي نکاري نروار ڪيو ۽ ان کي هڪ ڪامل مڪمل انسان بڻايو. اهو هو ماحول ۽ حيدر بخش جي تربيت، جنهن جي نتيجي ۾ حيدر بخش جتوئي سونهن ۽ ساپيان جو مالڪ هڪ، عظيم انسان ثابت ٿيو. جنهن جو اندر اڇو اجرو هو. سندس دل جي دنيا سونهاري ۽ سگهاري هئي. ڪامريڊ کي ڪائنات ۾ به پنهنجي اندر جيان حسن، خوبصورتي، سونهن ۽ ساپيان اڇائي ۽ اجرائي، سٺي لڳندي هئي. حسن ۽ جمال جو پروانو هو. دنيا ۾ اصل ۾ صرف سونهن ۽ جمال آهي، ڪامريڊ جتوئي دنيا جي ان سونهن جو طالب هو سونهن جڏهن ڪنهن خارجي مداخلت جي ڪري برباد ٿيندي آهي ته دنيا ۾ بدصورتي پيدا ٿيندي آهي، ته ان طرح ڪامريڊ کي بدصورتيءَ سان نفرت هئي. بنيادي طور جيئن دنيا ۾ اصل شئي خير آهي، جمال آهي، سونهن آهي تيئن ڪامريڊ به اصل ۾ صرف سونهن جو مجسمو ۽ محبت جو پيڪر هو ۽ جيئن دنيا خارجي اثرن ڪري بگڙي بدصورتيءَ جو شڪار ٿيندي آهي. تيئن ڪامريڊ به ان ٻاهران عارض ٿيندڙ بدصورتيءَ جي سببان خوبصورتيءَ سان محبت جي ئي ڪري نفرت ڪندڙ به هو. جنهن ڪري ڪامريڊ صرف محبت ڪندڙ ئي هو. اهوئي سبب هو جو ڪامريڊ ننڍپڻ کان ئي فطرت جي نظارن کي پسند ڪندو هو. سندس پٽ دادن خان جواڻي ڪيس موسيقيءَ سان تمام گهڻي دلچسپي هوندي هئي ۽ ان جي ئي ڪري شاعري به ڪيائين" ننڍن ٻارن سان تمام گهڻو پيار ڪندو هو ۽ پنهنجي سڄيءَ

زندگيءَ ۾ ڪڏهن به ڪنهن ٻار کي مار نه ڪڍيائين، سندس محبت ئي جو جذبو هو، جنهن شايد ڪين ٻارن سان ان درجي جي پيار ڪرڻ تي اڀاريو، ٻار به ته چمڻ کان وٺي معصوم، پاڪ، ٿيندا آهن، ايستائين پاڪ،

**جنهن ڪري مٿس جيتريون به، ان راهه ۾، تڪليفون، مصيبتون، ڏک ۽ ڏولاوا ايندا هئا. انهن کي نهايت خوش دليءَ سان سهندو هو. عمر جي آخري ڏينهن ۾ پوڙهو ڪمزور، ضعيف ۽ ڏٻرو ٿي ويو، پر تڏهن به " جان جان هئي جيئري ورچي نه ويٺي" واري ڪار لڳي پئي هئيس:**

پوتر ۽ سونهن پريا رهندا آهن، جيستائين انهن کي فرسوده معاشري جي منفي اثرن پنهنجي جڪڙ ۾ وٺي ناس نه ڪيو هجي. ڪامريڊ سونهن ۽ سوڀيان جو طالب هو، ان



سکر جي هڪ محفل ۾ شيخ اياز،ڪامريڊ جتوئي، رشيد ڀٽي ۽ ممتاز مهر

کري شايد ٻارن سان به پيار ڪندو هو. شايد اهو به چاهيندو هو ته اهي ٻار وڏا ٿي پوءِ به پاڪ رهن ۽ سونهارا رهن، معاشري جي منفي اثرن کان متاثر نه ٿين، ان ڪري پاڻ ڪوشش ڪندا هئا ته ٻارن جي بهتر تعليم ۽ تربيت ٿئي، پاڻ ان جذبي تحت پنهنجي ڳوٺ بکو ديرو ۾ گورنمينٽ

پرائمري اسڪول کولرايائون ۽ ان کي اڳتي وڌائي ان لائق بڻايائون جو ان ۾ 8-9 استاد پڙهائڻ لڳا. پاڻ پنهنجي طرفان ماهوار 80 روپيه ٻارن جي اسڪالر شپ لاءِ ڏيندا هئا. ان ڪانسواءِ به هر ٻار جي هر طرح جي مدد ڪندا هئا. پنهنجي هڙان وڙان ڏئي، شاگردن کي انگريزي پڙهائيندا هئا. جيڪي شاگرد فائينل پاس ڪري وٺندا هئا، تن کي نوڪريون به وٺي ڏيندا هئا. 1965ع ۾ گورنمينٽ مڊل اسڪول ڊي گريڊ کولرائي ان جي عاليشان بلڊنگ تيار ڪرايائون، هي هو ٻارن سان سندن محبت جو هڪ مثال. ڪامريڊ پنهنجي اولاد سان ۽ گهر جي ڀاتين سان به تمام گهڻو پيار ڪندو هو ۽ سندس شفقت ۽ ڀاڄهه ڀريو رويو تمام مثالي هو، پنهنجي گهر واريءَ سان به سندس تمام گهڻو عشق هو ۽ پاڻ پنهنجي گهر واريءَ تي "مصطفيٰ ماءُ" جي عنوان سان شاعري به ڪئي.

ڪامريڊ انسان ذات سان محبت ڪندڙ هو، وطن ڌرتيءَ ۽ ڌرتيءَ ڇاون سان محبت ڪندو هو، ڌرتيءَ جي پنڌن ۽ پيچرن سان ذري ذري ۽ چپي چپي سان محبت ڪندو هو، وطن جي غريب هارين پورهيتن سان محبت

ڪندو هو. جڏهن به ڪنهن هاريءَ پورهيت تي ڪو ڏکيو وقت ايندو هو ته ڪامريڊ تڙپي اٿندو هو.

ڪامريڊ ماڻهوءَ ۾، ماڻهن جي گڏيل معاشري ۾ سماج ۽ سوسائٽي ۾ ماڻهن جي پاڻ ۾ تعلقن، ڳانڍاپن، حقن ۽ فرضن ۾، سونهن ۽ حسن جو گهورو هو، اهڙي سونهن

۽ حسن سان محبت ئي جي ڪري ڪامريڊ سماج جي حسن ۽ خوبصورتيءَ کي ڦٽائيندڙن، استحصالي ٽولن کان نفرت ڪندو هو. ڪامريڊ ظالم وڏيرن، جاگيردارن ۽ سرمائيدارن کان نفرت ڪندو هو. رياست جي انهن ادارن سان نفرت ڪندو هو، جيڪي عوام جي حسن ۽ خوبصورتي جا دشمن هئا. پنجاب سان نفرت ڪندو هو، جو پنجاب ون يونٽ مڙهي سنڌ جي حسن جمال کي ڦٽائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. ڪامريڊ جي محبت جو ئي جذبو هو، جيڪو کيس سونهن جي دشمنن جي خلاف سدائين جدوجهد ڪرڻ تي اڪسائيندو هو. ويهڻ ۽ آرام ڪرڻ ۽ ڪامريڊ جي سک کي ڦٽائي ڇڏيو هو، جنهن ڪري مٿس جيتريون به، ان راهه ۾، تڪليفون، مصيبتون، ڏک ۽ ڏولاوا ايندا هئا. انهن کي نهايت خوش دليءَ سان سهندو هو. عمر جي آخري ڏينهن ۾ پوڙهو ڪمزور، ضعيف ۽ ڏٻرو ٿي ويو، پر تڏهن به " جان جان هئي جيئري ورچي نه ويٺي" واري ڪار لڳي پئي هئيس:

ڪامريڊ جي هڪ جدوجهد جي ساٿيءَ لکيو آهي ته 1969 جي فيبروري مهيني جي آخري هفتي ۾ ڪامريڊ جي صدارت ۾، نوابشاهه ۾ هوش محمد شيديءَ جي ورسي ملهائي وئي. قافلو جڏهن موري روانو ٿيو تي ته شيخ اياز، جام ساقيءَ کي چيو ته " مون کي اجازت ڏيو ته مان سکر وڃان ۽ تڪجي پيو آهيان" ان تي جام ساقيءَ وراڻيو ته " سائين اسين به ته اوهان سان گڏ آهيون" ان تي اياز وراڻيو ته " اوهين نوجوان آهيو" ان تي ساقيءَ چيو ته سائين ٺيڪ آهي، اسين ته نوجوان آهيون، جتوئي صاحب به ته گڏ آهي." ان تي اياز وراڻيو ته جتوئي صاحب 68 سالن جو نوجوان آهي ۽ آءٌ 45 سالن جو پوڙهو آهيان، ۽ منهنجي ۽ جتوئي صاحب جي پيٽ جو سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي.

ڪامريڊ مسلسل جدوجهد ۾ رهندو هو، هيءُ سندس محبوب مشغلو هو. جنهن مان ڪڏهن ٿڪبو ئي ڪونه هو، پر جيڪا گهڙي جدوجهد کان واندي گذاريندو هو، سا ان لاءِ تمام وڏي ٿڪائيندڙ گهڙي هوندي هئي. باقي جدوجهد کيس ڪڏهن به نه ٿڪائيندي هئي. بلڪه ان ۾ ئي ان جي وندر ۽ ساهه پساهه هو، لاڳيتو ڪم ڪاريون ۽ سوچون ۽ لوچون پڙهائي ۽ لکائي، لکبو ته ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويٺو لکبو، پڙهبو ته به ائين وري انهن لکيل مضمونن کي فيئر ڪري ڇاپڻ پروف ريڊنگ وغيره تائين سڀ ڪم پاڻ ڪندو هو.

# باباءِ سنڌ حيدر بخش جتوئي

## پنهنجي رفيقن جي نظر ۾

سهيڙيندڙ: مير محمد سومرو

**قاضي فيض محمد:**

رفيق حيدر بخش هڪ موتي هئو، مٽيو هيو، جواهر هيو. 1933-1934 ڌاري سائس واقفيت ٿي هڪ ڏينهن مرحوم مسلم هاسٽل ڪراچيءَ ۾ اڪيلو گهمندو ڏٺم، مان تڏهن پڙهندو هوس، روح روحن کي پيا ڳولن. مونکي چڪ ٿي، ڇوڪرا ته پيا به گهڻا هئا. ڏانهس لڙي ويس، ٻڌايائين ته حيدر بخش آهيان. نالي سان ته اڳئي واقفيت هئي. سچي هاسي گهمائي مانس، بور چيخانو وغيره. سمجهيم درد دل رکندڙ ماڻهو آهي. تڏهن ته ٻچن کي ڏسڻ آيو ۽ سندن ڪائڻ پيئڻ ۽ رهڻ ڪهڻ جي سنڀال لڌائين.

هي هڏائون پڃرو ته فاني آهي، ليڪن حيدر بخش جون سنڌ ۽ قوم لاءِ ڪيل خدمتون ۽ قربانيون هميشه ياد رهنديون.

**محمد ابراهيم جويو:**

زندگيءَ جي سچي اهميت ۽ سچي عظمت ان جي مقصد سان آهي. جيترو اوچو ۽ اعليٰ مقصد زندگيءَ جون قائم ٿئي ٿو، اوتروئي اوچي ۽ اعليٰ اها زندگي سڏجي ٿي. اسانجو محترم پيارو بزرگ رفيق ڪامريڊ حيدر بخش زندگيءَ جو اعليٰ ڪان اعليٰ مقصد پاڻ لاءِ قائم ڪري ويو. ان لاءِ پنهنجو سمورو جيئڻ ۽ مرڻ وقف ڪري ڇڏڻ جو سبق اسان لاءِ قائم ڪري ويو.

سنڌ ۽ سنڌ جون سموريون آئنده پيڙهيون ڪامريڊ جي انهيءَ بي مثال آدرشي ڪردار کي پنهنجي لاءِ مشعل راه طور سامهون رکي انفرادي توڙي اجتماعي طور دنيا جي اڳيان پنهنجي لاءِ اعليٰ مقام پئدا ڪري سگهن ٿيون.



محمد ابراهيم جويو ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ڪامريڊ جي پهرين ورسيءَ جي موقعي تي

جيئري به اسان جو هي بي غرض ۽ نماڻو ڪامريڊ اسان لاءِ پنهنجيون سموريون طاقتون ۽ صلاحيتون خرچ ڪندو رهيو ۽ اسان ڪان وڇڙڻ ڪان پوءِ به اسان جو ذهني ۽ عملي طور لافاني ۽ بي مثل رهبر آهي. زندگيءَ جي جيڪا به معنيٰ مطلب ۽ ان جي جيڪا به اهميت ۽ نيڪي آهي سڪي ۽ سڃاڻي سگهيو آهيان اها ان ڪامريڊ حيدربخش جي زندگيءَ ۾ ڏسي آهي هميشه سائس پوئلڳ ۽ پرستار ٿي رهيس ۽ اڳتي به آهي سندس نقش قدم تي هلندو رهندس.

**سوڀو گيانچنداڻي**

ڪامريڊ حيدربخش جتوئي جهڙو مخلص ۽ حق پرست، حق پسند ۽ قربانيءَ جو پتلو سنڌ ۾ مشڪل سان پئدا ٿيندو. مان سندس مخلصا نه ۽ والهانه خدمتن ڪان ڏاڍو متاثر رهيو آهيان. اسان جي جديد سياسي نظريي ۽ جديد معاشي نصب العين ۽ جدلياتي تاريخ موجب طبقاتي ڪشمڪش جي نشرو اشاعت جن عالم شخصن برصغير ۾ ڪئي آهي. حيدر بخش چند انهن عالمن ۾ شمار ٿئي ٿو. جديد فڪر ۽ فلسفي تي سندس نگاه دور ررس هئي. اسان ڪن وقتن تي سندس سياسي طريقه ڪار سان اختلاف به ڪيو هوندو، پر هن سنڌ جي سچي سورمي، ڪڏهن به باهمي تعلقات کي نظر انداز نه ڪيو. حيدر بخش ۽ ان جو مقصد زنده آهن.سنڌ ان جي شخصيت ۽ قربانيءَ کي ڪڏهن به وساري نه سگهندي.

**پير علي محمد راشدي:**

انهن ئي ڏينهن ۾ انهن اختلافن جي باوجود اسان ٻنهي جي وچ ۾ دوستانه مراسم پئدا ٿي چڪا هئا. جيستائين مان محسوس ڪيو ته حيدر بخش اهو طئه ڪري چڪو هيو ته هو جلد ڪان جلد پاڻ کي سرڪاري پابندين ڪان آجو ڪري، هن معاشري جي خلاف کليل طرح علم بغاوت بلند ڪندو جنهن معاشري ۾ اظهار راءِ جي ڪابه آزادي ڪونه هئي. ممڪن هيو ته اهو ان ئي زماني ۾ سرڪاري نوڪري ڇڏي ڏي.

پر سندس والد مرحوم زنده هو ۽ سندس راءِ جي خلاف جو ڪوبہ اهڙو قدم نہ ٿي ڪٿي سگهيو. سندس والد سنڌ جو زميندار هيو ۽ سندس نظر ۾ مختيارڪار هو. عهدو ڪوئي معمولي عهدو نہ هو، جنهن کي ڪوبہ شخص صرف پنهنجين شاعرانہ صلاحيتن کي استعمال ڪرڻ خاطر ڇڏي ڏي.

ان ذهني ڪشمڪش ۾ حيدر بخش مرحوم ست اٺ سال گذاريا ۽ ان وچ ۾ هو ترقي ڪري ڊپٽي ڪليڪٽر بہ ٿي چڪو هو. هڪ آفيسر بطور مان ڇا عرض ڪريان تہ هو ڪيتري قدر بلند اخلاق ۽ غريبن جو همدرد انسان ثابت ٿيو. اسان جو تجربو اهو هو تہ انسان آفيسر ٿيڻ کان بعد بہ انسان رهي، اها ڳالهہ آسان نہ هئي! مگر حيدر بخش پنهنجي ڪردار سان اهو ثابت ڪري ڏيکاريو هو تہ ڪجهہ انسان اهڙا آهن جيڪي آفيسر ٿيڻ کان بعد نہ صرف انسان رهندا آهن، پر شاهہ قلندري بہ ڏيکاري سگهندا آهن.

آخر ڪار هو ملازمت کان مستعفي ٿيڻ لاءِ تيار ٿيو تہ مونسان مشورو ڪيائين. هُن جي سامهون بہ رستا هيا، هڪڙو اهو هو تہ هو سرڪاري ملازمت سان چهٽيو رهي ۽ ترقي ڪندو ڪمشنر جي عهدي تائين پهچي وڃي ۽ مال دولت ۽ پينشن وغيره ميڙي زندگيءَ جا باقي ڏينهن آرام سان گذاري ۽ جڏهن ملڪ الموت تشريف ڪٿي اچي تہ مري وڃي.

ٻيو رستو اهو هيو تہ هو پنهنجي ذات کي انهن سمورين دنيوي نعمتن کان محروم ڪري خدمت خلق لاءِ ميدان ۾ ٽپي پوي، پاڻ بہ مصيبتون سهي ۽ پنهنجن ٻارڙن کي بہ اڃ اگهاڙو اڌ بکايل رکي، هر قسم جي ظلم ۽ استبداد جي خلاف جنگ ڪري ۽ ڪنهن بہ ظالم حاڪم جي سامهون نہ جهڪي، جيڪو دل ۾ اچيس سو چوندو رهي. غريبن جي ليول تي هو غريبن جي مدد ڪري. پنهنجي ماتر يومي يعني سنڌ جي عظمت ۽ شاهہ کي برقرار رکڻ لاءِ سينو ساهي بيهي ۽ ان رستي تي هلندي، جيتريون بہ ذهني يا جسماني اذيتون برداشت ڪرڻيون پون سي اف چوڻ کان سواءِ، برداشت ڪري.


ڪامريڊ رمضان شيخ ۽ مولانا عزيزالله جروار

حيدر بخش جتوئي، پنهنجي لاءِ اهو آخري رستو اختيار ڪيو ۽ استعيفيٰ ڏيئي هاري تحريڪ جو اڳواڻ بڻجي ويو. ان کان بعد جي ڪهاڻي اُن لاءِ مسلسل دک درد، مشقت ۽ قربانيءَ جي ڪهاڻي هئي. ڪيترا ڀيرا جيل ويو. جيل جي اندر ڪيس ڪهڙيون ڪهڙيون اذيتون ڏنيون ويون. ڪهڙين ڪهڙين قوتن سان هن ٽڪر کاڌو. ان جدوجهد جي دوران ڇا حاصل ڪيو ڇا وڃايو، اها هڪ ڊگهي ڪهاڻي آهي. جيڪا ڪو مستقبل جو تاريخ نويس ئي مرتب ڪري قلمبند ڪندو.

مان هن وقت صرف ايترو چوندس تہ سنڌ جي تاريخ ۾ سنڌ جي خاطر اهڙيون وڏيون قربانيون ڪنهن بہ نہ ڏنيون آهن، جيتريون حيدر بخش جتوئي ڏنيون. ايتري قدر جو جڏهن بہ ڪنهن قوت سنڌ کي نقصان پهچائڻ جو جڏهن بہ ارادو ڪيو تہ هن سڀ کان پهريائين حيدر بخش کي جيل موڪلي پنهنجي رستي مان هٽايو آهي ۽ ان کان بعد ئي حملو ڪيو. ڇو تہ اها ڳالهہ طئہ هئي ۽ سنڌ جو واحد چوڪيدار هو هيو. جنهن جي موجودگيءَ ۾ سنڌ تي ڌاڙو هڻڻ مشڪل هيو. شايد ئي هن ننڍي کنڊ ۾ ڪنهن صوبي کي ان پائي جو ڪو چوڪيدار مليو هوندو!!


ڪامريڊ غلام حسين سومرو، مولانا عزيز الله جروار ۽ مولانا غلام محمد گرامي وچ ۾ ٻار: دادن خان جتوئي ۽ ولي الله

**غلام محمد لغاري:**

اهڙي ريت جيئي سنڌ جو سدا حيات نعرو بہ اسان کي حيدر بخش ڏنو. انهي نعري جي خلاف دين کي وچ ۾ آندو ويو. پاڪستان دشمني چئي دٻايو ويو. مگر جتوئي حيدر لڙندو رهيو. تان جو نوجوانن، شاعرن، اديبن، هارين، انهن نعري جي اهميت کي سمجهيو اڄ جيئي سنڌ جو نعرو اسان جو قومي نعرو بڻجي ويو آهي.

هاري ڪميٽي سنڌ جي طبقاتي جماعت آهي. سياسي جماعت بہ آهي، قومي جماعت بہ آهي. اهوئي سبب هو جو پاڻ هاري ڪميٽي جو جنهن جي هيٺ نہ صرف هارين جي طبقاتي تحريڪ هلايائون بلڪہ سنڌ جو هر مسئلو پوءِ هو سنڌ جي ٻولي جو معاهدو هجي. يا اليڪيو پراپرٽي جو مسئلو هجي.

ڍنڍ جو مسئلو هجي، نوڪرين جو

معاملو هجي. سيني مسئلن کي اڪيلي هاري ڪميٽي جي بليٽ فارم تان پيش ڪندا رهيا. ڪيترا سنڌ دشمن نقلي سوشلسٽ جيڪي هينئر مڪر جا لڙڪ وهائي رهيا آهن سي انهي ڳالهہ جا مخالف رهيا. هينئر هاري ڪميٽي جا همدرد چوائڻ وارا ۽ سندن حواري. هاري دشمني ۾ پورا آهن. مگر جيستائين سنڌ زنده آهي، تيستائين حيدر زنده آهي.

**غلام حسين سومرو:**

جن موت تي فتح حاصل ڪئي سي مري نٿا سگهن. جن دليون فتح ڪيون تن کي ڪڏهن بہ شڪست نٿي ملي سگهي.

انسانيت جو دوست، هارين ۽ محنت ڪشن جو نمخوار، شاگردن جو سرپرست وطن سنڌ جو فدائي " حيدر" زنده آهي. ڪير ٿو چوي " حيدر" مري ويو آهي.

حيدر هڪ عظيم انسان هو ۽ سندس خيالات بہ عظيم هئا.

حيدر- هر انسان کي پنهنجو پاءُ سمجهندو هو.

حيدر- جو روح اڄ بہ وطن جي نوجوانن کي. نونهالن کي هارين ۽ محنت ڪشن کي ۽ مظلومن کي پڪاري پڪاري رهيو آهي تہ سامراجي طاقت جو تختو اٿليو ۽ انهن محلاتن کي مسمار ڪريو جنهن ۾ انسانن کي غلام رکڻ جا منصوبا تيار ڪيا ٿا وڃن.

حيدر- جو آواز اڄ بہ گونجي رهيو آهي.
هاري حقدار- زمينداري برباد جاگيرداري برباد.

**رشيد ڀٽي:**

۽ ڪامريڊ برابر ووڙيندو ۽ لوڙيندو رهيو. اخبارن ڪيس جڳهہ نہ ڏني ۽ هن پمفليٽون لکيون. سندس هڪ حق جي آواز واري ڪتابڙي ضبط ٿيندي هئي تہ ٻي اڳ ئي تيار پئي هوندي هئي. بار بار هي جتوئي جيل ياترائي ويندو رهيو هو گهٽا پيرا جيل ويو؟ هو هڪ بہ دفعو هجي تہ ڪٿي ٻڌائجي بہ! جيل مان نڪربو تہ ڪونہ ڪو ممڻ مچائي سوچي ٿي نڪربو. ٿورو وائکو ٿي وري هل پنهل! گهر تہ هو موڪل ملهائڻ ايندو هو نہ تہ سندس اصل گهر تہ جيل ٿي هيو، پوءِ اهو ڪئمبر پور جو هجي يا ڪراچي جو، حيدرآباد جو هجي يا مڇ جو ۽ ڇا تہ ڪامريڊ جي ڪم جي رٿا ۽ رفتار هوندي هئي. ٿي سو ميلن تائين هن لاءِ ڪنهن جلسي جو بندوبست ڪيو ڇا جي صحت ڇا جو ڊاڪٽري مشورو! ڪير جو هن کي جلسي گاہ تي پهچڻ کان روڪي! پاڻ چوندو هيو تہ بابا مان آهيان مڇي ۽ منهنجا ماڻهو هاري ناري آهن، منهنجو پاڻي، انهن کان ڌار مان ڪيئن ٿو رهي سگهان. رڳو خبر پوپيس تہ ڪٿي ڪنهن هاري سان ڪو ظلم يا ڏاڍ ٿيو آهي. اٿين اچي پچندو جيئن لوڪ ڪهاڻين ۾ وار کي توءُ ڏيڻ سان ديو آ دم بو آدم بو، ڪري اچي پچندو آهي.

ڪامريڊ اڄ نہ رڳو منهنجي نظم تي تنقيد ڪئي هئي، پر اشاري ۾ انهن شخصن کي بہ منهنجي پر ڪري هٽي ويو هيو جي سنڌي قوميت جي تحريڪ يا جيئي سنڌ هلچل کي شاونسٽ قوم پرستن جي تحريڪ ڪوٺي رهيا هئا ۽ ڪامريڊ کي ان کان الڳ ڪري ڪيس رڳو طبقاتي ڪشمڪش جو اڳواڻ بنائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا.

**بدر ڄالنوي:**

آزاد فضا ۾ تنهن سان گهٽيون ملاقاتون ٿيون، پر مسلسل ملاقاتون ۽ رات ڏينهن جو پڪو ساٿ 1958 جي مارشل لا بعد گرفتاريءَ جي موقعي تي ٿيو، ان وات سندس عمر 57 سال هئي. ٻين ساٿين سان گڏ اسانکي انتهائي عجيب قانون هيٺ گرفتار ڪيو ويو ۽ اهو قانون سنڌ اسٽيٽ پرزنرس ريگيوليشن آف 1827 هيو. جيل ۾ اسان سيني ساٿين کي شروعات ۾ سي ڪلاس ڏنو ويو. انهن ڏينهن ڪامريڊ غلام محمد لغاري هاري ڪاميٽي سان منسلڪ هيو. هنن ٻنهي ڪامريڊن درميان تنظيم جي معاملي تي اڪثر ناراضگي هوندي هئي ۽ انهي تلخيءَ واري معاملي ۾ مان جتوئي صاحب جو پاسو ولندو هوس. نظربنديءَ جو شروعاتي ڏيڍ مهينو مان ۽ جتوئي روم ميٽ رهياسين.

جيل ۾ جتوئيءَ ۽ منهنجو ساٿ ڇهن مهينن تائين رهيو. ان بعد جتوئي کي لاهور قلعي جون صعوبتون برداشت ڪرڻيون پيون، جتان بعد ۾ جتوئيءَ کي رها ڪيو ويو. مان تہ جيل ۾ ئي هيس. چو تہ مونکي لاهور جي قلعي ڏانهن وٺي وڃڻ جي قابل نہ سمجهيو ويو. رهائي بعد مونکي اهو ٻڌي حيرت ٿي تہ جتوئي منهنجي گهر ويو هو ۽ منهنجي زال کي آئت سان گڏ مالي امداد بہ ڏنائين ۽ ڳوٺ مان آيل چانور بہ اسانکي ڏنائين.

1959ع ۾ جڏهن جيل مان رهائي نصيب ٿي تہ منهنجي زال صرف ٻن ماڻهن کي منهنجو همدرد ۽ صحيح ڪامريڊ قرار ڏنو. سڀ کان پهريائين ڪامريڊ جتوئيءَ ۽ بعد ۾ مير رسول بخش ٽالپر جي تعريف ڪئي. رهائي بعد جڏهن جتوئيءَ سان منهنجي ملاقات ٿي انهن ڏينهن جتوئي سنڌ ۽ پنجاب درميان دل جي فرق تي پمفليٽ لکي رهيو هو.

هن مونکي ٻڌايو تہ " نظريہ پاڪستان يا اسلام وغيره جي خاطر ون يونٽ ٺاهيو ويو آهي ۽ چيو وڃي ٿو تہ ٻنهي صوبن درميان هڪجهڙائي جو جذبو پيدا ڪرڻ لاءِ. اهو قدم کنيو ويو آهي. پر قرلت ۾ پنجاب اڳرو آهي. اهوئي سبب آهي تہ مان ٻڌائڻ ٿو چاهيان تہ ون يونٽ صرف سنڌ کي نقصان رسائڻ لاءِ ٺاهيو ويو آهي ۽ مان هن پمفليٽ ۾ انگ اکر گڏ ڪري رهيو آهيان جيئن حڪومت کي هن ڌانڌليءَ طرف متوجہ ڪري سگهان جتوئي صاحب بلاشڪ وڏي ۾ وڏي خدمت انجام ڏني. پر ان دور ۾ حڪومت خلاف لکڻ، ٻين لفظن ۾ ايوب خان جي مخالفت ڪرڻ هڪ وڏو ڪارنامون هيو. جتوئي صاحب کي حق گوئيءَ جي سزا ستت ئي ملي ۽ ڪيس ٽي سال مارشل لا قانون هيٺ سزا ڏئي سرحد جي ڪنهن جيل اماڻيو ويو. هن تي الزام هيو تہ هن حڪومت خلاف نفرت پکيڙڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ۽ فرق

تہ ڏسو! نہ جتوئيءَ کي نفرت پکيڙڻ جي الزام ۾ ان سببان بند ڪيو ويو هيو جو پنجاب ۽ سنڌ درميان دل جي فرق کي واضح ڪيو هو تہ پلا سنڌ سان ظلم جو ٿا ڪريو.

جتوئي جي گرفتاري کان ٿورن ڏينهن بعد ايوب خان پنهنجي تقرير ۾ اعلان ڪيو تہ سنڌ ۽ پنجاب، درميان ۽ ڊل جي شرح هڪ جيتري رکي ويندي.

**ذوالفقار راشدي:**

هن حياتيءَ جي عيش آرام، دماغ جون صلاحيتون ۽ جسم جون تمام قوتون قوم اڳيان پيش رکيون. سندس بدن جيستائين تحرڪ ۾ رهيو ڪنهن نہ ڪنهن عوامي، انساني، وطني ۽ قومي تحريڪ جو محرڪ رهيو بر مان تہ پايان ٿو تہ جتوئيءَ جي خاڪي پاندو فنا جي سيلاب ۾ يقين پري پيو پر هن جو روح سنڌ جي هوائن ۾ سدا جيئرو رهندو ۽ ڪيترن قبيلن کي تپش، ڪيترن مئل جسمن جي مسيحائي ڪندو رهندو جو تہ سنڌ جو هي روح پڪو ئي پڪو لافاني ۽ مناني روح هو جيڪو خاڪي پڃري کان آزاد ٿي ويو آهي. مگر فضائن ۾ باقي آهي ۽ باقي رهندو. نئين سنڌ جي نئين تاريخ انهيءَ ناني سان جڙندي آخر پيو کهڙو نالو آهي، جنهن سان تاريخ جي بسم الله ڪري سگهجي.

جتوئي جنهن جذبي ۾ نيڪي، سچائي ۽ پلائي ڏني، ان کي پنهنجو مقصد بنايو ۽ مرندي تائين ان مقصد سان پنهنجي ناتي کي مردانگي سان نڀايو ۽ تنهن ڪري هو "مري مات ٿيڻ" وارو ناهي. هن خواهش ۽ آرام کي جيئري ماري پاڻ کي امر بڻائي ڇڏيو آهي. هو پنهنجي دور جو سقراط هو. جيڪو سچائيءَ جو سر اچو رکڻ خاطر زهر جو پيالو ڪلندي پي ويو.

جتوئيءَ جا سياسي نظريا هن جي جذبي جي صداقت، شعوري، پختگي، دلي پاڇھ ۽ ڪرنجھ جي ميلاپ جو نتيجو هئا ۽ انهن ۾ فقيري ۽ درويشيءَ جو عنصر بہ گڏيل هو.

**ابوبڪر مگسي:**

بابائي سنڌ جي وفات سان سنڌ جي سياست جو حق پرستي، خدا ترسي، خدمت خلق، غريب نوازي، مظلوم دوستي ۽ حق گوئي جو دور ختم ٿيو. سنڌ جي وڏيرا شاهي جي خلاف مرحوم باباءِ سنڌ جون خدمتون مقابلا، تحريرون، تقريرون سنڌ جي تاريخ جو سونهري دور شمار ڪيو ويندو، سچ پچو انهيءَ نظام جي خلاف باباءِ سنڌ جو جهاد "حضرت موسيٰ جو فرعون جي خلاف جهاد" جو درجو رکي ٿو. فرعون جي وقت ۾ يهودين جي عزت آبرو، مال ملڪيت، جان گهر گهاٽ سندس ظالم ڪامورن جي هٿان نابود ٿيندو رهيو. بلڪل اهڙي ريت ان کان بہ وڌيڪ نموني جو دور استبداد سنڌ ۾ جاري هو ۽ آهي. جنهن جو مقابلو بابائي قوم شينهن وانگر ڪيو. مٿن ڇاڇا نہ مصيبتون آيون. جيل، ڏک، تڪليفون، عذاب وچوڙو سڀ هن شيردل انسان وڏي صبر سان برداشت ڪيا. جن جو مثال هن موجوده دور ۾ ملڻ مشڪل آهي. اسان کي سندس مظلومي جو احساس ٿيندو.

**خليفو غلام محمد:**

مرحوم جتوئي صاحب سنڌ ۾ سنڌي هارين ۽ پورهيتن لاءِ جيڪي ڪجھ قرباني ڏيئي ويو آهي، انهي جو بدلو ۽ احسان هيءَ قوم ورهين تائين ڪنهن بہ قيمت تي ادا نٿي ڪري سگهي. ون يونٽ نهڻ وقت ۽ ايوبي مارشل لا جي دور ۾ جتي وڏا وڏا بهادر، ڪن پٺيءَ تي وجهي مانڙي ڪري پٺي هليا، اتي بہ ڪامريڊ، حيدر بخش گجگوڙون ڪندو رهيو. جيل جون عقوبتون پاڻ تي سٺائين مگر ظالمن کي ظالم چوڻ کان ڪين رهيو.

ڪامريڊ حيدر بخش جو نعرو اڄ بہ سنڌ جي نوجوانن شاگردن هارين پورهيتن لاءِ مشعل راهہ آهي. مون کي اميد آهي بلڪہ قوي يقين اٿم تہ اڄ بہ جيڪڏهن ڪامريڊ جي ڏيکاريل رستي تي اسان مان فقط ڪي چند گامزن ٿي پون تہ هوند دنيا جي ڪابہ طاقت سنڌي ۽ سنڌي حقن ڏانهن ۽ سنڌ جي پورهيتن ڏانهن اک کڻي نهاري بہ ڪانہ سگهندي. اسان اها وات جا حيدر بخش ڏيکاري ويو آهي، هرگز ڪين وڃائينداسين.

**ممتاز مهر**

ڪامريڊ جتوئي نہ صرف هارين جو عظيم اڳواڻ هو، پر هو سنڌ جي نوجوانن ۽ سيني مظلوم طبقن جو قائد بہ هو ۽ سنڌ جي آزاديءَ جي تحريڪ جو رهبر هو. سنڌ جي آزاديءَ لاءِ ۽ سنڌ جي پورهيت طبقي کي هر قسم جي ڦرلٽ کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ لاءِ ڪامريڊ جتوئي نہ صرف پنهنجي وڏي سرڪاري نوڪريءَ کي نوڪر هٽي ڇڏي پر پنهنجي زندگيءَ جو گهڻو حصو، سنڌ ديس خاطر، پورهيتن جي خاطر، حق ۽ سچائي خاطر، انقلاب خاطر جيلن ۾ گذاريو سختيون ۽ عذاب سٺا، جيل جي تاريڪ ڪوٺڙين لاهور جي شاهي قلعي، مچ جيل، برفيلي هوائن، آمريت جا ظلم ۽ ڏهڪاءَ ڪامريڊ حيدربخش جي اٽل ارادن ۾ ڦيرواٽي نہ سگهيا هر ظلم ۽ عذاب جي رد عمل ۾ ڪامريڊ جو جوش ۽ جذبو وڌيڪ تيز ٿيندو رهيو ۽ انقلاب جو شعلو بڻجي جيئي سنڌ جي قافلي جي رهنمائي ڪندو رهيو ۽ پنهنجن قومي شعرن ذريعي سنڌ واسين جون دليون گرمائيندو رهيو.

**دوست محمد ابڙو:**

هونءَ بہ جتي ظلم حد کي پهچندو آهي، اتي ئي مظلوم انسان کي نجات ڏيارينڌڙ پئدا ٿيندو آهي. لاڙڪاڻي ضلعي ۾ جتي وڏيرا شاهي " جي چڪيءَ ۾ عوام پيسجي رهيو هو. ان ضلعي ۾ ڪامريڊ جو پئدا ٿيڻ لازمي ڳالھ هئي.

سنڌ ۾ سياسي، سماجي، ليڊرن مان ڪامريڊ ئي صرف هڪ رهنما هيو، جنهن امير طبقي جي چنبي ۾ اچي ڪڏهن بہ عوام خلاف سازش نہ ڪئي. هميشہ ڏک ڏاکڙا تڪليفون سهندي بہ مظلوم عوام جو ساٿ ڏيندو رهيو؛ رهنمائن لاءِ هو هڪ مثال هيو.

کھڙيءَ به وڏي طاقت جي مقابلي ڪرڻ کان ڪڏهن به نه ڪيٻايائين. سندس شايع ٿيل ڪتاب اڄ به ان ڳالهه جي نشاندهي ڪري رهيا اهن.

**حاتم- ابن علوي**

مان ايئن چوندس ته هاڻي سنڌ ۾ حيدر بخش جتوئي جهڙو بهادر انسان نه آهي ۽ نه وري پيدا ٿيندو. جنهن سنڌ جي لکها مسڪين هارين جي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪئي. هن هميشه هارين جي لاءِ سمع روشن ڪئي. اڄڪلهه جو نئون نسل اهو سوچي نه ٿو سگهي ته جتوئي صاحب چاليهه سال اڳ واري دور ۾ جيڪو ڪيڏو نه ڪٺن ۽ مشڪل دور هيو، هارين جي بهتري لاءِ ڪم شروع ڪيو.

سنڌين جي اها خوش قسمتي آهي، جو سنڌ حيدر بخش جتوئي جهڙو انسان پيدا ڪيو.

جتوئي صاحب وڏو بيدار مغز، همت وارو، بهادر ماڻهو هيو. هن سنڌ جي لاءِ سوين لڙيون لڙيون ۽ انهن لڙاين سبب سندس صحت تي برو اثر پيو پر پاڻ تندرست هو يا بيمار، هميشه سنڌ جي خوشحاليءَ لاءِ ڪم ڪندو رهيو.

**محمد موسيٰ " شهيد"**

امر سنڌ جن عظيم انسانن کي جنم ڏنو. باباءِ سنڌ محترم حيدر بخش جتوئي انهن مان هڪ هيو. مرحوم هڪ سدا وٺندڙ انسان هو. اهڙو انسان جنهن جو جيترو احترام ڪجي اوترو گهٽ آهي. جنهن سان جيتري محبت ڪجي، اوتري گهٽ آهي. هو هڪ انسان هيو، هڪ اعليٰ انسان، هڪ مڪمل انسان، جنهن مظلومن ۽ مسڪينن جي ڏک ۽ سور کي هميشه پنهنجو ڏک سور سمجهيو. جنهن ڪمزور ۽ نحيف آواز کي هميشه بلند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ حق جي حمايت ۾ ڪنهن آزمائش جي پرواه نه ڪئي.

مرحوم اعليٰ صفات جو مالڪ هو. هو هڪ بهادر، جرئتمند، نڊر، بيباڪ، حق جي حمايت ۾ هر قرباني ڏيڻ جو جذبو رکندڙ ۽ سچو قوم پرست هو. پنهنجي ذات ۾ هڪ تحريڪ هو. سنڌ سان عشق هوس. حقيقت هيءَ آهي ته مرحوم سنڌ لاءِ زنده رهيو ۽ سنڌ لاءِ ئي جان ڏنائين.

**حاجي عبدالمجيد لغاري:**

هو سنڌ تي عاشق هيو ۽ هن کي جيجل ۽ امڙ جي الفاظن سان نوازيو. هن سنڌ جي هيري، قوم ۽ ملڪ لاءِ پنهنجي زندگيءَ وقف ڪري ڇڏي. هن جي انسان ذات سان ۽ سنڌ جي سرزمين ۽ ان جي باشندن سان ڏاڍي محبت هئي ۽ ان لاءِ عظيم قربانيون ڏنيون ۽ رات ڏينهن، چڱيلائي توڙي بيماريءَ ۾ سر زمين سنڌ ۽ منجهس رهندڙ هارين، مزدورن، شاگردن ۽ هر مظلوم جو اونو هوندو هوس، جنهن ڪري حڪومت جي ظالم سربراهن هن کي ڪڏهن به معاف نه ڪيو ۽ هن کي جيل ۾ موڪلي ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ بند ڪندا رهيا ۽ مٿس ظلم جا ٻهاڙ ٽوڙيندا رهيا.

هن عاشق سنڌ، سنڌ ۽ ان ۾ رهندڙ مظلومن جي ڪري خوشي سان جيل ڪاٽيا ۽ مالي ۽ جاني نقصان سٺا ۽ پنهنجي صحت قربان ڪري ڇڏي. اهڙين تڪليفن سهڻ جي باجود به باباءِ سنڌ حيدر بخش جتوئي اصولن تان هڪ تر به نه هٽيو.

**احمد خان جمالي**

جڏهن هن هلندڙ (1969) مارشل لا ۾ جتوئي کي ڪراچيءَ مان پوليس گرفتار ڪري نوابشاهه ٿاڻي تي آندو ته ان وقت رات جا 12 ٿيا هئا. جتوئي صاحب ڪمزور هيو، پر سچ پچ ته لاڪ اپ جي در تي پهچڻ سان جتوئي صاحب ڪلندي " جيئي سنڌ " چوڻ بعد اسان سيني سان اچي مليو ( ياد رهي ته هن ڪيس ۾ جتوئي صاحب، غلام محمد لغاري، سيد باقر شاهه ۽ پيا اسين نوابشاهه جا ساٿي هئاسين)

جتوئي صاحب جي منهن تي خوشي ۽ جوان مرديءَ جي رونق چانيل هئي ۽ تمام گهڻو خوش هيو.

انهي دوران هڪ ساٿيءَ چيو ته" چوڪرن کي ايئن نه ڪرڻ گهربو هو ۽ نعرانه نه هڻڻ کپن ها؟ ته ان تي جتوئي صاحب چيو ته" نواجوانن جو ڪجهه ڪيو آهي، اهو درست آهي. ۽ اسان کي ايئن نه چوڻ گهرجي باباءِ سنڌ بذات خود هڪ عظيم تحريڪ جو عظيم اڳواڻ ۽ رهبر هيو.

**غلام محمد جلباڻي**

هن مرد مجاهد پاڻ کي حقيقي معنيٰ ۾ سنڌ جو سپوت ثابت ڪري ڏيکاريو. ڪيس هميشه سنڌ ۽ سنڌين جي اڻ تڻ رهي. وادي سنڌ جي هن عظيم سپوت دنيوي عيش عشرت کي خير باد چئي، غريبن ۽ بيڪسن جي مدد لاءِ ريگذار سياسيت ۾ قدم رکيو. پنهنجي زبان ۽ قلم جي مدد سان سنڌ جي سياجهڙي ۽ اپوجهه عوام کي بيدار ڪندو هيو. سنڌ سان ٿيل ظلمن ۽ زيادتين لاءِ علم بغاوت بلند ڪيائين آخري وقت تائين پنهنجي موقف تي قائم رهيو.

جيتوڻيڪ ان حق ۽ سچ جي آواز اٿارڻ جي پاداش ۾ سندس ڪتاب ضبط ڪيا ويا. سندس زبان کي بند رکڻ لاءِ ڪيس جيل جي ڪارين ڪوٺڙين ۾ بند ڪيو ويو ساڻس غير انساني سلوڪ رکيو ويو جيڪو هن خلائي دور (Space Age) ۾ ڪنهن به طرح روانه آهي.

**محمد يوسف " رفيق" ميمڻ**

جتوئي صاحب ظالم کي ڳالهه منهن تي چوڻ وارو مڙس هئو. چاهي ان جو نتيجو ڪهڙو به نڪري. ڏاڍي ۽ جابر کان نه هيسجڻ وارو سنڌ جو بيباڪ سپاهيءَ نه رڳو سنڌ تي ٿيندر ظلم جي خلاف آواز اٿاريو پر دنيا جي پين خطن تي ٿيندڙ ظلم لاءِ پڻ تڙپندو رهيو.

سنڌڙي جي سينڌ کي اجڙڻ کان بچائڻ لاءِ جتوئي صاحب سر جي سودي کي سستو سمجهيو. پاڻ ڪڏهن چارڻ بنجي سنڌين جي دل جي سٽن هڻي. ڪڏهن راتو بتجي مومل لاءِ تڙپندو رهيو. ڪڏهن جام تماچي بنجي سنڌ جي عظمت بحال ڪرڻ لاءِ جاکوڙ

ڪيائين ڪڏهن جتوئي صاحب هوشوءَ جي للڪار بنجي دشمن جا هينئا ڏاريا.

حيدر بخش جتوئي جنهن کي جيلن جون سختيون ۽ مصيبتون ظالم جا زنجير، وقت جا جهولا ۽ انمول، دنيا جو حرص ۽ لالچ بہ پنهنجي مقصد تان هٽائي نہ سگهيا. پاڻ سنڌ لاءِ وقف ٿيل هئا.

**محترم بدر ابڙ جتوئي**

هڪ آزاد پکيءَ کي پڃري ۾ ڪٿي ٿو آرام اچي. ملازمت دوران ئي هن جا بہ شعر جا مجموعا شايع ٿيا، جن سان سنڌ حق ۽ آزادي نمايان هئي.

آخرڪار سنڌ جي مظلوم هاري طبقي جي بهتري ۽ بهبوديءَ لاءِ سرڪاري عهدو ڇڏي ميدان سياست ۾ قدم رکيائون ۽ پنهنجي پوري زندگي هن ستم رسيده ۽ ڌتاريل، ابوجهہ ۽ اڻ ڄاڻ هارين کي حقن وٺي ڏيڻ لاءِ وقف ڪري ڇڏيائين.

سندس پوري زندگي قيد بند جي صعوبتن ۾ گذري. ڪڏهن مچ مهمان تہ ڪڏهن ڪئمبلپور جي ڪوٽ ۾ تہ وري ڪڏهن لاهور جي لعل قلعي ۾ بند. ڪنهن بہ حڪومت هن مظلومن جي مددگار کي جيل کان ٻاهر نہ ڇڏيو. پوءِ چاهي کهڙي جي وزارت هجي يا قاضيءَ جي منسٽري.

اسڪندر مرزا جي شاهي هجي يا ايوب جي آمريت. نيڪن اصولن جو سودو! هن کي اها ماءُ نوني نہ ڏني هئي.

**حاجي خان سانگي"**

سندن طبيعت جو لاڙو ننڍپڻ کان ئي غريبن، هارين، مزدورن وغيره سان مدد ۽ معاونت ڪرڻ ڏانهن بلڪل گهڻو هوندو هو. لهذا سرڪاري ملازمت ۾ رهي مدد ڪرڻ ۾ قاصر ٿي رهيا. جو وقت جي قلت هڪ طرف ۽ گورنمينٽ جي ڊيوٽيءَ جا فرائض ٻئي طرف مانع محسوس ڪندي، ملازمت کي، هارين، مزدورن ۽ غريبن سان همدرديءَ ۽ مدد تان قربان ڪري ملازمت کي هميشہ خيرباد چيائون ۽ استعفا پيش ڪيائون.

محترم حيدر بخش جتوئي بلڪل بلند پائي جا شاعر، اديب ۽ عالم هئا. پنهنجي ڪلام جو شروعاتي مجموعو " تحفہ سنڌ " نالي ڪتاب ۾ شايع ڪرايو. جنهن ۾ دريا شاهہ، قمبر، مري، شڪوه، جهڙا عاليشان نظم آهن هن صاحب کي شعر تي پورو ملڪو حاصل هو. بلاغت، فصاحت ۽ جدت ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئا.

**ڊاڪٽر خالق جوڻيجو لکوي:**

سنڌ جو معمار ۽ قومي هيرو، غريبن ۽ مسڪينن جو همدرد، هو. هڏ ڏوکي ۽ حال پائي سنڌ جي صحيح معنيٰ ۾ قومي شاعر، اديب، مصنف، محقق، مفڪر، فلسفي ۽ دانشور بي لوث قومي خادم، سنڌي عوام ڪڙمين، هارين، نارين ۽ مزدورن ۽ محنت ڪشن جي حقن لاءِ لڙندڙ بهادر، بيباڪ سورمو، مجاهد اعظم هو. مرحوم، ومغفور حيدر بخش جتوئي صاحب فطري طور انقلابي خيالات جو حامل هو ۽ جيتريقدر اسانکي معلوم آهي سنڌ اندر مرحوم ئي پهريون شخص هو جنهن هن صوبي جي پست حال ۽ پسمانده هارين نارين، ڪڙمين ۽ مزدورن جي حقن لاءِ نعرو حق بلند ڪيو، جنهن جي نتيجي ۾ هو اڄ کان ڪئي سال اڳ پنهنجي سرڪاري ملازمت ۽ منصب تان سبڪدوش ٿي سنڌ جي غريب عوام ۽ محنت ڪش طبقہ جي فلاح، بهبودي ۽ ڀلائي لاءِ ميدان عمل ۾ نڪري نروار ٿيو. حقيقت هي آهي تہ جيتريقدر علم ادب ۽ شعر، شاعري جو تعلق آهي، جيڪي ماٺهو اڄ پاڻ کي ميان مٺو جوائي رهيا آهن، سي مرحوم جي پيرن مان اٿندڙ خاڪ برابر بہ نہ آهن پر جيئن تہ مرحوم ٿاڃي پيتي پٽ هيو ۽ سچو چند سنڌي هو تنهن ڪري زندگيءَ ۾ پر پاڻ ٻڌائڻ ۽ پاڻ وٺائڻ وارين خرفتن ۽ حرڪتن کان بالڪل بلند ۽ بالا رهي بي نام ونمود نهايت خاموشيءَ سان پنهنجي مقصد لاءِ لڙندو رهيو.

مرحوم جتوئي صاحب سان ڳالهائبو هيو تہ سندس گفتگو مان سچائي ۽ ايمانداري پيون بکنديون هيون، ائين محسوس ڪبو هو تہ گويا ڪنهن معصوم ابهم ٻار سان ڳالهائي رهيو آهي. سندس گفتگو تصنع لفاظي، منافقي جي آرائش کان بالڪل پاڪ ۽ صاف نظر ايندي هئي. سنڌ جي پسمانده ۽ بوڻتي پيل صوبي اندر اسان جي خيال موجب مرحوم جتوئي پهرئين ئي هستي هئي، جنهن عوام جي عظمت هاري، ناري ڪڙمي ڪاسبي، مزدور، محنت ڪش، جي بلندي جو نعرو هنيو ورنہ. ان کان اڳ اسان جي خطي اندر زميندار، سرمايہ دار ۽ نوڪر شاهي طبقي غريب عوام کي نيچ خلق سمجهي نهايت حقارت جي نگاه سان ڏسندو هو. جنهن مان ثابت آهي تہ مرحوم جتوئي هن برصغير اندر پهريون عوامي رهنما هيو. جنهن عوام ۾ پنهنجي حقن جي حفاظت جو جذبو ۽ شعور پيدا ڪرائي ڪيس ميدان عمل ۾ آندو، جنهن بعد سنڌ جي هيٺين طبقي ۾ پنهنجي وجود جو احساس پيدا ٿيو. جا ڳالهہ هن حقيقت جي نشاندهي ڪري رهي آهي تہ مرحوم حيدر بخش جتوئي سنڌ جي ڪنهن خاص طبقي جو رهنما نہ پر دراصل صحيح معنيٰ ۾ عوامي رهبر هو.

# سنڌ جي آجپي جي جدوجهد ۽ باباءِ سنڌ

محمد انس راڄپر

هن سڄيءَ ساريءَ خدا جي زمين تي رهي تہ خدا جي سموري خلق ٿي پر سموري خلق زمين جي نعمتن ۽ برڪتن مان فائدو وٺي نہ ٿي سگهي ڌرتيءَ جي نعمتن ۽ برڪتن جا مالڪ صرف اهي ٿي ٻٽجن ٿا جيڪي ڪنهن نموني زمين جي وڏن وڏن ٽڪرن ۽ جاگيرن جا مالڪ آهن. مذهبي پيشوائيت (ملائيت) جي ڳٺ جوڙ سان خلق خدا جيءَ کي اهو ٻڌايو ويو آهي تہ اهي سڀ فيصلا آسمان تي ٿيندا آهن جنهن کي مرضي پوي تہ آسمان وارو ان کي جاگيرن جو مالڪ بڻائي ڇڏي، جي مرضي پوي تہ ٽڪر ڳيي لاءِ سڪائي ماري.

پر ڪي اهڙا ماڻهو بہ پيدا ٿيندا رهيا آهن جي ابن ڏاڏن جي دين جا دشمن ڪافر عالمن ۽ بزرگن جا گستاخ سڏيا ويا حديث قران ۽ اسلام جا نافرمان سڏيا ويا. جن اڇي چيو تہ اهي فيصلا تقدير نہ ٿي ڪري، اهي فيصلا آسمان ۾ ڪو نہ ٿيندا آهن تہ هڪڙن جا ٻچا ٽڪر ڳيي لاءِ سڪن ۽ ٻين جا ٻار عياشيون ڪن، هڪڙن وٽ جاگيرون هجن تہ هڪڙن کي دفن ٿيڻ لاءِ قبر جو ٽڪرو بہ نہ ملي، اهڙن ماڻهن مان هڪ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي بہ هو جنهن سنڌ جي زميندارن، جاگيردارن کي للڪاريو پاڻ جتوٽيڪ هاري ڪو نہ هو پر هارين جي جدوجهد جي ڀرپور قيادت ڪيائين، هارين ۾ پنهنجي حقن ۽ آزادي، حوصلي ۽ زندگيءَ جي امنگ پيدا ڪيائين، هاري جيڪي امنگن ارمانن ۽ خواهشن کان عاري بي موت مئل هئا، جن جي پنهنجي زندگي تہ هئي ئي ڪانہ، اهي صرف زميندارن لاءِ جيئندا هئا ۽ انهن لاءِ ڪمائيندا هئا باباءِ سنڌ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جڏهن انهن بي موت مئل هارين ۾ زندگيءَ جي جوت جاڳائي تہ اهي اڏول ٿي پيا ڪامريڊ جو اهڙو لشڪر ٿي پيا جن جون صفون سيهي جي ديوار جيان هيون جن ۾ ڪڏهن بہ ڏار نہ پوندا آهن.

جيتوٽيڪ هاري ڪاميٽي جو بنياد سائين جي ايم سيد، عبدالقادر، ايم خان، ڇيٽ مل پرسرام، جمشيد مهتا، شيخ عبدالمجيد، قادر بخش نظاماڻي ۽ نور محمد پليجي جي ڪوشش سان 1930 ۾ پئجي چڪو هو پر ان ۾ اها جوت جاڳائڻ وارو ڪو ماڻهو اڃا ڪو نہ پيدا ٿيو هو جيڪو هاري ڪاميٽي کي

ڪامريڊ سائين ۽ رشتيدارن سان گڏ

هاري ڪاميٽيءَ جو بنياد وجهي چڪا هئاسون، پر ڪا بہ تحريڪ، پڪي پايي تي اڃي نہ ٿي سگهي جيستائين ان لاءِ مخلص ماڻهو پنهنجون زندگيون وقف نہ ڪن" سوهاري ڪاميٽيءَ کي ان لائق باباءِ سنڌ بڻايو، جو هاري ڪاميٽي سنڌ اندر هڪ مضبوط ۽ طاقتور موومينٽ جي شڪل اختيار ڪري ورتي. 1947ع ۾ سرهاري ڪانفرنس ۾ متفق طور اڌ ۽ٽئيءَ جي قرار داد منظور ڪئي وئي تہ سانگهڙ نوابشاهہ ۽ ٿر پارڪر جي علائقن ۾ هارين زميندارن کي اڌ ۽ٽيءَ کان مٿي ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ ڪيترين جڳهين تي تہ هارين پاڻ اٿي اڌ ۽ٽائي ڪئي جنهن سببان اتي زميندارن ۽ مقاطعي دارن هارين تي حملا ڪيا اهڙن ئي واقعن ۾ مائي بختاور بالاچ خان بروهي ۽ ڪيترا هاري شهيد ٿي ويا. 1945ع ۾ جيئن ئي حيدر بخش جتوئي هاري ڪاميٽيءَ ۾ گهڙيو تيئن ئي هاري ڪاميٽيءَ ۾ نئون جوش ۽ جذبو

**1947ع ۾ سرهاري ڪانفرنس ۾ متفق طور اڌ ۽ٽئيءَ جي قرار داد منظور ڪئي وئي تہ سانگهڙ نوابشاهہ ۽ ٿر پارڪر جي علائقن ۾ هارين زميندارن کي اڌ ٻٽيءَ کان مٿي ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ ڪيترين جڳهين تي تہ هارين پاڻ اٿي اڌ ٻٽائي ڪئي جنهن سببان تي زميندارن ۽ مقاطعي دارن هارين تي حملا ڪيا اهڙن ئي واقعن ۾ مائي بختاور بالاچ خان بروهي ۽ ڪيترا هاري شهيد ٿي ويا.**

زميندار لاءِ موت جو پروانو بڻائي سگهي، سائين جي ايم سيد جنب گذريم جن سين ۾ لکيو آهي تہ " دادا جيٺمل، شيخ عبدالمجيد، جمشيد مهتا سان گڏ اسان 1930ع ۾ سنڌ

**سنڌ جي قومي تحريڪ جي نعري جيئي سنڌ، جو تخليق ڪار ۽ ايجاد ڪندڙ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي آهي.**

جاڳي اٿيو 1945 ۽ 1946 جي عام چونڊن ۾ سنڌ جتوئي ذميندارن جو مقابلو ڪيو ۽ طبقاتي تضاد کي واضح ڪري ڇڏي.

1950ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جي هلندڙ اجلاس دوران سنڌ هاري ڪاميٽيءَ ڪراچي ۾ سنڌ اسيمبلي جي بلڊنگ جو گهيراءُ ڪيو ۽ مطالبو ڪيو ويو تہ سنڌ ٽيننسي ايڪٽ جيڪو اسيمبلي جي ايجنڊا تي آهي اهو منظور ڪيو وڃي. پوليس ۽ فوج اچڻ باوجود هاري ورڪرن نيٺ اسيمبلي کي مجبور ڪيو ۽ وزير اعليٰ مسٽر يوسف هارون ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ ۽ ٻين هاري ڳوٺن کي اندر اجلاس ۾ گهرايو۽ 3 اپريل 1953ع تي پهريون دفعو سنڌ ٽيننسي ايڪٽ منظور ڪرايو.

ٽيننسي ايڪٽ ڪانپوءِ 1954ع ۾ سنڌ جي اها زمين جا ڪوٽڙي بيراج جي علائقن ۾ ڪليم رکندڙن کي الاٽ ٿي رهي هئي ان جي خلاف نهايت اثرائتي تحريڪ هلائي وئي جنهن جي نتيجي ۾ هزارين بي زمين هارين کي زمين الاٽ ٿي هيءَ ڪاميابي بہ ڪا گهٽ ڪاميابي ڪانہ هئي.

اڄ اسان پنهنجي سامهون موجود سياسي پارٽين ۽ تنظيمن کي ڏسون ٿا تہ انهن جي وڏي وات دعوائن، بيانن، جو سٽڪو لڳو پيو آهي، پر ڪالا باغ ڊيم، چانوٽين، ڏارين جي آبادڪارين وغيره جهڙن ڪيترن مسئلن مان ڪو هڪ مسئلو بہ ڪنهن اثرائتي تحريڪ ذريعي حل نہ ڪرائي سگهيون آهن. پيوتہ نهيو پر روز روز سنڌي ملازمن کي نوڪرين مان تڙيون ٿو وڃي، ڪيترن سنڌي آفيسرن کي لاٿو ٿو وڃي پڳڙن مٿ جيترن پناهگيرن جي چوڻ تي سنڌ سڄي پرغمال ڪري انهن جي جهولي ۾ ڏني ٿي پئي وڃي پر اسان کا بہ اثرائتي مزاحمتي، قوت ٻڌجي انهن اڳيان رڪاوٽون وجهي نہ سگهيا آهيون. پر سنڌ هاري ڪاميٽيءَ پرپور قوت سان سنڌي نموني حڪومت سان مٿو ٽڪرائي رياستي ادارن جي قوت کي هر وقت موڙي ٿي ڇڏيو ۽ هارين جي قوت سان سنڌ جي هارين جي حق ۾ فيصلا ٿي ڪرايا.

ايوب جي مارشل لا جي زماني ۾ 1955ع ۾ جڏهن مغربي پاڪستان ۾ ون يونٽ قائم ڪيو ويو تڏهن بہ حيدر بخش جتوئي ون يونٽ جي مخالفت ۾ سڄي سنڌ ۾ تمام سخت احتجاجي جلوس ڪڍيا جلسا ڪرايا تقريرون ڪيون سوين ڪتاب ۽ پمفلٽ ڇپرائي ماڻهن ۾ ورهايا. ڪامريڊ مارچ کان آگسٽ 1969ع تائين سڄي سنڌ جو دورو ڪيو ۽ ان دوران جلسن جلوسن ۾ عوام ڪيس باباء سنڌ جو خطاب ڏنو، هن تحريڪ دوران ئي سنڌ جي وجود کي خطرن ۾ ڏسي ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي ٻين ڪوڙ سارن نعرن سان گڏ سنڌي قوم کي جيئي سنڌ جيئي سنڌ جو نعرو ڏنو، ان طرح اهو ياد رکڻ گهرجي تہ سنڌ جي قومي تحريڪ جي نعري جيئي سنڌ، جو تخليق ڪار ۽ ايجاد ڪندڙ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي آهي. هن سڄي عرصي ۾ باباء سنڌ سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جي هارين جي پرپور قوت سان رياست اڳيان ون يونٽ خلاف پنهنجو احتجاج رڪارڊ ڪرايو ۽ نيٺ ون يونٽ بہ ختم ٿيو.

1945ع حيدر بخش جي هاري ڪاميٽيءَ ۾ شموليت جي زماني کان وٺي سندن آخر عمر تائين جي هاري ڪاميٽي، سنڌي قوم جو اهڙو بچاءُ ڪيو ۽ سنڌ کي بچايو جو جيڪڏهن سنڌ هاري ڪاميٽيءَ ۽ ان جي حيدربخش جتوئي جهڙي قيادت نہ هجي ها تہ پاڪستان، سنڌي قوم تي جيڪو هڪ خطرناڪ وار هو، هڪ وڏو ڏک هو. ان کان سنڌ ڪڏهن بہ سلامت نہ رهي سگهي ها.

انگريز سامراج جي خلاف جڏهن سنڌ مان مسلمان توڙي هندن جي گڏيل مزاحمت تيز ٿيندي ٿي رهي ۽ سنڌين ۾ انگريزن جي خلاف نفرت جي باه جا شعلا ڀڙڪا ڪائيندا ٿي رهيا، تڏهن انگريز سامراج سنڌين کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ هيءَ حڪمت عملي جوڙي تہ سنڌين جي انگريز خلاف نفرت کي منظم شڪل وٺڻ نہ ڏني وڃي، ان لاءِ هنن سنڌين ۾ ڪن اهڙن تضادن کي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ جيئن انهن تضادن جي بنيادن تي سنڌين کي ويڙهائي ڊانگو ڪجي. انگريزن کي ان وقت هڪ شئي واضح ڏسڻ ۾ آئي تہ سنڌ جا مسلمان زراعت پيشہ آهن ۽ سنڌ جا هندو گهڻو ڪري تجارت ۽ واپار وڙي وارا ماڻهو آهن ان ئي سبب ان سنڌي مسلمان ڳوٺن ۾ رهندڙ هئا تہ سنڌي هندو شهرن ۾ رهندڙ انگريزن سنڌ جي انهن ٻنهي واضح طبقن کي هڪ پاسي مذهبي طور ويڙهايو تہ ٻئي پاسي طبقاتي طرح بہ انهن ۾ ويڇا پيدا ڪرڻ جي ڪوش ڪئي، ۽ هٽ وڻي پيسي وارن واڻين کي سنڌ جو زمينون ڏياريو ويون ۽ ان طرح ڪوڙ ساريون جاگيرون واڻين جي هٿ چڙهي ويون ۽ سنڌ جي مسلمانن کي تمام گهڻو پوئتي ڌڪي وجي ڪريل حالت تي پڄاياڻون. حرن جي بغاوت کي ڪچلڻ جي لاءِ پنجابي فوج جي هٿان مکي ٻيلي کي باهہ ڏيارياڻون جنهن ۾ هزارين مردن سان گڏ عورتون ۽ ٻار بہ سڙي رک ٿي ويا انگريز سرڪار مکي ٻيلي جي پنج لک ايڪڙ ايراضي پنجابي فوجين کي تحفي ۾ الاٽ ڪري ڇڏي، ان طرح جي هزارين واقعن ذريعي سنڌي قوم کي چوڪنيو بڌي ڇڏيو ويو. ان صورتحال ۾ جڏهن پاڪستان نهي تيار ٿيوتہ ان وقت چڻ پاڪستان جي ناهيندڙن جا وراثي نيارا ٿي ويا يا اجان بہ هيئن ڪٽي چئجي تہ سنڌ جي غيرت مند عوام جي انگريز دشمن بغاوتن

کي ڪچلڻ جي عيوض پنجابي فوج ۽ پاڪستان جي پنجاب نواز تخليڪارن جي اڳيان باغي سنڌي قوم کي چوڪنيو هڏي ائين ورهائي وئي، ان طرح ڪوٽڙي بئراج جي ڪمانڊ ايريا جي يارنهن لک ايڪڙ زمين منجهان 450000 ايڪڙ زمين پنجابين پٺاڻن



باباءِ سنڌ جبل مان آزاد ٿيڻ تي، حيدرآباد ۾ آجيان (آگسٽ 1962ع)

تحفي ۾ ڏنو ويو جيئن مکي ٻيلي جون زمينون انهن کي تحفي ۾ الاٽ ڪيون ويون، ته هاٿي هي ڪٽيل ماريل اڌ مٺا ٻٽايل سنڌي، جن جا سمورا وسيلا ۽ خزانا توهان جي حوالي آهن توهان انهن کي خوب لٽيو ڦريو ۽ پيليو. پوءِ ڇا ڪيو ويو گڊو بئراج ۽ ڪوٽڙي بئراج جي ڪمانڊ ايريا ۾ لکين ايڪر زمينون پنجابين ۽ مهاجرن ۾ ورهايون ويون سنڌ کي مال غنيمت سمجهي لٽيائون ڪنهن پريل شڪار وانگر سنڌ کي ٻوٽيون ٻوٽيون ڪري ڪاڊائون انگ اکرن مطابق گڊو بئراج جي ڪمانڊ ايريا ۾ ڊفينس فورس اسڪيم هيٺ 87.30 ايڪڙ زمين الاٽ ڪئي وئي، اسلام آباد جي متاثرين کي 15.867 ايڪڙ منگلا ڊيم جي متاثر ماڻهن کي 46.900 ايڪڙ فوجي رواردا اسڪيم هيٺ 31.500 ايڪڙ، فوجي فائونڊيشن اسڪيم هيٺ 9.900 ايڪڙ، نيلا هيٺ 44.744 ايڪڙ ۽ انعام جي طور 12.217 ايڪڙ زمين پنجابي جرنلن چوڌرين ۽ رٽائر آفيسرن ۾ ۽ ڪجهه بنگالين ۽ بلوچن ۾ تقسيم ڪئي وئي. 107000 ايڪڙ پنجابين کي 34500 ايڪڙ زمين پٺاڻن کي نيلام اسڪيم جي تحت ڏني وئي جڏهن ته 1968ع ۾ سنڌي ڪاتيدارن کي الاٽ ڪيل ڏيڍ لک ايڪڙ زمين مختلف قانوني جواز پيدا ڪري ان مان ستر فيصد زمين غير سنڌين کي الاٽ ڪئي وئي. انڪان علاوه ڪليمن جي ذريعي هندن جو ن زمينون ۽ ملڪيتون جن ۾ گهٽيون ته سنڌي مسلمانن جون هيون جيڪي هندن وٽ قرض ۾ گروي رکيل هيون اهي هندستان کان آيل پناهگيرن ۾ ورهايون ويون انگ اکرن مطابق ضلع خيرپور ۾ 29395 ايڪڙ ۽ دادوءَ ۾ 54194 ايڪڙ زمين پناهگيرن۾ تقسيم ڪئي وئي، ۽ اهي ڪليم لاهور ۾ هڪ ڪاغذي قسم نامو پري ڏيڍ سان ثابت ٿي ويندا هئا ۽ پناهگير سنڌ ۾ زمين جا مالڪ بڻجي ويندا هئا.

سنڌي قوم جي اڌ مئي لاش کي ڳجهين جيان پٽڻ واري پنجاب (پاڪستان) جي ان سچي ساري اسلامي فرض ۽ جهاد جي دور ۾ جيڪڏهن سنڌ هاري ڪاميٽي ميدان ۾ لٿل نه هجي ها ۽ سنڌ جي هارين کي زمين جي الاٽمينٽ ڊپارٽ لاءِ هاري ڪاميٽيءَ جي زوردار جدوجهد نه هجي ها ته سنڌ جي سر زمين کي پنجابي ڳجهون ائين پٽي ڪائي ڇڏين ها جو ان جو هڏائون پيجرو به باقي نه بچي ها جنهن ڏانهن آڱر ڪٽي اشارو ڪجي ها ته هي آهي سنڌ جو پنجاب ۽ پاڪستان واتان ڪاڏل هڏائون پيجرو. ون يونٽ جي مخالفت واري تحريڪ۾ ايوب شاهي ڪامريڊ کي جيلن۾ بند رکيو، ۽ قاضي فيض محمد عوامي ليگ ۾ وڃي شامل ٿيو، جڏهن ته ڪامريڊ غلام محمد لغاري نيپ ۾ وڃي پهتو باقي قيادت گهٽو فعال نه هئڻ ڪري 60 کان 70 واري ڏهاڪي جي پونين سالن ۾ سنڌ هاري ڪاميٽي پنهنجي پهرين سياسي حيثيت ۽ قوت وڃائي ويٺي 21 مئي 1970ع تي ڪامريڊ حيدربخش جتوئي به موڪلاڻي ڪري ويو، جنهن ڪانپوءِ جڻ سنڌ نڌڪي تي پئي هجي، واقعو جڻ سنڌي قوم جي سياسي قوت جي موت برابر هو. هن ئي وقت کان پوءِ جهڙوڪ تاريخ جو هڪ نئون موڙ شروع ٿئي ٿو.

سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جهڙي پارٽي ۽ حيدربخش جهڙي عظيم قيادت کان جڏهن سنڌ جو هاري ۽ پورهيت طبقو جيڪو سنڌ هاري ڪاميٽي جي نتيجي ۾ تمام گهٽو سجاڳ ٿي چڪو هو، محروم ٿيو ۽ انهن ۾ اجان سياسي سجاڳي مات نه ٿي هئي اهي نئون پليٽ فارم ۽ نيون راهون ۽ ڪا نئين قيادت ڳولهي رهيا هئا. تڏهن ذوالفقار علي ڀٽو ايوبي آمريت جي نوڪري ڇڏي اچي سنڌ جي پورهيت عوام ۾ ڪڙڪيو، جنهن حيدربخش جتوئي جي تيار ڪيل سچي ماحول ۽ سياسي سجاڳيءَ جو جائزو ورتو، پورهيت طبقي جي رجحان ۽ پسند وارو "اٽي، لٽي ۽ اجهي" جو نعرو هٽي حيدر

بخش جتوئي، جو سچو تيار ڪيل سياسي ميدان ڪني ورتو ۽ پوءِ ان سچي عوامي سياسي قوت کي پنجابي آقا وٽ ڪيش ڪرائي پاڪستان جي اقتدار تي براجمان ٿيو. ملڪ جي سچي ميڊيا ٽي وي، ريڊيو اخبارون وغيره جهڙن ميڊيا جي سيني ذريعن، عوام جي حمايت ۽ پنجابي آقا جي دوستي سبب پٽي کي زمين تان ڪٽي آسمان تي پهچايو. حيدر بخش جتوئي جو سچو پورهيو، محنت ۽ جدوجهد پٽي جي ڪاتي ۾ اچي چڙهي وئي، حيدر بخش جتوئي جنهن هارين جي مفادن جي تحفظ خاطر پرماري طبقن پنجابين پناهگيرن فوجي بيوروڪريٽن زميندارن ۽ جاگيردارن سان ڦٽايو هو، ان کي ميڊيا جي ايتري پٽ پرائي ته ڪانه هئي جو عوام اهو ڏسي سگهي ته هن سچي سياسي سجاڳي ۽ سياسي قوت جو ڪريڊيٽ حيدر بخش جتوئي کي ملڻ گهرجي، عوام کي ته ميڊيا تي ڪوڙا نعرا هٿائيندي پٽو ڏيکاريو ويو هو پر اسان جي دانشورن کي الائي ڪهڙو رومال سونگهايو ويو جو انهن به هنبوچيون هڻڻ شروع ڪيون ته سنڌ ۾ هن سچي سياسي جاڳيءَ جو پيدا ڪندڙ ذوالفقار علي پٽو هو، ذوالفقار علي پٽي جي دور حڪومت ۾ جيڪڏهن ڪي اهڙا سٺا ڪم ٿيا به هوندا ته اهي به ان سياسي سجاڳيءَ کان مجبور ٿي ڪيا ويا هوندا جيڪا سجاڳي هاري ڪاميٽيءَ جي جدوجهد جو نتيجو هئي.

حيدر بخش جتوئي جي جيڪا سياسي سجاڳي آندل هئي ان پرپور نموني پٽي کي قوت مهيا ڪئي پر پٽو صاحب ان سياسي قوت جي بنياد تي ڪنهن وڏي جدوجهد ذريعي سنڌ لاءِ سنڌ جي هاري پورهيت لاءِ ڪن وڏن انقلابي سڌارن حاصل ڪرڻ ڏانهن وک وڌائڻ بجاءِ ان سياسي قوت جي بدلي صرف اقتدار حاصل ڪيو ۽ ان طرح اها سنڌ جي سياسي قوت صرف اقتدار جي بدلي ۾ کپائي وئي. ساڳي طرح اسي واري ڏهاڪي ۾ ضياڻي آمريت خلاف عوام جي شديد غم غصي ڪاوڙ ۽ ايار کي بينظير پٽي ڪيش ڪرايو ان دور جي عوامي سياسي قوت کي ڪنهن انقلابي جدوجهد ۾ ڪتب آڻڻ بجاءِ پيپلز پارٽي بينظير جي قيادت ۾ اقتدار جي عيوض ۾ کپايو.

ان ڪان پوءِ سنڌ قومي اتحاد جڏهن ٺهيو، ان کي عوام پرپور سياسي قوت مهيا ڪئي، تمام وڏو مينڊيٽ ۽ حمايت ملي، ته ان کي به ڪنهن تحريڪ ۾ ڪتب آڻڻ بجاءِ گروهي ۽ شخصي مفادن جي قربان گاهه ۾ ذبح ڪيو ويو.

بس صرف سنڌ هاري ڪاميٽي ئي هئي جنهن هارين جي سياسي سجاڳي کي هارين ۽ پورهيتن جي مسئلن ۽ سنڌ جي مفاد ۾ ڪتب آندو انڪان پوءِ رڳو سياسي ويساهه گهاتيون ڪيون ويون ٻيو ڪجهه نه ٿيو.

سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جي ٻوٽي پوڻ ڪان پوءِ 1968ع ۾ ئي اهو ٿيو جو هاري ڪاميٽي جي جدوجهد سان گڏو ۽ ڪوٽڙي بئراجن جي ڪمانڊ ايريا ۾ سنڌين کي الاٽ ٿيل لکين ايڪڙ زمينون مختلف قانوني جواز ٻڌائي ٻيهر غير سنڌين کي الاٽ ڪيون ويون. پٽي جي ٺالي ماتر زرعي اصلاحن جن ۾ زمين جي حد مليڪت 150 ايڪڙ نهري ۽ 300 ايڪڙ مينهوڪي واري قرار ڏنو ويو پر جعلي ۽ ڪوڙن ٺالن ذريعي ساڳي زمين وڏيرن ۽ جاگيردارن پاڻ وٽ رکي ۽ غريب هاري پوءِ به بي زمين رهيو خود پٽي به پنهنجي زمين ان طرح پاڻ وٽ محفوظ رکي، هاري ڪاميٽي هجي ها ته اهوٽيڻ قطعي ڪو نه ڏئي ها، بچيل سرڪاري زمينون هاٿي تائين پٽي ڪان بينظير ۽ نواز شريف تائين سياسي وابستگين جي جي بنياد تي وڏيرن کي ڏنيون ٿيون وڃن ۽ ٻيا ڪوڙ سنڌ دشمن منصوبا عمل ۾ آندا ويا، پنو عاقل فوجي ڇانوڻي ٺهي هزارين ايڪڙ زمين ان جي احاطي ۾ آئي، ڪوڙ ماڻهو بي زمين ۽ بي گهر ٿيا ان لاءِ پي پيءَ توڙي ٻين پارٽين وٽ زبردست عوامي قوت هوندي ڪو رد عمل سامهون نه آيو، ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد ۾ سنڌين جو قتل عام ڪيو ويو ڪيترائي سنڌي پنهنجي ملڪيتن ۽ پراپرٽين کان محروم ٿي ڪيمپن ۾ رهڻ تي مجبور ٿيا، پاڪستان جي ڪنهن به صوبي ۾ سنڌ ڪان سواءِ ملازمن کي سياسي انتقام جو نشانو بڻائي ڪڍڻ جي روايت ڪانهي پر سنڌ ۾ هر ايندڙ حڪومت هزارين سنڌي ملازمن کي نوڪرين مان ڪڍي ٻاهر ڦٽو ڪيو ڇڏي، پر رد عمل ٽڪي برابر به ڪو نه ٿئي ڪراچيءَ ۾ ڪيترن سنڌي ڳوٺن کي بلڊوز ڪيو ويو ۽ اجان الائي ڪيترن جي لاءِ اهڙيون ڪارروايون ٿيڻيون آهن. ڪيترا ڳوٺ بنيادي انساني حقن ڪان محروم آهن پر انهن لاءِ ڪجهه ڪرڻ وارو ڪو به ڪونهي.

R.B.O.D جي اسڪيم تحت سنڌ کي سم ۽ زهريلي پاڻي سان تباهه ڪرڻ واري منصوبي تي عمل ٿي رهيو آهي سنڌو دريا جو پاڻي 1991ع جي ٺاهه تحت سنڌ ڪان ڦريو ويو آهي، مٿان وري ڪالا باغ جهڙو سنڌ دشمن منصوبو جڙي رهيو آهي ۽ ٻيا الائي ڪيترا سوين هزارين سنڌ جا مسئلا آهن پر ڪو به رد عمل ڪنهن به سياسي پارٽيءَ طرفان سامهون ڪو نه پيو اچي، پو پوءِ به سنڌ جي واحد نمائنده پارٽي هجڻ جي دعوا PPP جي به آهي ته مسلم ليگ جي به آهي ته قومپرستن جي به آهي، ڪڪ پيچي پيٽو ڪرڻ ڪنهن ڪان به ڪو نه ٿو پڇي باقي اقتدار حاصل ڪرڻ لاءِ سڀ آتا آهن.

بس سلام تا ڪيون باباءِ سنڌ حيدر بخش جتوئي کي جنهن ڪرسي ڇڏي هارين سان گڏ پٽ تي ويهڻ قبوليو سلام تا ڪيون سنڌ هاري ڪميٽي جي عظيم هاري ورڪرن ۽ اڳواڻن کي جن ذاتي مفادن کي ڇڏي اجتماعي قومي مفادن لاءِ سر ڌڙ جي بازي لڳائي. سنڌ ۽ سنڌي قوم جي حياتي جا ڏينهن وڌايا. هاڻي صرف اميد، حسرت ۽ دعا ئي باقي بچي آهي جيڪا سنڌ جي مستقبل لاءِ آهي ته شل سنڌ مٿان ٿيندڙ تيز حملن کي روڪڻ لاءِ وري ڪو ٻارڻ ٻري ڪا قيادت اچي جيڪا ويساهه وسوڙل قوم ۾ وري ويساهه پيدا ڪري، ڪا نئين جوت جاڳائي.

■■■

# قرب جا چار ڏينهن

قاضي فيض محمد



دنيا عجيب آهي.

ڪڏهن ڳاڙهو گهوٽ. ڪڏهن مڙهہ مقام ۾. واريءَ سندو ڪوٽ. تون اڏي اڏيندين ڪيترو.

جيڙا جيڙن سان نهن. ٿهلن ڪلن ملي ويچارا ويا. وري نہ ايندا.

جڏهن دوست. عزيز. رفيق جي جيئدا آهن. تن جي جدا هوندي جدائي محسوس ڪانہ ٿئي. حاڪاڻ تہ اوسيڙو اميد دل ۾ رهي ٿي تہ اڄ نہ سڀاڻي ڪٿي نہ ڪٿي ملنداسين. مگر جي اصل لاءِ وڇن تن جي تات ماريو ڇڏي. ڪئين يادگيريون. ڪئين پور اچي پاسو ۽ واسو ڪن. ويتر جي عمر وڌي ٿي وڃي. بس پوءِ تہ پراڻا داستان. پراڻا همينہ وڇڙيل دوست. عزيز رفيق قطارون ڪيوچيو بيهن. پنهنجي حالت اها جيڪي ويا سي سورن ڪان بچيا. جيڪي رهيا تن تي سيني جا سور هجوم ڪيو ڳجهن وانگر اچيو ڪڙڪن. رفيق حيدر بخش هڪ موتي هئو. مٿيو. هئو جواهر هئو. ١٩٣٣ع - ١٩٣٤ع ڌاري ساڻس واقفيت ٿي. هڪ ڏينهن مرحوم مسلم هاسٽل ڪراچيءَ ۾ اڪيلو گهمندو ڏٺم. مان تڏهن پڙهندو هوس. روح روحن کي پيا ڳولن. مونکي ڇڪ ٿي. جوڪرا تہ پيا بہ گهٽا هوا. ڏانهس لڙي ويس. پڌايائين تہ حيدر بخش آهيان. نالي مان تہ اڳئي واقفيت هئي. سڀي هاسٽل گهمائي مانس. بورچيخانو وغيره. سمجهيم درد دل رکندڙ ماڻهو آهي. تڏهن تہ ٻچن کي ڏسڻ آيو ۽ سندن کائڻ پيئڻ ۽ رهڻ کهڻ جي سنڀال لڌائين.

وري ١٩٤٤ع ١٩٤٥ع ڌاري ملياسي جڏهن نوڪري ڇڏي، اچي اسان سان هاري ڪاميٽيءَ ۾ شامل ٿيو. پوءِ تہ اڄ ڏينهن تائين رفاقت رهي. شڪر ٿيو جو سندس آخري مسافريءَ ۾ بہ سندس شريڪ ٿياسي.

ڳالهيو تہ گهٽيون آهن. گهڙيون بہ گهٽيون آهن. جڏهن گڏ هئاسي. پر ڏکن ۽ ڏولاون واري سنگت گهڻي ياد ايندي آهي. ون يونٽ جا اڃان سانباها هئا. کهڙي صاحب وڏي وزير ٿيڻ سان ١٩٥٤ جي نومبر مهني ڌاري جي. ايم. سيد کي جيل اماڻيو. ٿورن ڏينهن گذرڻ بعد اسان ون يونٽ جي خلاف تحريڪ جو ڪافلو ڪاهي وڃي لاڙڪاڻي پهتاسي. کهڙي صاحب مونکي جيل ۾ بند ڪرايو. ڇئن پنجن ڏينهن گذرڻ بعد جمال الدين بخاري بہ اچي سکر جيل ۾ گڏ ٿيو. هو آزاد ٿي ويو. آءٌ اڪيلو جيل ۾ هوس "جنسار" لکي بس ڪيم. رات جو ريڊيو تي ٻڌم تہ رفيق حيدر بخش کي قيد ڪيو اٿن. سمجهيم تہ هڪ ٻيو همراه چاڻ سکر پهتو. بس صبح ٿي برداشتي يعني هڪ اخلاقي جيلي تنهن کي لوهي ٽرنڪ مٿي تي بسترو ڪڇ ۾ آهي ۽ پوئيان ڪامريڊ ڪلندو پيو اچي. پاڪر پائي وڇڙيلن پائن وانگر ملياسي. رات ٿي. ڌار ڌار ڪوٺين ۾ واڙي ڪلف ڏئي بند ڪري ڇڏيائون. سڀي بئرڪ ۾ جنهن کي چوڌاري ڪوٽ هئو. چڙا بہ چٽا هواسي. ساجهر پوري ويا. پلا ننڊ ڪانہ اچي.

درن جي شيخن سان منهن ملائي بيناسي. هڪبئي کي ڏسون ڪونہ پيا پر ڪچهري ڪئي سي.

مان جيل ۾ ٽن چئن مهنن کان رهيل هوس تنهنڪري گهر ڪري ويو هوس ڊاڪٽر ياتئا صاحب ۽ پيا دوست هوا. پاهران بہ چڱو مال ميوڙ ايندو هئو. ڊاڪٽر صاحب جي مهرباني سان ڪير اٽڪل سير. بيدن جا ڊزن مون وٽ پيل هوندا هوا. پستا بادام ٻيو ڪڇو ميوو، پيسٽريون بسڪٽ. چاهہ مطلب تہ گهڻوڪجهہ هوندو هو ادو شمس الدين شاهہ وڪيل سو پاهر هئو پر ماني مڙسان مڙسيءَ همٿ سان چڱي چوڪي بہ ويلا پهچائيندو هئو.

خير ڪامريڊ اڃان سمهيو پيو هئو. مان جيل ۾ پنهنجي رب کي گهڻو ياد ڪندو آهيان. پنج لڳا رب جي حاضري پوري ڪري پيٽ جي حاضري کي لڳي ويس. پلا ههڙو مهمان مٽڙو حيدر بخش اچي وڃي سو بس توسٽ سيڪيم، پچايم، تريم. مٿا ڦڪا بيدن جا بہ ٽي قسم ٺاهيم. باقائدي ٽيبل لڳايم ڪرسيون رکيم ڪامريڊ! ڪامريڊ. ڪري سڏ ڪيم. مگر جواب ڪونہ آيو سمجهيم همراه ٿڪل آهي ننڊ اچي وئي اٿس ايتري ۾ پهريدار آيو اچي ڪلف ۽ ڪڙا لاٿائين. سڏ ڪيم جواب مليو "ڪامريڊ اڃان ٿو" همراه اچي ويو. "ڪامريڊ هي ڇا آهي" چيائين "ڪامريڊ هيءَ تنهنجي ڀهرين مهماني آهي" مان چيو. ڏاڍو کلڻيائين چيائين "ڪامريڊ اهڙو تہ گهر ۾ بہ ناشتو ڪونہ ملندو آهي" بہ ٽي مهينا گڏ گذارياسي. سڄو وقت چرچا ڪندا هواسي لکندا هواسي. شام جو منهنجي ڪوليءَ ۾ ويٺو هئو. دريا جي ڌڙڪڻ ۽ ڌڌڪن جو آواز ڪنن تي پوڻ لڳو. اڪيلي رات سنڌونديءَ جي ڌڌڪن جو آواز منهنجو ساٿي هوندو هئو. اداس ٿي ڪامريڊ چوڻ لڳو "ڪامريڊ هن اونداهي ملڪ ۾ اسان جو ڪو قدر ڪونہ ٿيو ٻئي ڪنهن ملڪ ۾ هجون ها.."

اڃان ڪجهہ وڌيڪ چوڻ وارو هئو تہ مان واڪو ڪري وچ ۾ پئي چيم. "ٻئي ملڪ ۾ جهڙا اسان جا ڪم آهن تہ ڦاهيءَ تي هجون ها. شاباس آهي هنن حرام زادن کي جن صرف جيل ۾ رکيو آهي" بس پوءِ تہ ڪل

۾ ٻڌي وياسي، بس ائين وقت گذري ويو. جيل مان هاءِ ڪورٽ ۾ پٽيشنون موڪليونسي. مان پٽيشن اڳ موڪلي هئي تنهنڪري مونکي ڪامريڊ جي جدائي سهڻي پئي. مونکي ڪراچي جيل ۾ روانو ڪري ڇڏيائون. اتي ويچارو نارائڻ بيچر فرسٽ ڪلاس قيدي هئو. گهڻا ٻيا دوست ۽ ڪامريڊ جيل ۾ هوا. اتي اٽڪل ۴۰ يا ۶۰ ڄڻا هواسي. رات جو اسان جون ڪوليون بند ڪندا هوا پوءِ بيچر ويچارو چانهه جون ڪيتليون ناهي، هلندو هئو "گرم چانهه! گرم چانهه" پوءِ شيخن ۾ ڪيتلي جو ٽوٽاري لنگهائي اندر ڪندو هئو ۽ اسين گلاس جهلي چانهه وٺندا هواسي آخر ڪامريڊ حيدر بخش به اچي اتي پهتو، مان آزاد ٿي ويس. جج ويلاني ۽ محمد بخش هوا. ڪامريڊ جي پٽيشن پٽي ذوالفقار علي ۽ مان هلائي، پاڻ به آزاد ٿيو.

مونکي سانگڙ مان کهڙي ڪٽايو، ڪراچي پهتس ڪامريڊ به آيو، پريس ڪانفرنس ڪئي سين. گڏ هڪ ڪمري ۾ ڪشمير هوٽل ۾ رهندا هواسي. مان ان وقت عوامي ليگ ۾ هوس. پنجابي عوامي ليگي دوست به گڏ هوا. هڪ ڏينهن ڪامريڊ چرچو ڪيو. "يار نور جهان جو گانو ٻڌجي. بس انهيءَ جو هڙ ۽ اسان کي ڏئي ڇڏن ته پوءِ ڪٽي بس ڪيون، پوءِ ته ٺهڪن جو ڦهڪو ٿي ويو. ڪلندي ڏينهن گذرندا رهيا.

ڪامريڊ جي هڪ ڳالهه هجي، ٻه ڳالهيون هجن ته ڪٽي پوريون ڪجن، سچا ۲۵ سال رفاقت هئي. حيدر بخش دل تي هاجو ڪري ويو، جدائي جا ڏک سور ڏئي ويو، بس اهي پور ۽ سندس امڙ سنڌ اکين اڳيان آهي. حيدر بخش هونئين ته سيڪجهه هئو پر سنڌ سان جيڪا حيدر بخش کي محبت هئي، تنهن جو ذڪر ڪرڻ محال آهي. سنڌ جو سچو عاشق هئو. ڇاڻ اسان جا به وڃڻ وارا ڏينهن آيا، مگر جيستائين حياتي آهي،حيدر بخش جي جدائي جو داغ هڪ چمڪندڙ زخم رهندو.



## باباءِ سنڌ حيدر بخش جتوئي

**محمد اسماعيل لغاري (مسڻ وڏي)**

باباءِ سنڌ هو حيدر بخش جتوئي،
سچو سنڌ جو هيرو هو هڪ اهو ئي،
تڏهن ڪال ڪوئين ۾ هي هيڪلوئي،
نه ٿيو خلق خادم جهڙس ڪوجتوئي،
پلي پيو سڏائي پنهنجو پاڻ ڪوئي!
باباءِ سنڌ هو حيدر بخش جتوئي!
دلي درد دائم تنهن دلدار حيدر،
ڪيا ڪل ڪرمي هن بيدار حيدر،
ڪيا هر هاري هن حقدار حيدر،
نه ٿيو هي ڪڏهن يار غدار حيدر،
ڪئي قربان ڪامريڊ حياتي سڀوئي!
باباءِ سنڌ هو حيدر بخش جتوئي!
جيئي سنڌ نعرو ٿي هن ئي هڻايو،
ون يونٽ جو لاشو ٿي هن ئي ڪٽايو،
وطن جو نظارو ٿي هن ئي وڻايو،
گهڻو گهٽگهرو هو هي حيدر هڪوئي!
باباءِ سنڌ هو حيدر بخش جتوئي!
صوبن جا جدا رنگ ڪرائي ويو،
جيجل لئه رنگ جوٽي بچائي ويو،
چئي اسماعيل اسان لئه رنگي رنگ رچائي ويو،
نيهي نيت اهو ننگ نڀائي ويو،
هاٿي ياد هميشه رهندو يار سوئي!
باباءِ سنڌ هو حيدر بخش جتوئي!

## باباءِ سنڌ حيدر بخش جتوئي!

**سنتاٽي موهن لعل "ناچيز"**

سنڌڙي تي توکي پڪاري، حيدر ڪٿي حيدر ڪٿي،
حيدر کي تون ياد ڪر، حيدر هتي حيدر هتي،
سنڌ ۾ تنهنجو زنده نام
توتان هر سنڌي قربان
چا ڪندا توکي سروان
سنڌڙي ڏيندن گهڻا جام
چير تون مزور، هاريءَ جي دل
دليون ٿيون چون حيدر هتي حيدر هتي
سنڌڙي ٿي......................
تون وئين سنڌڙي کي اڪيلو ڇڏي
سومري ۽ ٻين پرستارن کي ڇڏي
هارين غريبن ۽ پورهيت کي ڇڏي
شاگرد، قوم پرست ۽ سنڌين کي ڇڏي
اڳهي ڏس تون پورهتين جو پگهر
پسينو ٿو چوي حيدر هتي حيدر هتي
سنڌڙي ٿي......................
نصيب اچ ڪنهن جا ڪليا
ڳوٺ بکي ديري جا ڪليا
تعلقي ڏوڪري جا ڪليا
ضلع لاڙڪاڻي جا ڪليا
کولي ڏس تون غلام شاه جو در
ڪلهوڙو چئي حيدر هتي حيدر هتي
سنڌڙي ٿي......................



ڪامريڊ جو آخري ديدار

# مٿي ٿر رهي

**جي.ايم سيد**



حيدر بخش جتوئي جي ايم سيد، شيخ عبدالمجيد سنڌي، خان غفار خان، عبدالصمد اڇڪزئي ۽ ٻيا

**معزز حضرات!**

جيئي سنڌ.

اسان هن وقت مرحوم حيدر بخش جتوئي جي ٻي ورسي ملهائي رهيا آهيون. مرحوم جي زندگي ۽ ان جي جدوجهد جي باري ۾ ڪافي مقررن پنهنجا خيال ظاهر ڪيا آهن. مرحوم جي سڄي زندگي سنڌ جي سياسي اقتصاديَ ۽ ثقافتي آزادي لاءِ لڙائي ڪندي گذري آهي. انهي ڪري مان ٻہ ضروري ٿو سمجهان تہ سنڌ جي مسئلن تي ڪجهہ روشني وجهان جنهن لاءِ مرحوم جتوئي پنهنجي سڄي زندگي وقف ڪئي. جتوئي صاحب سنڌ لاءِ ڪتاب ڇپايا هئا انهن جي وري ڇپائڻ جو بہ پروگرام آهي. مرحوم جا سيئي ڪتاب نثر ۽ نظم ۾ مون وٽ موجود آهن.

دوستو، سنڌ هن ڪان اڳ اهڙا ڏکيا ڏينهن ڪڏهن بہ نہ ڏٺا هئا. هن وقت سنڌ ۾ هڪڙي پاسي ڪراچي ڪان ڪوٽڙي تائين مهاجرستان قائم ڪرڻ جي سازش ڪئي وڃي ٿي تہ ٻئي پاسي وري سنڌي زبان کي پنهنجو جائز حق نہ ڏئي سنڌ جي قومي ۽ ثقافتي حيثيت ختم ڪئي پئي وڃي. ڪنهن قوم جي ٺهڻ لاءِ هيٺين ڳالهين جي ضرورت هوندي اُهي. زبان، جاگرافيائي مشترڪ تاريخ، ساڳي ثقافت ۽ ساڳيا اُقتصادي مفاد. هاڻي اوهان ڏسندا تہ ان معيار تي، جنهن کي سڄي دنيا تسليم ڪري چڪي آهي ۽ اقوام متحده ۾ بہ هر نئين قوم کي داخل ڪرڻ کان اڳ ڏٺو ويندو آهي تہ مٿيون خاصيتون ان قومَ ۾ آهن يا نہ. سنڌي هڪ مستقل قوم آهن. سنڌ صدين کان هڪ جدا ملڪ رهيو آهي، اڃان بہ آهي ۽ قيامت تائين رهندي. انهي ڪري اسان سنڌ جا رهواسي هڪ قوم آهيون. هي اسان جو پهريون ۽ بنيادي اصول آهي تہ سنڌ هڪ ملڪ اهي ۽ سنڌي هڪ قوم آهن. جيڪي بہ رجعت پسند قوتون ان اصول کي نٿيون مڃن، اهي

**سياسي ميدان تي اسان کنهن بہ ان فلسفي کي قبول نہ ڪنداسين جيڪو انڪار وطن جي نظريہ تي ٻڌل هجي. اسان قومي سياست کي قبول ڪيون ٿا. نظرياتي سياست کي قبول نہ ڪنداسين.**

اسان جا دوست ناهن سنڌ جا سڄڻ ناهن.

ٻيون جيڪو سوال آهي سو آهي زبان جو سنڌ کي پنهنجي زبان اهي. جنهن کي صدين جي تاريخ آهي ۽ ان ۾ عاليشان ادب بہ موجود آهن. اردو هتي جي زبان ناهي ۽ استحصال پسند قوتون ان کي زوريءَ سنڌ تي مڙهڻ گهرن ٿيون. پر اسان ائين ٿيڻ نہ ڏينداس، جيڪڏهن اسان کي مجبور ڪيو ويندو تہ اسان تصادم ڪنداسين. باقي اردو کي ڪنهن بہ حالت ۾ سنڌ ۾ يا بلوچستان، سرحد ۽ پنجاب ۾ قبول نہ ڪنداسين جيڪڏهن اردو جي قومي ۽ سرڪاري حيثيت مڃي وئي تہ ان جو مطلب اهو ٿيو تہ اسان سنڌ جو ورهاڱو قبول ڪيو ڇاڪاڻ تہ زبان ڪنهن قوم کي ٿيندي اهي. جيڪڏهن اردو قومي ٻولي ٿي تہ ڄڻ اسان سنڌ کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري مهاجرستان ٺاهڻ قبول ڪيو. انهي ڪري اسان کي پنهنجا ذهن صاف ڪرڻ گهرجن تہ اردو کي هتي قومي حيثيت ڏيڻ معنيٰ سنڌ سان غداري ڪرڻ ۽ ان جو ورهاڱو قبول ڪرڻ برابر آهي. هاڻي جيڪڏهن ڪو چئي تہ بلوچستان ۽ سرحد ۾ اردو جي سرڪاري حيثيت تسليم ڪئي وئي آهي تہ ان لاءِ بہ اسان کي ذهن صاف رکڻ گهرجن. پاڪستان ۾ هن وقت چار قومون آهن. پنجين

ڏسو صفحو 39

# ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي

مولانا عزيز الله جروار

آءٌ مدرسہ دارالسعاده گورو پهوڙ شڪارپور ۾ پڙهندو هوس سال چڱي طرح ياد نہ آهي 1941ع کان 43 اندر آءٌ مدرسہ کان ڳوٺ وڃي رهيو هوس. ان وقت شڪار پور کان ريل رستي لاڙڪاڻي شهداد ڪوٽ وڃڻو پوندو هو. لاڙڪاڻي پهتس تہ باغ ۾ هارين جو وڏو جلسو ٿي رهيو هو. سنڌ هاري ڪاميٽي اڳواڻ ڪامريڊ عبدالقادر جي صدارت ۾ جلسي جي ڪارروائي هلي رهي هئي، ڪامريڊ جمال الدين بخاري ۽ ٻيا هاري دوست ڪافي موجود هئا. هزارن جي انداز ۾ هاري جلسي ۾ موجود هئا. هاري حقدار زنده آباد زميندار شاهي مرده آباد جا نعرا لڳي رهيا هئا. مان بہ ٻڌڻ ويهي رهيس ان وقت ڪنهن بزرگ کي مون چيو تہ مونکي بہ تقرير ڪرڻ جو موقعو ڏنو وڃي. ان بزرگ هاري اڳواڻن سان ڳالهہ ٻولهہ ڪئي، مونکي تقرير ڪرڻ لاءِ سڏ ٿيو، مون هارين جي فائدي ۾ اسلامي نقطہ نظر سان تقرير ڪئي، حاضرين مجلس، خصوصاً هارين کي ڏاڍي پسند آئي ۽ هاري حقدار جي آزادي جا نعرا لڳا لاڙڪاڻي مان ڪامريڊ علي محمد عباسي صاحب "العباس" اخبار هفتہ وار ڪڍندو هو. جلسي بعد جا اخبار نڪتي ان ۾ وڏين سرخين سان منهنجي تقرير کي ڇاپيو ويو ان جلسي بعد مون ڪامريڊن سان واقفيت ڪئي ۽ هاري ڪاميٽي ۾ شامل ٿيس ۽ جلسن ميٽنگن ۾ اچڻ لڳس هاري ڪاميٽي جون ميٽنگون حيدرآباد ۾ مرحوم ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي گهر گاڏي ڪاتہ حيدرآباد ۾ ٿينديون رهنديون هيون. اتي مرحوم حيدربخش جتوئي سان رفاقت ٿي. هاري ورڪرن ۽ مهمانن جي ماني جو بندو بست مرحوم جي گهر ٿيندو هو ۽ پاڻ ڪٽي اچي هارين کي ماني کارائيندا هئا. ننڍي توڙي وڏي هاري ورڪر سان محبت سان ڳالهہ ٻولهہ ڪندا هئا .1945ع ۾ پنهنجي نوڪري تان استعيفا ڏئي سنڌ هاري ڪاميٽي ۾ شامل ٿيا. مرحوم حيدر بخش جتوئي جي شموليت بعد سنڌ هاري ڪاميٽي ۾ وڏي طاقت پيدا ٿي ۽ سڄي سنڌ مان هاري ۽ هارين جا هڏ ڏوکي وڏي انداز ۾ شامل ٿيڻ لڳا سڄي سنڌ ۾ جلسا جلوس شروع ٿي ويا، مون بہ 1944ع ۾ عربي تعليم پوري ڪري پنهنجي ڳوٺ گل محمد جروار تعلقہ شهداد ڪوٽ ۾ هڪ عربي مدرسہ قائم ڪيو جنهن جو افتتاح امام عبيدالله سنڌي کي ڪرڻو هو پاڻ سخت بيمار هجڻ ڪري نہ اچي سگهيا خطبہ صدارت لکي مولوي محمد يوسف ڪوسي جي هٿ ڪراچي مدرسي ڪڏي مظهر العلوم مان ڏياري موڪليو ان جلسي ۾ حضرت مولانا محمد صادق صاحب مرحوم ڪڏي وارو مولانا دين محمد وفائي مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب ۽ ٻيا گهڻا عالم شريڪ ٿيا. مون مدرسي سان گڏ هاري ڪاميٽي ۾ زور شور سان ڪم ڪرڻ شروع ڪري ڏنو، انهيءَ ڪم ڪرڻ جي نتيجي ۾ مرحوم حيدر بخش جتوئي صاحب صوبائي اليڪشن ۾ شهداد ڪوٽ مان اميدوار بيٺو سندس مقابلي ۾ سلطان احمد چانڊيو هيو، دانڌليون ڪرائي سلطان احمد کي ڪامياب ڪرايو ويو. مرحوم حيدر بخش جتوئي جي رٽ پٽيشن جي نتيجي ۾ سلطان احمد جي ميمبر شپ ختم ڪئي وئي، وري ٻيهر اليڪشن ٿي مون ساڻس گهڻو وقت گڏ ڪم ڪيو، مرحوم حيدر بخش جهڙو سچو هارين جو هڏ ڏوکي غم خوار هر وقت هارين جي سڏ کي لبيڪ چوڻ وارو مون پنهنجي سڄي زندگي ۾ اڄ ڏينهن تائين وري نہ ڏٺو آهي، هن جي مون سان تمام گهڻي محبت، هوندي هئي ۽ مونکي وڏي عزت ڏيندو هو. هارين جي زمين جي سلسلي ۾ ڪيس سرڪاري رڪارڊ جي ضرورت هئي. سکر ۾ اچي جناب شمس الدين جي شاهہ وٽ رهڻ لڳو آفيس مان رڪارڊ جي ڳولا ۾ ڪيس جا پنج ڏينهن لڳي ويا، مان ڪيس عرض ڪري ڳوٺ وٺي ويس ۽ ڪيس پنهنجي گهر ۾ ڳوٺ



عزيز آباد پنو عاقل بہ رهايو.سيارو هو چلهہ تي باهہ ٻاري سمورا ٻار ٻچا ۽ مون ساڻس ويهي ڳالهيون ٻولهيون هارين جون تڪليفون سندن علاج لاءِ صلاح مصلحت ڪئي سون. مون شهدادڪوٽ واري پنهنجي ڳٺ ۾ وڏيرن جلاف تمام گهڻو ڪم ڪيو هو ۽ هاري ڪميٽيءَ کي تمام گهڻو منظم ڪيو هو ۽ اتي جي هارين ۾ وڏي سجاڳي پيدا ڪئي هئي، جيئن مون مٿي ذڪر ڪيو. اهوئي سبب هو جو ڪامريڊ جتوئي سڄي سنڌ مان پنهنجي لاءِ منهنجي ڳوٺ وارو چونڊ تڪ پسند ڪيو. جتان اليڪشن لڙيا. جيتوڻيڪ ڪامريڊ مرحوم اتان شڪست کاڌي هئي، پر اسان ٻي ڊي جي اليڪشن ۾ پنهنجي علائقي جي ٽن سيٽن مان، بہ سيٽون ادنا هاري ورڪرن جي هٿان کٽايون ۽ وڏيرن کي شڪست فاش ڏني. جنهن کان پوءِ زميندار اسان جي پٺيان پئجي ويا. اسان زميندارن جي ڏاڍ ڪري ڳوٺ گل محمد جروار شهداد ڪوٽ ڇڏي اچي پنو عاقل ۾ سڪونت اختيار ڪئي هئي پني عاقل ۾ پنهنجي دوست مرحوم مولوي نذير حسين جتوئي جي صلاح مشوري سان اچي ديهہ بائجي پراڻي ۾ عزيز آباد جي نالي تي ڳوٺ منظور ڪرايو هيم. ڪئي دفعا مرحوم حيدر بخش جتوئي مون وٽ ايندو رهندو هو.مون پنهنجي زندگي بہ اڄ تائين سنڌ هاري ڪاميٽي ۾ مرحوم حيدر بخش جهڙي باڪردار رحم دل بي باڪ سمجهدار وڏي ڪردار جو مالڪ ماڻهوءَ ڪي ڪو نہ ڏٺو آهي ۽ سندس اولاد مظهر حاتم دادن مجتبيٰ سان بہ منهنجي محبت قائم آهي. الله کين سلامت رکي ۽ غريبن جي محبت ۽ خدمت ڪرڻ ۾ مدد فرمائي.

# باباءِ سنڌ ڪامريڊ حيدر بخش خان جتوئي

ڪامريڊ مير محمد ٽالپر



منهنجي ڪامريڊ مرحوم سان پهرين ملاقات سال 1940ع ۾ نوابشاهه جي انسپيڪشن بنگلي ۾ ٿي مون سان منهنجو بزرگ چاچو مولوي محمد حسن خان مرحوم به گڏ هو رات جو وقت هو سندس ذاتي نوڪر مغل نالي ٻاهر ويٺو هو انکي اسان چيو ته اسان کي جتوئي صاحب سان ملڻو آهي مرحوم ان وقت ڪورٽ آف وارڊس کاتي جو ڊپٽي مئنيجر هو، مغل، صاحب کي وڃي ٻڌايو پاڻ نڪري آيو قوهه جوان هو سدا سهڻو هو اسان سان بنگلي تي مليو اندر هلي وهاريائين خبر چار پڇيائين اسان پنهنجي واقفيت ڪرائي اسان ڪيس چيو ته اسان اوهان جي نيڪين جي ڳالهه ٻڌي آهي اسان کي خبر پئي ته اوهان نواب شاهه آيل آهيو ان ڪري هي موقع غنيمت سمجهي آيا سين. جتوئي صاحب جي به ٻولي سرائڪي هئي اسان جي ٻولي به سرائڪي هئي ان ڪير اسان ڪچهري به سرائڪي ٻولي ۾ ڪري سندس گفتار اسان جي دل ۾ گهر ڪري وئي پوءِ هڪ ٻئي سان اڳتي ملڻ جا واعدا ڪياسون. مرحوم ڪامريڊ جي سرڪاري آفيس حيدرآباد ۾ هئي گاڏي کاتي ۾ سندس گهر هو جنهن ۾ مرحوم باقي حياتي گذاري اهو گهر اڄ به موجود آهي جنهن ۾ سندس فرزند ڊاڪٽر جاتم رهي ٿو جيڪو ڏندن جو ڊاڪٽر آهي منهنجي خيال ۾ پنهنجن سان رعايت ڪو نه ڪري مون ڪانئس ٻه ڏاڙهون ڪڍرايون هيون ان جا به مون کان پيسا ورتائين آءٌ پٽس جو اصحابي هئس مون مرحوم ڪامريڊ جا سڀ فرزند ڪڇ تي به ڪڇي گهمايا آهن، حيدرآباد جڏهن آءٌ ۽ چاچو مولوي محمد حسن خان ايندا هئاسون تڏهن ساڻس ڪچهريون ڪري پوءِ ويندا هئاسون ڪامريڊ مرحوم جي زندگي جا ٻه دور آهن اول سرڪاري نوڪري وارو ڪامورو ان تي به روشني وجهڻ ضروري آهي ڇو ته مون سندس اهو دور به ڏٺو هو. مرحوم ڪامريڊ جون نوڪري واري زماني جون چند ڳالهيون عرض ڪندس، سنڌ ۾ اڳي ڪو آپريٽو سوسائٽي سان آبادگارن کي قرض ملندو هو قرض وٺڻ وارا ڪيترا مري ويا پوءِ انهن جي پٽن ۽ پوٽن کان به وصولي ڪئي سرڪار مثال قرض کڻڻ واري ٻه سو روپيه قرض ورتو هو اهو پوءِ وياج سميت هزارن روپين ۾ وڃي ٿيو، ان وقت سنڌ جي ڪمشنر مرحوم ڪامريڊ کي اسپيشل آفيسر مقرر ڪيو ته اوهان سنڌ جو گشت ڪريو جن تي سوسائٽي جي قرض جي بقايا آهي انهن کي گهرائي پڇو ته ڪهڙا قرض ڀرڻ جهڙا آهن ۽ ڪهڙا مسڪين آهن جيڪي قرض نٿا ڀري سگهن انهن تي سرڪار مهربان ٿيندي ۽ قرض معاف ڪبو. مرحوم ڪامريڊ پهرين منزل وڃي سکر ڪئي اخبارن ۾ اهڙا اعلان ٿيا ته سوسائٽي قرضدار اسپيشل آفيسر مسٽر حيدر بخش خان جتوئي سان فلاڻي تاريخ تي سکر ۾ ملن پوءِ سون جي تعداد ۾ قرضي اچي حاضر ٿيا درخواستن سان گڏ انهن لکي ڏنو ته اسان مسڪين آهيون قرض معاف ڪيو وڃي مرحوم انهن سڀني درخواستن تي لکيو ته هي قرض ادا ڪرڻ جهڙا نه آهن سرڪار قرض معاف ڪري جڏهن اهي درخواستون ڪراچي ڪمشنر وٽ ويون تنهن هڪدم ڪامريڊ مرحوم کي گهرايو ڪيس چيائين ته تو سڀني درخواستن تي قرض جي معاف ڪرڻ جي سفارش ڪئي آهي سرڪار جي ته ٻيڙي ٻڏي ڪي ته قرض ادا ڪرڻ جهڙا به هوندا هاڻ آءٌ ٻيو آفيسر مقرر ڪريان ٿو پوءِ ٻڌڻ ۾ آيو هو ته هڪ منحوس ڪامورو جيڪو ڏيپلي جو ميمڻ هو ان ماڻهن جون ٻنيون ٻارا ڍور ڍڳا نيلام ڪرائي قرض وصول ڪيو جن ڏيپلائي ميمڻ کي رشوت ڏني انهن لاءِ ڪمشنر کي قرض معاف جي سفارش ڪيائين، ڪامريڊ مرحوم مئجسٽريٽ جي حيثيت ۾ به ڪيترا ڪم انصاف ڀريا ڪيا جي بيشمار آهن آءٌ صرف ٻه واقعا عرض ڪندس، مائي ڀاڳي مرحوم جيڪا ٿري گيت ڳائڻ ۾ مشهور ٿي هئي، اها اصل ٿر مٺي جي رهڻ واري ۽ مڱڻهار هئي صفا مسڪين هئا. مائي ڀاڳي مڙئي جوان اچي ٿي هئي تنهن کي سندس مائٽ ٿر مان گڏي وٺي ايندا هئا ناري جي وڏيرن جي اوطاقن تي ڀاڳي کي ڳارائيندا هئا ۽ خيرات گهرندا هئا. هڪ دفع جهڏي جي نزديڪ ڳوٺ ڪرم علي لغاري ۾ به نيڻ سانگي آيا. ان وقت جي رئيس امام علي خان لغاري مرحوم جي بنگلي تي رات جو مائي ڀاڳي ٿري راسوڙا ڳائي ٻڌايا رئيس کي سندس آواز وڻي ويو تنهن ڀاڳي مائٽن کي نوان ڪپڙا ۽ ڪجهه سوايا ڏوڪڙ ڏنا ته هي ڇوڪري مون وٽ ڇڏي وڃو آءٌ اوهان جي سار سنڀال ڀيو ڪندس ڀاڳي جا مائٽ خوش ٿي هليا هنن جو دنڌو ته پنڻ هو جتي به وڃيو راسوڙا ڳائين ته پيسا ته پري پر ٽڪر به ڪير ڪو نه ڪارائي سيڪو وڏيرو انهن کي چئي ته اها ڇوڪري ڀاڳي وٺي اچو پوءِ ڏوڪڙ ڪوڙ ملندا. مسڪين جو ڪاروبار ڦٽي ويو ڏاڍا پريشان ٿيا ماڻهن کي دانهون ڏيڻ

لڳا تہ اسان جي ڇوڪري پاڳي رئيس امام علي خان وهاري ڇڏي آهي اسان سان ظلم آهي. ان وقت تعلقہ ڏگهڙي جو مختيارڪار ۽ فرسٽ ڪلاس مئجسٽريٽ مرحوم ڪامريڊ هو ڪامريڊ مرحوم جو وڏو فرزند مرحوم غلام مصطفيٰ بہ ڏگهڙي ۾ جائو هو. مائي پاڳي جي مائٽن کي وديرن صلاح ڏني تہ ڏگهڙي جو مختيارڪار جتوئي صاحب آهي جيڪو وڏو انصاف پسند ۽ ايماندار آهي اوهين ان جي در تي وڃي دانهون ڪريو تہ اسان جي ڇوڪري امام علي لغاري وهاري ڇڏي اهي زوري. آخرڪار پاڳي وارا مائٽ ڏگهڙي پهتا تن مختيارڪار جي دروازي تي پٽ وڌي. مٿا پٽڻ لڳا دانهون ڪرڻ لڳا مرحوم ڪامريڊ پنهنجي نائڪ کي سڏي پڇيو تہ اهي ڪير آهن جو ٿا مٿا پٽين انهن کي اندر وٺي اچ ڪامريڊ مرحوم تنهن کان حقيقت پڇي ڪين وڏو دلاسو ڏنائين ماني بہ کولرايائين ڪين چيائين تہ ٻن ڏينهن کان پوءِ اچجو انصاف ٿيندو. مرحوم ڪامريڊ تپيدار جي ڪوٽار کي گهرائي حڪم ڏنو تہ تون امام علي خان لغاري وٽ وڃ ڪيس اهو ٻڌائي اچ تہ سڀاڻي مون سان اچي ملي ڪوٽار وڃي رئيس وٽ پهتو سڄي ماجرا رئيس کي ٻڌايائين ٻي ڏينهن رئيس ويچارو ڪهوڙي تي چڙهي اچي ڏگهڙي انهي لغارڻ ڇوڪري کي پنائي پيٽ تہ پالين اهي اکر ٻڌي إمام علي لغاري جي پيرن هيٺان زمين نڪري وئي ڪامريڊ جي پيرن تي ڪري پيو چيائين تہ صاحب حاضر آهيان هينئر وڃي تو پاڳي مائٽن جي حوالي ڪريان پوءِ سنڌي جيلهن ۾ رساءِ هٿڪڙيون لڳل فوجي ڪورٽ ۾ وٺي آيا جنرل رچرڊسن کي چيائون تہ هي حر آهن ان ملعون جنرل انهن جي جواني ڏسي چيو تہ هنن کي هڪدم ڦاسي چاڙهيو. مرحوم حيدربخش ويٺو هو سو هڪدم بيٺو ۽ جنرل رچرڊسن کي چيائين تہ ڪهڙو ثبوت آهي جو هي حر آهن انهن کي ڦاسي ڏجي آءٌ احتجاج ٿو ڪريان تو سان گڏ مئجسٽريٽ جي حيثيت ۾ ڪو نہ وهندس اٿي هليو. مونکي ياد آهي تہ ڪيترو مرحوم جي حيدرآباد جي گهر جي اوسي پاسي انگريز سي - آئي - ڊي وارا چڪر ڏيندا هئا جو تہ هنن کي شڪ جاڳيو تہ هي جتوئي حرن سان ٺهيل آهي. هينئر ڪن ناعاقبت انديشن کي مضمون لکيا هئا تہ ان وقت جي پير پاڳاري کي جنهن فوجي ڪورٽ ڦاسي ڏني هئي ان ۾ حيدربخش بہ هو ان بہ ڦاسي جي حڪم نامي تي صحيح ڪئي هئي اهو سراسر غلط ٻهتان آهي شيردل ڪامريڊ تي - ڪجهہ وقت ٿيو تہ هڪ گلي ڦاڙ قوم پرست سڏائڻ واري ليڊر بہ بيان داغيو هو تہ "حيدربُخش رشوت ميڙي وڏي زمينداري ناهي". اهو بہ نسورو ڪوڙ آهي انهي ليڊر جو والد مرحوم ڏوڪڙ ڪمائي وڏو زميندار بنيو جيڪا زمينداري اهو ليڊر پيو



**هڪ گلي ڦاڙ قوم پرست سڏائڻ واري ليڊر بہ بيان داغيو هو تہ "حيدربخش رشوت ميڙي وڏي زميندارِي ناهي" اهو بہ نسورو ڪوڙ آهي انهي ليڊر جو والد مرحوم ڏوڪڙ ڪمائي وڏو زميندار بنيو جيڪا زميندارِي اهو ليڊر پيو ڪمائي.**

مختيارڪار وٽ حاضر ٿيو نائڪ وڃي ٻڌايو تہ صاحب امام علي لغاري آيو آهي ڪيس گهرائي ورتائين رئيس لغاري سان ڪامريڊ مرحوم تمام عزت سان پيش آيو ڪيس پنهنجي ڪرسي جي پر ۾ ٻي ڪرسي رکائي ان تي وهاريائين. مرحوم ڪامريڊ امام علي لغاري کي چيو تہ ادا مون ٻڌو آهي مسڪين ٿري پينو مڱڻهار جي ڇوڪري تو وهاري آهي. جي اها ڇوڪري توکي وٽي ٿي تہ بسم الله تون پنهنجي لغارڻ ڇوڪري مڱڻهارن کي ڏي ويچارا دانهون پيا ڪن بک پيا مرن پوءِ لغاري صاحب پاڳي مٿي تي اجرڪ اوڍائي روپيہ هزار کن بہ هٿ تي رکي مائٽن حوالي ڪئي اهو هو حيدربخش.

هڪ ٻيو سندس عدالتي ڪارنامو آهي اهو غور سان ٻڌو سنڌ ۾ جڏهن انگريزن حرن جي خلاف مارشل لا لڳايو هو ۽ حيدرآباد مارشل لا ڪورٽ قائم ڪئي وئي هئي ان جو سربراه. جنرل رچرڊسن هو ان ۾ ڪامريڊ مرحوم کي سول مئجسٽريٽ جي حيثيت سان سرڪار مقرر ڪيو هو. هڪ ڏينهن انگريز جا فوجي ويهارو کن جوان ڪائي مينهن پنهنجي ڪارڻ ڪانہ ڏسندي آهي. مرحوم حيدربخش ائين چئجي تہ پاڪ دامن هو. ڪامريڊ مرحوم اولياءُ صفت بہ هو هڪ دفعہ جلسي ۾ مرحوم ايوب جيڪو ملڪ جو صدر هو ان کي پاراتو ڏنائين تہ الله ڪندو تہ توکي اڌ رنگ جي بيماري ٿيندي واقع هفتي اندر ايوب کي اڌ رنگ ٿيو هو ۽ اميريڪا علاج لاءِ ويو هو.

جنهن ڏينهن ڪامريڊ جهان ڇڏيو هو ان ڏينهن مرحوم ذوالفقار علي ڀٽو بہ اچي نڪتو هو ياڻ چيائين تہ مونکي چاچا جو

منهن ڏيکاريو هن هلي مرحوم جو ڪفن ڪولي منهن ڏٺو پوءِ پڻي ڪامريڊ جا پير چميا هئا ان وقت مون سندس وڏي پٽ غلام مصطفي کي چيو تہ پڻي بابا جا پير چميا آهن پنو ضرور وڏو مقام حاصل ڪندو پوءِ پنو ملڪ جو وزير اعظم ٿيو هو. اهو بہ هڪ معجزو اهي ڪامريڊ جو ڪامريڊ مرحوم جي سنڌ سان بي حد محبت هئي سنڌ ڌرتي جي جيئي کي بہ ڪوهنور هيري کان وڌيڪ ڄاڻندو هو. جيئي سنڌ جو نعرو بہ مرحوم ڪامريڊ جو اهي جنهن کان ڪير بہ انڪاري ڪو نہ اهي جڏهن ون يونٽ جي مصيبت نازل ٿي تڏهن صرف مرحوم ڪامريڊ هو جنهن پنهنجي قلم ۽ انقلابي شعرن سان ون يونٽ خلاف جهاد شروع ڪيو. ان زماني ۾ ڪراچي ۾ جي - ايم سيد مرحوم جي جاءِ حيدر منزل تي هڪ گڏجاڻي ٿي هئي ان ۾ عبدالغفار خان سرحدي گانڌي بہ ويٺو هو ان محفل ۾ ان ٻنهي جي - ايم سيد کي چيو تہ شاهہ صاحب اوهان ۽ ٻيا سڀ ون يونٽ جي معاملي ۾ بي غيرت آهيو صرف حيدربخش جتوئي آهي جيڪو ون يونٽ جي خلاف جهاد ۾ برسر پيڪار آهي اهو اعزاز بادشاهہ خان ڪامريڊ کي بخشيو آهي بہ ان محفل ۾ هوس ۽ ڪامريڊ غلام محمد لغاري مرحوم بہ هو ٻيا وسري ويا آهن. بنگلا ديش جو باني شيخ مجيب الرحمان آخر دفعي ڪراچي آيو هو سائين جي - ايم سيد جي رهائش گاهہ تي ماني جي دعوت تي مرحوم ڪامريڊ شيخ مجيب کي چيو تہ هاڻ وڃي ڪو غيرت جو ثبوت ڏجان انهي ڪامريڊ جي بشارت شيخ مجيب ۾ ايمان پيدا ڪيو. جنهن ڪري ڏيکاريو، اهو مثال اکين اڳيان هي. بر صغير جو عوامي شاعر حبيب جالب مرحوم هڪ دفعہ ڪنهن مشاعري ۾ لنڊن ويو هو اتي بي - بي - سي جي نمائندي محترم رضا علي عابدي جالب صاحب جو هڪ انٽرويو رڪارڊ ڪيو هو. حبيب جالب جڏهن فوت ٿي ويو هو تڏهن بي - بي - سي وارن اهو انٽرويو نشر ڪيو هو انهن رضا علي عابدي حبيب جالب کان هڪ سوال ڪيو هو تہ اوهان کي عوامي شاعر جو خطاب ڪنهن ڏنو ۽ سياسي بيداري اوهان کي ڪنهن ڏني ان جواب ۾ جالب مرحوم چيو تہ اهي سڀ خطاب ۽ بيداري مون کي ڪامريڊ حيدربخش جتوئي کان ملي.

ڪامريڊ مرحوم، ملڪ ۾ جيڪي حڪومت ڏاڍ ڪندي هئي ان جي خلاف وڏو قلمي جهاد ڪيو ڪيترا پمفلٽ لکيا هئا ان وقت جي چيف جسٽس منير جي بي انصافي لاءِ لکيا خود مرحوم اهو پمفليٽ جسٽس منير کي پاڻ ڪورٽ ۾ ڏئي آيو هو. وقت جي حڪومتن سدائين ڪامريڊ تي ڪيترا ظلم ڪيا ملڪ جي بدترين جيل مڇ ۾ بہ بند ڪيو هو پر هن مرد مجاهد ڪڏهن بہ هار نہ مڃي سدائين سندس ڳاٽ اوچو رهيو. نوڪري ڇڏي هاري ڪميٽي ۾ هن نئون روح ڦوڪيو هو، هڪ دفعي جي ڳالهہ آهي تہ حيدرآباد هاري آفيس ۾ سانگهڙ جا ڪي هاري آيا جيڪي مڪي ڍنڍ ۾ آبادي ڪندا هئا انهن ڪامريڊ کي چيو تہ مڪي جي زمين فوجين ۽ پنجابين کي پيا ڏين اسان کي بي دخل ٿا ڪن اهو داستان ٻڌي انهن هارين کي چيو تہ آءٌ فلاڻي ڏينهن اوهان جي ڳوٺ ايندس اتي فيصلو ڪنداسون تہ ڇا ڪجي؟ ڪامريڊ صاحب پنهنجي ٿيلهي ۾ ڪفن جو ڪپڙو وجهي سانگهڙ مڪي ڍنڍ جي هارين وٽ پهتو اتي هارين کي چيائين تہ اهي فوجي ۽ پنجابي مارڻ ڪانسواءِ ڪو نہ ويندا آءٌ ڪفن جو ڪپڙو کڻي آيو آهيان هاڻ گڏجي جهاد ڪري هنن کي ماري سموري مڪي ڍنڍ جي زمين هنن پليتن کان آزاد ڪريون هارين ڪامريڊ جون ڳالهيون ٻڌي ڪيس چيو تہ اسين مرڻ لاءِ تيار نہ آهيون اسان کي ڪا درخواست لکي ڏيو جيڪا اسين سرڪار کي موڪليون ڪامريڊ کين چيو تہ آءٌ درخواست ڪرڻ وارو ڪو نہ آهيان عملي جدوجهد ۾ ايمان رکان ٿو پوءِ ڪامريڊ واپس هليو آيو هينئر آهي ڪو ليڊر جيڪو ڪفن کڻي نڪري سڀ ويچارو براند آهن.

ڪامريڊ مرحوم جگر جي بيماري ۾ هو اها بيماري ڪيس جيلن جي تڪليفن ۽ ناقص کاڌي کان ٿي هئي يحيٰ خان جڏهن ون يونٽ ٽوڙڻ جو اعلان ڪيو تڏهن مرحوم کي اسان ڪن تي ويجهو وڃي ٻڌايو تہ ون يونٽ ٽٽي ويو آهي مرحوم مرڪيو ۽ اسان کي مبارڪون ڏنائين پوءِ اکيون کڻي بند ڪيائين ٻي ڏينهن گذاري ويو. مطلب تہ سوپارو ٿي ويو. ڪامريڊ مرحوم جي فوت ٿين بعد هاري ڪميٽي جو حال هڪ پڳل ٽٽل ڇڪڙي جهڙو ٿي ويو پوءِ جيڪي مسند تي ويٺا انهن مڙئي لم لم وارو ڪم پئي ڪيو کاڌي جا ڪپڙا پائي پنهنجو گذر سفر ڪرڻ لڳا. هينئر تازو سنڌ هاري ڪميٽي جي پڳل ڇڪڙي کي گهلڻ لاءِ مرحوم ڪامريڊ جي فرزند مظهر علي خان کي جونيو اٿن مظهر جتوئي درويش صفت انسان آهي ان کان هي ڳاڏو مشڪل هلي هن جا ساٿي مولوي عزيز الله جروار کان سواءِ ٻيا سڀ جنازا قسم آهن جيڪي اڄي عهديدار بڻيا آهن جن کي اتي جي ديهہ وارا ماڻهو بہ ڪو نہ سڃاڻن هن وقت هاري ڪميٽي کي هلائڻ لاءِ نيئن رت وارن جوانن جي ضرورت آهي جيڪي نئين انداز سان پارٽي هلائين سا ڳالهہ ڏاڍي مشڪل ٿي نظر اچي. ڪامريڊ مرحوم جي اولاد ۾ هڪ سندس فرزند دادن خان آهي جنهن بيماري جي حالت ۾ ڪامريڊ جي ڏاڍي خدمت ڪئي هئي پيرن پر بيٺو هوندو هو آءٌ ان جو شاهد آهيان. دادن خان ڪنهن بئنڪ ۾ ملازم آهي سندس ساهرا ٻيٽي جا جتوئي وڏيرا آهن. دادن خان ويچارو ڪيتري وقت کان دماغي طرح ٺيڪ نہ رهيو آهي شايد اهو اثر هن تي سندس وڏيري زال جي دهشت جو هجي. سندس ننڍڙو فرزند مرتضي خان جيڪو منهنجي لاءِ ننو آهي اهو بيحد پيارو آهي پنهنجي والد جي دوستن جو خوب احترام ڪندو آهي مونکي بہ چاچا ڪري پيرن تي ڪرندو آهي رب ڪيس جواني بخشي.

ڪامريڊ مرحوم جي زندگي جا وڏا داستان آهن جيڪي منهنجي دل ۾ آهن پر آءٌ خود پيرسن ۽ ڪمزور آهيان لکي نٿو سگهان. ڪامريڊ مرحوم لاءِ جوندا هئا تہ حيدربخش بي دين آهي اهو نسورو ڪوڙو الزام آهي. ڪامريڊ مرحوم وڏو ديندار هو سندس دين ڇا هو سو آءٌ حضرت تنوير نقوي جي هڪ شعر ۾ ٻڌايان ٿو تنوير صاحب فرمايو آهي تہ شمر ڪو حوس سمجهتا هون. يزيد ڪو سلطنت.

سنڌ جو سپوت اعلي اڄ حيدرآباد ۾ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جي مقبري ۾ مدفون آهي ساڻس گڏ سندس رفيق حيات بہ گڏ مدفون آهي انهن ٻنهي مزارن تي مون ناچيز نالي جا ڪتبا سنگ مرمر تي لکائي لڳايا آهن جيڪي ڪامريڊ مير محمد جي نشاني آهن

جيئي سنڌ! جيئي حيدربخش جتوئي!

# باباءِ سنڌ

# ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي

**سرمست سنڌي**

ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي هڪ بلند همت، ايثار جو پيڪر، پرخلوص، دل جو مالڪ انسان دوستيءَ سان سرشار، سچو، بي ڊپو، حقيقت پسند، اعليٰ تعليم يافته ۽ بلند پس منظر واري انسان جي روپ ۾ هڪ ديوتا هو ڪامريڊ سان منهنجون ڊگهيون ملاقاتون پاڪستان ٽريڊ يونين فيڊريشن جي دفتر واقع بندر ۾ هونديون هيون. ڪامريڊ جڏهن به مسڪرائيندڙ چهري سان اسان کي ڀليڪار چئي خوشي بخشيندو هو. ان جي منفرد انداز جي روايتي ٽوپي ان جي شناخت بڻجي وئي هئي. ڪامريڊ هر زماني ۾ انسانيت جي خدمت ڪئي هئي. توهان کي هي پڙهي شايد تعجب لڳي ته انگريز جي آمد جي سلسلي ۾ منهنجا ۽ ڪامريڊ جا خيالات ڪافي حد تائين ملندڙ جلندڙ هئا. ڪامريڊ انگريزي آمد کي تاريخ جي گهرج طور ڏسندو هو. بي شڪ هو سامراج دشمن هو پر هو تجزئي ڪرڻ وقت جذباتي انداز فڪر کي هڪ پاسي رکي ڇڏيندو هو. ان ۾ ڪوبه شڪ ناهي ته انگريز پنهنجي سامراجي ارادن جي ڪري سنڌ ۽ هند تي يلغار ڪئي هئي. پر ان جي عمل سان سنڌ ۽ هند کي اڳتي وڌڻ ۽ سماجي تبديلين ڏانهن هلڻ جو موقعو مليو. سنڌ ۽ هند جي عوام کي هتان جو شاهاڻو ۽ جاگيرداراڻو نظام پنهنجي چنبن ۾ جڪڙي ويٺو هو. ٻئي پاسي مفت خور نسل پرست سيدن ۽ پيرن جا جامد (نرپل) استحصالي مرڪز ذهن ۽ جسم کي هيسايو ويٺا هئا. اها حقيقت آهي ته انگريز انهن فرسوده ادارن کي پوريءَ طرح ختم نه ڪري سگهيا. ان لاءِ ته هي خالص انقلابي قوت جو ڪم هو. انگريز انهن بيڪار ادارن جي سرپرستي ڪري پنهنجي سامراجي مقصدن جي تڪميل ڪئي. هاري جيڪو ميرن جي زماني ۾ هو. ساڳيو ئي انگريزن جي زماني ۾ رهيو. فرق هي ٿيو جو سنڌ ۾ خاص ڪري واهن، سڙڪن ۽ ريل گاڏين جو چار وڇايو ويو. اسڪول، ڪاليج، دوا خانا ۽ ٻيا دفاعي ادارا فارغ ڪيا ويا. جڏهن انگريز ويو ته اهو سڀ انهن کي هتي ڇڏي وڃڻو پيو. جن مان اسان اڄ به فائدا وٺي رهيا آهيون. اها ڳالهه پڪ سان چئي سگهون ٿا ته جيڪڏهن انگريز نه اچي ها ته اسانجو سماجي، معاشي ۽ اقتصادي ڍانچو پورا پورا ٿي تباهه ٿي وڃي ها. صرف مفت خور درگاهن جو ئي بول بالا ٿي ها ۽ مظلوم انسان ظلم ۽ ڏاڍ جي چڪيءَ ۾ پسجندائي رهن ها. توهان تصور ڪيو ته انگريزن جي آندل سائنسي ٽيڪنالوجي ايجادن ڪيتري تائين اهم تبديلين ڪان متعارف ڪرايو آهي. ان ڳالهه کي تاريخ جو شاگرد ائين چئي سگهي ٿو ته اسانجا ملڪي حالات ۽ واقعات انگريز جي آمد جو سبب بڻيا. سنڌ جون ٻيون قوتون به انگريزن کي ڀليڪار چئي رهيون هيون. اهي سڀ ڳالهيون اسانجي ان وقت جي نظام جي پيٽ مان پيدا ٿينديون هيون. انگريز فاتح ان ڪري ٿيو جو ان عوام جي اميدن ۽ گهرجن جي مطابق سماجي، سياسي، معاشي، اقتصادي ۽ تعليمي تبديليون نه ڪيون. انهن انقلابي تحريڪن کي گهٽيو ڏنو، ورنه اسانجي پنهنجي آندل انقلابي تبديلين سان اسان سامراجي هٿ چراند کان بچي وڃون ها ۽ سنڌ اڄ يورپ کان وڌيڪ ترقي يافته ۽ خوشحال هجي ها.

ڪامريڊ حيدر بخش سنڌ جي سرزمين جو اهو نالي وارو هيرو آهي جنهن پنهنجي نظرئي ۽ اصول جي ڪري تمام وڏي سرڪاري عهدي کي نڪرائي ڇڏيو. هو ظلم ۽ استحصال کي ٿيند برداشت نه ڪري سگهيو. ان ڪان هارين جي تڪليف ڏٺي نه ٿي هو پنهنجي پامال ۽ پيڙهيل قوم جي ڳوڙهن جي پڪار تي لبيڪ چئي ستايل طبقي جي فلاح وبهبود جي لاءِ قربانين جي ڀريل سمنڊ ۾ ڪڏي پيو. هن پنهنجي ٻچن ۽ پنهنجي آسائش ۽ خاندان جي خوشحاليءَ ۽ ترقيءَ کي هارين جي ڏکن تي قربان ڪري ڇڏيو. سنڌ جو هي عظيم سپوت ڏکي جدوجهد جي رستي تي روان دوان ٿي پيو. ان پنهنجو تن، من، پنهنجي عقيدي تي قربان ڪري ڇڏيو. هي سڀ ڪجهه ان لاءِ ڪيائين جو سنڌ جي اصل وارثن کي انهن جو پيدائشي ۽ جائز حق ڏيارڻ پئي گهريائين. سنڌ جا بي غيرت ۽ وفاق جا دلال وڏيرا ان پاڪ روح کي برداشت نه ڪري سگهيا. هيءَ معروضي طريقن سان به پنهنجي مظلوم ۽ محڪوم ماڻهن جو مقدمو اسيمبلي فلور تي وڙهڻ جي لاءِ اسيمبليءَ جو اميدوار به بڻيو، پر استحصالي سماج جي ٺيڪيدارن لکين ووٽرن جي نمائندي کي اسيمبليءَ تائين نه پهچڻ ڏنو. هي ڪيترو وڏو الميو آهي، جو سنڌ جي عظيم اڪثريت جو محبوب رهنما ان جي نمائندگيءَ ڪان روڪيو ويو. ڇا اها عظيم قرباني ناهي، ان کي پنهنجي مهلڪ بيماريءَ جو علم هو پوءِ به هن پنهنجون تحريڪي سرگرميون نه ڇڏيون ۽ پنهنجي علاج لاءِ وقت نه ڪيو سگهيو ۽ پنهنجي قوم جو ڏک سيني ۾ سانڍيو قبر جي اونداهيءَ ۾ وڃي پهتو.

مان ڪيترين اهي ڳالهيون پيش نه ڪيون، جيڪي ان جي پاڪيزه ذات بابت آهن. ان ڪري ته سنڌ جو ٻچو ٻچو انهن ڳالهين ڪان آشنا آهي- مان ته ڪامريڊ جي زندگيءَ جو معمولي ذڪر ڪيو آهي. جيڪو ان وطن جي فرزند جي سوچ ۽ ايثار بابت آهي. هڪ اهم ڳالهه جواب ۾ بيان ڪري رهيو آهيان. ٿي سگهي ٿو اها ڳالهه ماڻهو ڪنهن ٻئي انداز سان پرکيندا هجن ۽ منهنجو فڪر انهن جي ذهن سان موافقت نه رکندو هجي. وري به مان پنهنجي سوچ ۽ فڪر پيش ڪري رهيو آهيان، اميد آهي ان کي منهنجي

ئي نظر سان ڏٺو ويندو. ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جو قوم پرست هجڻ يقيني آهي، مگر ڪامريڊ نيشنلسٽ ڪان وڌيڪ انٽر نيشنلسٽ نظر ايندو هو. ڪامريڊ جي جدوجهد ۾ هي چٽو پهلو آهي، ڪامريڊ نيشنلزم جي لاءِ ايترو وقت نہ ڏنو جيترو وقت جي گهرج هئي. غلاميءَ جي دور ۾ هاري ۽ مزدور، تحريڪن ڪان قومي تحريڪن کي وڌيڪ وقت ڏيڻ گهرجي. اڄ جي دور ۾ نيشنلزم هڪ انقلابي آدرش آهي. قوم جي هر فرد کي قومي تحريڪن ۾ اڳتي وڌي حصو وٺڻ گهرجي. نيشنلزم جي جدوجهد جي دوران طبقاتي منشور جي تبليغ عين ضروري امر آهي، مگر عمل جي ميدان ۾ قوم تقسيم نہ هجڻ گهرجي.

پاڪستان جي تخليق جو واضح غير مبهم ۽ نمايان پهلو طبقاتي سماج جو استحصالي نظام آهي ۽ ان استحصالي نظام کي قائم رکڻ ۽ ان کي مضبوط ڪرڻ جي لاءِ وفاقي طرز حڪومت ضروري آهي.

جيڪڏهن رڳو رعايتون مليل طبقن جي مفادن جو معاملو هجي ها تہ بہ غنيمت هئي مگر هتي تہ ملڪ جي ننڍين رياستن جي قومي حقن جو استحصال بہ ٿئي ٿو. ان هٽ ڪس ڏاڍ ۽ تضاد کي لڪائڻ لاءِ مسلح قوم جو پر فريب پردو ڪيو ٿو وڃي. ان پردي کان علاوه فرقہ پرستي جي بنياد تي بہ جمهور کي تقسيم ڪري استحصالي گروه چين جي بين وڄائي رهيو آهي. وفاق تي قابض قوم تہ پنهنجي جڳهہ تي جابر ۽ حاڪم بڻيل آهي، مگر ان کي سهارو ڏيڻ لاءِ برصغير جي مسلم اقليتي صوبن کان اچڻ وارا ماڻهو موجود آهن.

مسلمان اقليتي صوبن جا ماڻهو عرضي قوميت سان رشتو ناتو سنئون نہ ڪري سگهيا، بلڪ ٻاهران ايندڙ هر فاتح سان ملي پنهنجي قومجي خلاف سازش ڪري حاڪمن جي سامهون سوپاري ٿيڻ ۾ پنهنجي بقا ۽ وڏائي سمجهندا رهيا بين صوبن ۽ خاص ڪري سنڌ ۾ بہ هي ٽولو نظرياتي اعتبار کان انگريزن جي جانشين پنجاب کان بہ اهي رعايتون ۽ تحفظ گهري ٿو جيڪي ننڍي ڪنڊ تي ٻاهرين حاڪمن پنهنجي سياسي حڪمت

عملي جي بنياد تي انهن کي فراهم ڪيا هئا. ان ٽولي سان تعلق رکڻ وارا ٿوري ڳاڻاٽي جا ماڻهو پاڻ کي ترقي پسند چورائن ٿا جڏهن تہ انهن جي ڪاقوميت ئي نہ آهي انڪري انٽرنيشنل جي پردي جي اوٽ ۾ پناهہ ورتائون. سنڌ جا معصوم ماڻهو ان قسم جي سوچ ۽ فڪر کان اڻ ڄاڻ هيا. هندوستان جي ورهاست جي پهرئين وقت ۾ سنڌ ۾ اهڙن ماڻهن کي عزت ۽ احترام جي نظر سان ڏٺو ويو، پر جيئن تہ انهن جي پنهنجي فڪر جو بنياد خلوص تي ٻڌل نہ هو ان ڪري هر مرحلي تي سنڌ جي مفادن سان غداري ڪندا رهيا ۽ ڪڏهن بہ سنڌي قوميت سان پنهنجو ناتو نہ جوڙيائون. ٽريڊ يونين جي حوالي سان هي ماڻهو ڪامريڊ سان ملندا هيا ۽ هي راڳ ڳائيندا هئا تہ انقلاب مزدور آڻيندو ۽ هاري ان جو مددگار ٿيندو، اها سوچ روائتي انداز جو هڪ مظاهرو ۽ سراسر غلط قاعدو هو. جنهن ملڪ جي اسي فيصد معيشيت زراعت هجي ان جي سياست ۾ ويهہ فيصد تعداد جي ڪهڙي اهميت ٿي سگهي ٿي؟ ڪامريڊ ان ڳالهہ کي سمجهي پيو ان پنهنجي آس پاس ۾ ڦهليل سچائي کي ئي پنهنجي سوچ ۽ فڪر جو محور بڻايو ۽ حقيقي حقدارن جي ئي سياست ڪيائين.

ڪامريڊ جي سامهون هيءَ حقيقت بہ چٽيل نہ هئي تہ سنڌ جي قومي سياست تي جاگيردار طبقو ڇانيل آهي. هي طبقو سنڌ جي هر تحريڪ تي قبضو ڪري پنهنجي مفادن جي حفاظت ڪندو آيو آهي. قومي سياست رڳو قومي سرمائي دار يا قومي صنعتڪار جي ئي حصي ۾ اچي ٿي ۽ قومي صنعتڪار ئي جاگيرداري ۽ وڏي زمينداري جي خاتمي جو نعرو هٽي سگهي ٿو، جاگيرداريءَ جو خاتمو ئي ملڪ جي خوشحالي ۽ بقا جي ضمانت آهي ڪامريڊ هي چوندو هو تہ سچي قومي قيادت جڏهن قومي جدوجهد کي تيز ڪندي آهي تہ ملڪ تي قابض ظالم ۽ حاڪم قوم ناراض ٿيندي آهي ان مرحلي تي جاگيردار اندروني طور تي ظالم ۽ حاڪم قوم جو ساٿي هوندو آهي ۽ جڏهن طبقاتي جدوجهد تيز ٿئي تہ جاگيردار ظالم ۽ حاڪم قوم کان پنهنجي مفادن جي

تحفظ جي لاءِ ان جي فوج گهرائي وٺندو آهي، اهڙي طرح ڪامريڊ جڏهن بہ پنهنجي خيالات جو اظهار ڪندو هو تہ مان ان کي عرض ڪندو هيس تہ بغير انقلاب جي اسان جو ڪوبہ مسئلو حل نہ ٿيندو ۽ ان انقلاب جي لاءِ سنڌين کي تيار ٿيڻو پوندو، ان انقلاب جي لاءِ ڀرپور تياري ڪيو تہ توهان کي غيبي امداد حاصل ٿي ويندي هڪ دفعو ڪامريڊ ۽ اسان ڪجهہ ماڻهو هاري ڪميٽي دفتر نواب شاهہ ۾ ڳالهائي رهيا هئاسين تہ ساٿي عزيز بروهي چيو تہ ڇا هاري پنهنجي پر امن جدوجهد جي ذريعي ۽ آئيني سهاري سان پنهنجا حق حاصل ڪري سگهن ٿا؟ ڪامريڊ جي گهرين اکين ۾ ان جو جواب نهڪار ۾ هو، مان ڪامريڊ کان اجازت وٺي چيو تہ ملڪ جو قانون محض مراعات يافتہ ۽ استحصالي ڪردار جو حامل طبقاتي ڪردار جي پيداوار آهي ۽ نجي ملڪيت جي حوالي سان بڻايو ويو آهي ۽ ان جو تصور ملڪيت جي حفاظت ڪرڻ آهي، ليڪن هن قانون ۾ معمولي جهلڪ بہ اهڙي نظر نہ ٿي اچي جنهن جو مقصد معاشري کي ملڪيت جي هلاڪت خيزي کان محفوظ رکڻ هجي، اهي بيشمار طريقا جيڪي فوجداري قانون جي ملڪيتن جي حفاظت جي لاءِ ايجاد ڪيا ويا، پوءِ پلي ان ۾ اڪثر ناڪام ۽ غير مؤثر ئي چو نہ هجن، اهڙيءَ طرح جي ملڪيتن جي تحفظ جي خلاف سماج دشمن رويي جي خلاف ۽ زمين ۽ جائيداد جي مالڪن جي لٽ مار جي خلاف مهيا نہ ڪيا ويا.

مير ڪيا ساده هين بيمار هوئي جس ڪي سبب،
اسي عطار ڪي لونڊي سي دوا ليتي هين.

## تعزيت

**عبيد اللهي مڪتبہ فڪر جي ناماياري اديب ۽ دانشور محترم محمد يامين شوري صاحب جو والد صاحب تازو هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو. اسان شوري صاحب سان سندس غم ۾ سائس شريڪ آهيون ۽ ڏٽيءَ در دعاگو آهيون تہ محترم محمد يامين شوري صاحب جي والد صاحب کي جنت الفردوس عطا فرمائي ۽ سندس پونئيرن کي صبر جي توفيق عطا فرمائي آمين-(ادارو)**

# ادب ۽ سياست عوام لاءِ

**محمد ابراهيم جويو**

> "ادب ۽ سياست عوام لاءِ" جي عنوان سان سائين محمد ابراهيم جويي صاحب جو هڪ پمفليٽ ڪنهن وقت ڇپيو جيڪو سندن هڪ تقرير تي مشتمل آهي جيڪا تقرير پاڻ باباءِ سنڌ جي شعري مجموعي "جيئي سنڌ جيئي سنڌ" جي مهورت وقت پريس ڪلب حيدرآباد ۾ ڪئي هئائون. ان ۾ باباءِ سنڌ جا هي ٻہ ادبي خط شامل آهن جيڪي اسين جويي صاحب جي ٿورن سان پڙهندڙن جي خدمت ۾ پيش ڪيون ٿا.

ڪامريڊ حيدر بخش ۽ منهنجي وچ ۾ پهرينءَ ملاقات کان وٺي هيءُ بہ ڪو اڻ - ٻوليل ۽ اڻ - لکيل وچن ٿي ويو هو تہ جيڪا ڪا اسان جي لکت ڇپبي (يا ٽائيپ ٿيندي) سا هڪٻئي کي پهچائينداسين. ائين آئون ڪراچيءَ ۾ هوندو هوس يا حيدرآباد ۾، جيڪباباد ۾ يا لاهور ۾، ڪوهاٽ ۾، خيرپور يا ڪٿي بہ، تہ ڪامريڊ جا ڪتابچا، پترا، وضاحتون، بيان ۽ خط وغيره، جيئن بہ هو پڌرا ڪندو هو، انهن جون ڪاپيون مون کي ڪانئس ضرور پيون ملنديون هيون، ايئن آءٌ ڪوهاٽ ۾ هوس تہ هڪ ڏينهن ڪامريڊ جي ٻن ٽائيپ ٿيل خطن جون ڪاپيون مون کي اچي پهتيون: اهي مون وٽ اڄ بہ موجود آهن، ڏهين مئي، 1967ع تي ڪامريڊ جي ٻن تازه رچيل نظمن "حيوان انسان" ۽ "سلام سنڌ" جي خلاف ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ، حيدرآباد، ڪامريڊ تي امن عام جي آرڊيننس 1920ع هيٺ ذاتي طور ڏهن هزارن جي ضمانت نامي ۽ وڏيڪ ان لاءِ ٻن ضامنن کان ڏهن ڏهن هزارن جي الڳ الڳ ضمانت نامن داخل ڪرڻ جو آرڊر تعميل ڪيو هو، ۽ 23 مئي تي حڪومت ويسٽ پاڪستان جي هوم سيڪريٽريءَ، لاهور مان ڪامريڊ تي ان سلسلي ۾ ويسٽ پاڪستان آرڊيننس 1963ع هيٺ ڪو فائينل نوٽيس بہ ڪڍيو هو، ڪامريڊ جا اهي ٻہ خط جيڪي هڪٻئي پٺيان پاڻ هوم سيڪريٽريءَ ڏانهن جواباً موڪليا هئائون، تن ۾، ٻين ڳالهين سان گڏ، پنهنجن انهن ٻن نظمن جون خالص ادبي ۽ علمي سمجهاڻيون ڏنيون هئائون، اهي ٻئي خط انگريزيءَ ۾ هئا، ۽ سڌا سرڪار، حيدرآباد جي ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ ۽ لاهور جي هوم سيڪريٽريءَ، ڏانهن ويل هئا، ۽ اتان جي مرده دلين جي سرد خانن ۾ مشڪل هو تہ انهن ٿورڙي بہ ڪا ڪوساڻ پيدا ڪئي هجي، ۽ اتان کان باهر جي دنيا ۾ نٿو ڄڃي سگهجي تہ سواءِ ڪن ٿورن جي اهي ڪن ڏٺا هجن، انهيءَ ڪري، اڄ جڏهن انهن کي لکئي ورهيہ گذري ويا آهن ۽ جنهن درد ڀريل دل ۽ ان جي تڙڦ ۽ ڏک ڏک سان اهي لکيا ويا هئا اسان جا ٻوڙا ڪن اها ٻڌي نٿا سگهن، سنڌيءَ ۾ انهن جو ترجمو، منهنجي خيال ۾ سنڌي ادبي ۽ علمي دنيا کي ڪافي ڪجهہ ڏوڏيندو ۽ ان لاءِ سبق آموز ثابت ٿيندو، هنن خطن جو



ترجمو هتي ڏيڻ ان ڪري بہ ضروري آهي،جو جنهن جاگيرداي هٻج ۽ حيوانيت ۽ مذهبي تاريڪ خياليءَ ۽ دقيانوسيت گڏجي، سنڌ ۽ سنڌي قوم تي تاريخ جو هيءُ پيرن ڪتيل "عفريتي دور طاري ڪيو آهي، جنهن جي پردي، ڪول ۽ مقابلي لاءِ ئي ڪامريڊ جو هيءُ سڄو شعر، شروع کان آخر تائين رچيل آهي ۽ سڄو سندس فڪر ۽ سڄو سندس جدوجهد مخصوص ٿيل آهي، ان سندس شعر ۽ ان جي پيغام ۽ سچي سندس مقصديت تي موٽ ۾ هن عفريتي دور ۽ ان جي داعين ۽ حامين جيڪا بہ تنقيد ۽ تنقيص ڪئي آهي، ۽ جيڪي بہ حملا ڪيا آهن ۽ زخم رسا آهن، تن سڀني جو جواب ڪامريڊ جي پنهنجي قلم سان سندس هنن ٻن خطن ۾ اسين ڏسي ۽ پڙهي سگهون ٿا.

> **جيڪڏهن شاعريءَ کي رواجي، عدم تصوارتي معيارن سان ماپي سگهجي ها، تہ گهڻا اعليٰ شاعر تڏهوڪو سوريءَ چڙهي وڃن ها، ۽ هيءَ دنيا ثقافتي ۽ جمالياتي طور سڃي سکڻي ۽ بيڪار بڻجي وڃي ها.**

پهريون خط: حيدرآباد سنڌ - مئي، 22-1967ع
امن عام جي حفاظت لاءِ آرڊيننس 1960ع هيٺ نڪتڪ آرڊر بابت

..............................

"ابتدا طور: شاعريءَ جي فن جون پنهنجون حد بنديون آهن، تنهن سان گڏ ان جا نبار ۽ اوچا امنگ ۽ تصور بہ آهن، مثلاً، ان ۾ لفظ رهائي ڇڏجن ٿا، تہ جيئن ٻڌندڙ يا پڙهندڙ پنهنجي خيال مان انهن جو پورائو ڪري، ان ۾ تاثر ۽ تاڪيد لاءِ استعاري ۽ وڌاءَ کان ڪم ونجي ٿو، ان ۾ لفظن کي نيون معنائون ملن ٿيون ۽ ان ڪري انهن جا تعبير ڪرڻا پون ٿا، شاعري سڌي، خشڪ ۽ تز نثر کان مختلف ٿئي ٿي، جيتوڻيڪ ڪو نثر بہ پنهنجي عڪس پذيريءَ ۽ سحر بيانيءَ

سبب شعري بلنديءَ تائين پهچي وڃي ٿو. جيڪڏهن شاعريءَ کي رواجي، عدم تصوارتي معيارن سان ماپي سگهجي ها، تہ گهڻا اعليٰ شاعر تذهوکو سوريءَ چڙهي وڃن ها. ۽ هيءَ دنيا ثقافتي ۽ جمالياتي طور سڃي سکڻي ۽ بيڪار بڻجي وڃي ها. پر خوشقسمتيءَ سان ان ڳالهہ ۾ انسانن جو فيصلو مختلف رهيو آهي. شاعر انسانيت جو شان، سمجهيا ويا آهن، بلڪ لائق پرستش شمار ٿيندا رهيا آهن.

"ڏسجي ٿو تہ هيءُ (خط جي حوالي ۾ ڄاڻايل) "آرڊر" ۽ ان جي ثبوت ۾ "دليلن" جو لکندڙ" شاعرن جي ٻوليءَ کان پورو باخبر نہ آهي. هو شاعريءَ ۽ نثر جو فرق نٿو ڄاڻي! حقيقت هيءَ آهي، جنهن ڏانهن ڌيان نہ ڏنو ويو آهي، تہ "حيوان انسان" ۽ سلام سنڌ. بہ نظم آهن. برابر جدا جدا ڇپيل. پر پمفليٽ (Pamphlets) نہ آهن. رڳو پترا (Leafets) آهن. هر هڪ رڳو هڪ پيرو بيٺي ٿيل ڪاغذ تي: "آرڊر، ۾ انهن جي سلسلي ۾ لفظ (Paras) ڪم آيل آهي. جيڪو نثر لاءِ لکبو آهي. (Stanzas) نہ. جيئن ٿي شعر جي حالت ۾ صحيح ڳالهہ آهي.

"گذارش: ١- الف): پهرئين نظم، "حيوان انسان" ۾ مون سورهن مختصر بندن ۾ انسان جي تاريخ، هن جي ارتقا، جيوت جي ادنيٰ ورت مان اپري باشعور انسان جي درجي تائين هن جي رسائيءَ جي سچي منظر، جو جائزو ورتو آهي ۽ هنجي ان "اعراج" (مٽي اپرڻ جي عمل) کي ضمانت چيو اٿم (بند ٨، شعر ٣ ۾) ان ڳالهہ جي تہ هو اجان بہ مٿي اپرندو تان جو فوق الانسان جو رتبو وڃي ماڻيندو! اها ڳالهہ چوندي، ۽ مون تاريخ جي دردمند ۽ دياوان شخصن کي ساراهيو ۽ ڪئورن ۽ ظالمن کي ننديو آهي، جتي گهڻن شاعرن گلن ۽ بلبلن ۽ شخصي محبتن ۽ حسن پرستين جي ڳالهہ ڪئي آهي، اتي مون اعليٰ فنڪارن، سائنسدانن، عظيم جدت ڪارن ۽ جدوجهد ۾ مصروف انسان ذات جي محسن جا ڳڻ ڳايا آهن.

"مارشل لا حڪومتون: ائين عمومي نموني ۾. مون مارشل لا جي نظامن لاءِ

## آءٌ پنهنجي طبيعت کان مجبور هڪ صلح - پسند ماڻهو آهيان، منهنجو ايمان آهي تہ انساني زندگيءَ جو آخري مقصد ۽ آدرش جنگ نہ پر دائمي امن هجڻ کپي، اهو سچ آهي تہ ڪي ماڻهو ان جي ابتڙ سوچ رکن ٿا ۽ مارڻ واريءَ پنهنجي حيواني جبلت خوش ڪرڻ لاءِ "شڪار" کي پسند ڪن ٿا.

پنهنجي ناپسنديءَ جو اظهار بہ ڪيو آهي، جيڪي،اسانجي اها بدنصيبي آهي، اسان لاءِ ڄڻ روز مره جا دستور بڻجي پيا آهن. انسان جو ضمير هن "قانون" کان بغاوت ٿو ڪري، جو قانون ڪونهي، خود ان جا مبلغ ۽ پڪا حامي بہ ان کي رڳو عارضي اقدام طور جائز چوڻ جي هامي ڀري ٿا سگهن، ڇا، خود صدر ايوب 7 آڪٽوبر، 1958ع تي اعلان نہ ڪيو هو تہ جيترو جلد ٿي سگهيو اوترو جلد مارشل لا لاٿو ويندو؟ ۽ پوءِ هن اهو واعدو پورو نہ ڪيو ڇا؟

"مون مارشل لا کي ننديو آهي، خاص طور جڏهن اهو ملڪ جي دستوري ۽ دائمي قانون جي صورت وٺي بيهي ٿو. پاڪستان ۾ خاص اها اڄ صورت بہ ڪانهي، جو ان صورت ڏانهن يا اهڙي ڪنهن خاص شخص لاءِ ٿي چيل سمجهي سگهجي.

"مون رڳو مارشل لا جي خصوصيتن جو عمومي اظهار طور ذڪر ڪيو آهي، مون چيو آهي تہ فوجي ڊڪٽيٽر" ملڪ (در اصل گهر) جي دفاعي ذميدارين جي پوري ڪرڻ بدران سڄي ملڪ جو قبضو وٺي ويهي ٿو رهي، وڌيڪ مون چيو آهي تہ مارشل لا جي دوران دليل کي زور، دٻائي ۽ نپوڙي ٿو ڇڏي. مون چيو آهي تہ مارشل لا ۾ زبانون ڪڙجي وڃن ٿيون، مان ڀانيان ٿو تہ ٿورا ئي ڪي ماڻهو هوندا، جيڪي منهنجي انهن ڳالهين سان اختلاف ڪندا. چوڻ اهوئي اصل ۾ سچ جو هڪ انصاف ڀريو تفسير آهي.

"مون کي افسوس آهي تہ منهنجن نظمن کي پوريءَ طرح سمجهيو نہ ويو آهي ۽ انهن جا لفظ غلط ترجمو ڪيا ويا آهن. بلڪ بگاڙيا ويا آهن، جيئن آءٌ ان ڳالهہ ڏانهن هيٺ ڌيان ڇڪائيندس. سچ تہ مون تي ڪنهن قدم کڻڻ جي فيصلي کان اڳ ڪنهن قابل مترجم جون خدمتون ورتيون وڃن ها تہ بهتر ٿئي ها.

١- (ب). "سلام سنڌ": شڪار (بند اٺون
هي ڇا جي لئہ شڪار آهہ، جهنگ ۾ بزار آ.
چو عيش برقرار آهہ، ڏيهہ ۾ ڏڪار آ.
غريب سنڌ جي مٿان هي بار بار بار آ.
هي رشوتن، نوازشن، غلامين جو چار آ.
هي لهو لعب جرم جي وسيع واردات آ!
اي سنڌ، تو مٿان سدا سلام آ صلات آ!

آءٌ پنهنجي طبيعت کان مجبور هڪ صلح - پسند ماڻهو آهيان، منهنجو ايمان آهي تہ انساني زندگيءَ جو آخري مقصد ۽ آدرش جنگ تہ پر دائمي امن هجڻ کپي. اهو سچ آهي تہ ڪي ماڻهو ان جي ابتڙ سوچ رکن ٿا ۽ مارڻ واريءَ پنهنجي حيواني جبلت خوش ڪرڻ لاءِ "شڪار" کي پسند ڪن ٿا. اهڙا ماڻهو ڀلي اهڙن پنهنجن "مشغلن" (Games) ۾ پاڻ "وندرائين. پر انهن ۾ ايترو ماڻهپو هئڻ کپي تہ سندن ڪئورتا تي ڪو تنقيد جا بہ لفظ چوي يا لکي تہ هو اهي برداشت ڪن.

"اسان وٽ حڪومت جي آڌار تي هلندڙ "حيوانن" تي ظلم جي روڪ لاءِ سوسائٽيون بہ آهن. جيڪڏهن حيوانن کي مارڻ ظلم نہ آهي تہ پوءِ ظلم ڇا آهي؟

"هتي مون شراب نوشيءَ، رشوت ستانيءَ ۽ عيش ڪوشيءَ کي بہ ننديو آهي. پاڪستان ۾ انهن کي نندڻ اڃا ڪو ڏوهہ ڪونهي - مثلاً بند - ٩ ۾
غريب "هي ديار" آ. غليظ هٽ شڪار آ.

"مدار" ملڪ جو مڙئي گداگري آڌار آ،
ٿيو چنبي سامراج ۾ شڪاري اڄ شڪار آ،
شڪار سان شراب آ گڏ ته شر شرار آ،
هيءَ صاف صاف بات آ، بيان واقعات آ،
اي سنڌ تو مٿان سدا سلام آ صلات آ.

پهرينءَ مصرع جو ترجمو (اوهان جي آرڊر ۾): This Poorand has become filthy prey غلط آهي، مصرع جو مطلب آهي: "هيءُ ملڪ غريب آهي، هتي شڪار جو شغل غليظ ڪم آهي"

"اسان سيني پاڪستانين کي پنهنجين گهرجن ۽ هڙ ۾ پيسن يعني پنهنجن وسيلن کي نظر ۾ رکندي، سيني محازن تي انتهائي ڪفايت کان ڪم وٺڻ گهرجي، شڪارن تي هزار ها روپين جي خرچ کي نه نه ته به بيجا زيان ته ضرور چئي سگهبو.

اجايا خرچ اسان جي اقتصادي قوت کي ڌڪ هڻن ٿا ۽ اسان کي مجبور ڪن ٿا ته ڌارين سامراجين کان امدادن قرضن جو خيراتون گهرون، جيڪي هو پنهنجن سياسي مفادن جي سٽ ڪرڻ کان سواءِ اسان کي هر گز ڪونه ٿا ڏين. اهي خيال اسان جي صدر پاڪستان جي واتان به هر هر ٻڌجي رهيا آهن. ان سلسلي ۾ قوم کي پنهنجين ذميدارين جي ياد ڏيارڻ لاءِ مون تي ڏوهن مڙهڻ بدران مونکي لائق آفرين ئي ڳڻڻ گهرجي. "هاڻي آئون ڏهين بند جو (جنهن کي غلطيءَ کان "آرڊر" ۾ ۹ عدد ڏنو ويو آهي) هتي (مرڳوئي) اردو ترجمو ڏيان ٿو:

شڪار عيش بند هو، ڪلام حق بلند هو،
علوم ڪا، فنون ڪا، شعاع هو سگند هو،
حسين ڪاروبار سي هر ايڪ ارجمند هو،
مزور هاري پائي حق جهد. محن سي قند هو،
عمل قدم، حيات اور عيش مين ممات هي،
اي سنڌ تجهه پ جاودان سلام هي صلات هي!

منهنجي سمجهه ۾ نٿو اچي ته هنن مصرن ۾ اعتراض جي يا ملڪ دشمنيءَ جي ڪهڙي ڳالهه آهي، جنهن تي مونکي سزائن ڪائڻ يا ڏندن پرڻ جا دڙڪا ملن!

"(هونئن به) ون - يونٽ نظام سياسي، يا انتظامي سرشتي جي دنيا ۾ ڪو آخري حرف ڪونهي، ان جي جمهوري مخالفت کي ڪو قانوني ڏوهه به ڪو نه چيو ويو آهي، هيءُ نظام اعتراض جوڳن طريقن سان قائم ڪيو ويو هو ۽ آئيني ذريعن سان، بهرحال، ختم ڪري سگهجي ٿو، پاڪستان جي اسلامي ريپبلڪ جي هاڻوڪي اسلامي آئين ۾ پڻ، ڏاهپ کان ڪم وٺندي، ان (سلسلي عمل) جي گنجائش رکي وئي آهي.

"گذريل ڏهن سالن ۾ ون - يونٽ جي ڪارڪردگيءَ مان ثابت آهي ته هن نظام ۾ اسان سنڌي ماڻهن ڪيترو ڪجهه سٺو آهي!



ڪامريڊ: سکر جي "سنڌي شام" ۾ "جيئي سنڌ" نظم ٻڌائي رهيو آهي

اسان جي زمين جون ڍلون اسان کان شمالي علائقي وارن پائرن کان وڌيون وصول ٿين ٿيون، جيتوڻيڪ اسان جي زمين مان اسان کي پيدائش گهٽ ٿئي ٿي، وڏين نوڪرن ۾ اسان جو جيترو حصو هئڻ کپي ان کان تمام گهٽو گهٽ آهي ۽ سرڪاري ۽ نيم سرڪاري خود مختيار ادارن ۾ اسين ته نالي ماتر به ڪي مشڪل تا ڏسجون. گذريل ۱۵ سالن کان، ڪنهن نه ڪنهن بهاني، اسان جا آفيسر پڪا ڪو نه ٿا ٿين، ۽ پوئتي کان پوئتي ڌڪجندا تا وڃن، اسان جي سنڌي ٻولي سرڪاري طور تسليم نٿي ٿئي، ان کي دٻايوءُ هيسايو ٿو وڃي، "سنڌ" جو نالو نقشن مان ڪڍيو ويو آهي، سنڌ جون زمينون، جن تي بي زمين سنڌي هارين کي پهريون حق آهي، وڏا واڪ ڏيندڙن ٻاهرين کي نيلام ڪيون پيون وڃن.

"ائين چوڻ ته ڏاڍي وڻندڙ ڳالهه آهي ته اسين سڀ پاڪستاني آهيون،اسين سڀ مسلمان آهيون، اسين سڀ پائر آهيون، سنڌين، بلوچن ۽ پٺاڻن جي نالن ۾ اسين ڇو سوچيون؟" پر هن بي ترس، حسابي ۽ تاجر سماج ۾ اها سچي ۽ اصلي پائپي ڪٿي آهي؟.

"ڇا، سنڌين سان روا رکيل سچي اها مٿي بيان ڪيل هلت پائپيءَ جي هلت سڏي سگهجي ٿي؟ ڇا، ائين بهتر نه آهي ته ڏنو وڃي ۽ سمجهيو وڃي ته صوبه پرستيءَ جون اصل پاڙون ڪٿي آهن ۽ ڪهڙيون آهن؟.

"جيڪي ڏڪوئيا، سي ضرور دانهن ڪندا، صحيح ڳالهه ته هيءَ آهي ته ڏک جا سبب هٽايا وڃن. ائين نه ته دانهيندڙ کي دٻايو ۽ مرڳوئي واردات تان غائب ڪيو وڃي.

"آرڊر" ۾ جيڪي شعر ڏنا ويا آهن. اهي لکي مون رڳو سنڌين جي آواز ۽ انهن جي جذبن جو اظهار ڪيو آهي. منهنجي ان نظم جي ۱۱، ۱۲، ۽ ۱۳ بند کي ان پس منظر ۾ پڙهڻ گهرجي.

"انهن شعرن ۾ مون درخواستون وڌيون آهن، منٿون ڪيون آهن، ڪٿي ڪٿي استعاري ۽ وڌڪ لفظن ۾ ، ان ظلم ۽ ان گهٽ ۽ ٻوسٽ جي ڪارستانين خلاف جيڪي مختلف نمونن سان اسان تي روا رکيون پيون وڃن. انهيءَ اميد سان ته ڏاهپ ۽ ذميداريءَ جي روش ورتي ويندي، ۽ اسان جي دانهن جي اسان کي معقول موٽ ملندي، ۽ ائين اسان جون پريشانيون ختم ٿينديون ۽ اسان جا مسئلا حل ٿيندا! اهي شعر (پنهنجي ڪچي ڦڪي اردو ترجمي سان( آئون هيٺ وري اوهان جي مطالعي لاءِ

ڏيان ٿو:

(ڪامريڊ پنهنجي هن جوابي خط ۾ پوءِ اهي ٽي بند اردو ترجمي سميت، ڏنا آهن.

"بند – ١١. جو سنڌ سان آ دشمني، قديم پاڪ نام سان!..

"بند – ١٢. اي بي صبر ستمگرا! اسان سان جنگ بند ڪر...

۽ "بند –١٣. اٿو اٿو اي سنڌيئو! ڪلهن مٿي ڪفن ڪيو!...

جيڪي سنڌن نظم، سلام سنڌ" ۾ سنڌن شعري ڪليات "جيئي سنڌ! جيئي سنڌ"! جي ص ١٤٧–١٥١ تي ڏسي سگهجن ٿا. م.ا.ج)

"هنن شعرن مان ڏسي سگهجي ٿو ته انهن ۾ هڪ منٿ آهي، هڪ اپيل آهي ته "سنڌ" جو مقدس نالو نه مٽايو! سنڌي ماڻهن جي خلاف وڙهڻ بند ڪريو! ١٢ بند جي ٻئي شعر "سڌائي پاءِ پاءِ تي تير تفنگ بند ڪر!" جي سرڪاري معنيٰ ۾ "چمڙا پوس ڪيل پاءِ" (Brother in Dis-guise) جو اصطلاح غلط آهي. سچي شعر جو صحيح مفهوم آهي، پاڻ کي پاءِ سڏائي، تون پنهنجي ڪهاڙي ۽ بندوق پاءِ تي نه اپي ڪر!" منهنجي سچي ان بند جو روح ئي هيءُ آهي ته "پائرو! پنهنجن پائرن تي ڪنورو نه ٻڌجو! پائرو! اسان کي پنهنجي ظلم جي مشق جو نشانو نه ٻڻايو اسان سان انصاف ڪريو!"

"ڪٿي به مون تشدد يا اڳرائيءَ ۽ وڳوڙ جي تبليغ نه ڪئي آهي، جيڪڏهن مون ڪا تبليغ ڪئي آهي ته قربانيءَ جي، پاڻ مٽائڻ جي، صلح پسند هئڻ ڪري ۽ حيوانن جي دنيا لاءِ به نرم دل رکندي، پنهنجن انساني پائرن خلاف، سائن پوءِ ڪيترا به منهنجا اختلاف هجن، تشدد ۽ مارڪٽ جي تبليغ ڪرڻ منهنجي طبيعت جي ئي خلاف ڳالهه آهي. آئون برابر بهتريءَ لاءِ تبديلي گهران ٿو. پر آئيني طريقن سان، يعني پارلياميني عمل ۽ اقدامن جي سلسلن سان.

"اظهار جي آزادي هڪڙو بنيادي انساني حق آهي، ۽ جيڪڏهن ڪا به حڪومت ماڻهن کي ان جي استحصال کان روڪي ٿي ته نه رڳو فردن کي نقصان رسي ٿو پر سڄي سماج جو ان ۾ هاڃو ٿئي ٿو. پنهنجن مخالفن ڏانهن ۽ سنڌن ديانتدار راءِ لاءِ سهپ جو جذبو، انساني سماج ۾ ماڻهن جو هڪڙو بيواخلاقي حق ۽ پڻ فرض اهو آهي، منهنجا نظم فوجداري توڙي شهري ڏوهن جي درجي ۾ اچي ٿا سگهن ۽ نه آهي عام جي سلامتيءَ، عام جي مفاد يا امن عام جي خلاف ورزيءَ جي دفعي ۾ شمار ٿي ٿا سگهن (جيئن آرڊر ۾ انهن لاءِ چيل آهي).

"2. مونکي باغيانه ڪاروايون ڪرڻ جي ڪا نيت ڪانهي ۽ نه ڪنهن فسادي قسم جي ڪتابچن ڪڍڻ جي رٿا اٿم. جيئن اوهان پنهنجي "آرڊر" ۾ مضبوط انديشو ظاهر ڪيو آهي.

**اسان جي سنڌي ٻولي سرڪاري طور تسليم نٿي ٿئي، ان کي دٻايو ۽ هيسايو ٿو وڃي، "سنڌ" جو نالو نقشن مان ڪڍيو ويو آهي، سنڌ جون زمينون، جن تي بي زمين سنڌي هارين کي پهريون حق آهي، وڏا واڪ ڏيندڙن ٻاهرين کي نيلام ڪيون پيون وڃن.**

"3. هتي منهنجي خلاف اوهان وٽ پهچندڙ معتبر ذريعن کان مخفي اطلاعن. جو به ڪو سوال ڪونهي، منهنجو لکيتون ڇپيل دستاويز آهن ۽ اهي بلڪل کليل ۽ واضح شعر جي صورت ۾ رچيل آهن.

"ضمانت ناما Bonds: "آرڊر" ۾ مون کي چيو ويو آهي ته ڏهن هزار روپين جو ضمانت نامو آءٌ پاڻ ۽ ٻين ٻن شخصن جا الڳ الڳ اهڙا ڏهن ڏهن هزارن جا ضمانت ناما آئنده لاءِ پنهنجي چڱيءَ چال واسطي داخل ڪرايان، مونکي افسوس آهي، جو آئون ان آرڊر جي پيروي ڪري نٿو سگهان، جنهن جو سڌو سادو سبب اهو به آهي ته اهي رقمون مهيا ڪرڻ منهنجي وس ۾ نه آهن، ۽ ڊپ اٿم ته ڪنهن سي آءِ ڊي پوليس جمعدار جي مخفي رپورٽ تي تيهه هزار روپيا ڏنڊ طور وصول ٿي ويندا، اهو آرڊر آپيشاهيءَ جو آرڊر آهي ۽ غير منصفاڻو آهي، ۽ هن وضاحت نامي ۾ پيش ڪيل سببن ۽ دليلن جي روشنيءَ ۾ ان کي واپس ورتو وڃي.

"حرف آخر: آئون ٦٢ سالن جي عمر جو آهيان، هن عمر ۾ منهنجو مکيه ڪم هن علائقي جي هارين کي اٿاري پنهنجي پيرن تي بيهارڻ جو آهي، آئون سنڌ جو ١٩٥٠ع وارو هارپ جي حقن جو قانون، هارين جي بيدخليءَ ۽ بٽئيءَ ۾ سنڌن جائز حصي جي سلسلي ۾، اسان وٽ هڪ بيجان اکر بڻجي چڪو آهي، ان بابت منهنجو لکيل ۽ تازو شايع ڪيل پترو، اوهان جي پڙهڻ لاءِ هن سان گڏ پيش ڪريان ٿو. جنهن ۾ مون زميندارن ۽ عملدارن کي اپيل ڪئي آهي ته هو هارين کي پنهنجا حق ڏين ۽ سائن انصاف سان هلن. جيڪڏهن سرڪار واقعي هارين جي ڏکوئيندڙ حالت کي سڌارڻ جي خواهش رکي ٿي ته سرڪار کي، منهنجين انهن فرض ڪيل غلطين جي باوجود، مون سان تعاون جو هٿ وڌائڻ گهرجي. آئون به هڪ انسان آهيان، انسان ڪان، خطائن جي گهر هئڻ سبب، خطائون ٿي سگهن ٿيون. ۽ ان ناتي تحقيق آئون به خطائون ڪري سگهان ٿو.

"---- حيدر بخش جتوئي، حيدرآباد سنڌ. مئي – ٢٢. ١٩٦٧ع".

ٻيو خط: حيدرآباد سنڌ – مئي، ٢٥-١٩٦٧ع
ويسٽ پاڪستان پريس ۽ پبليڪيشن آرڊيننس ١٩٦٣ع
هيٺ نوٽيس بابت

......................................

"مون ١٠ مئي، ١٩٦٧ع جي آرڊر جي جواب ۾ ٢٢ مئي، ١٩٦٧ع تي هڪ وضاحت نامو پيش ڪيو آهي، ان جو اضافي طور آئون هتي فقط منهنجي نظم، "سلام سنڌ" جي رهيل اعتراض ورتل ٻن آخري بندن بابت پنهنجي سمجهاڻي پيش ڪريان ٿو.

"بند – ١٥: جهان ۾ ڪيئي ظالمن جا قيد ڪوٽ اڏي ويا!
سپاهي هٿا ڪ شير هٿا، دلير گهوٽ اڏي ويا!
هو حق پرست جي هٿارون ڪائي چوٽ اڏي ويا!
سهي سگهيا نه ٻت شڪن جي هڪ مروٽ، اڏي ويا!

جلايو جت بہ سومناٿ، لات آ منات آ!
اي سنڌ تو مٿان سدا سلام آ صلات آ!

"فقط ظالم ۽ بت پرست ئي هن شعرن تي اعتراض ڪري ٿا سگهن. لات ۽منات جا بت پيغمبر اسلام ناس ڪيا هئا. ۽ سومناٿ جا بت محمود غزنويءَ!

"بند - ١٦: هيءَ منهنجي نظم جو پويون بند آهي،جنهن ۾ منهنجو تخلص آيل آهي، ان ۾ شاعرانہ تعليءَ جا دستوري لفظ بہ آيل آهن. جيڪي نظر انداز ڪرڻ جهڙا آهن. هن بند ۾ اهم خيال هيءُ آهي:

"جو سنڌ لئہ عذاب آهہ، ناس سو نظام ٿئي!

سنڌ لاءِ حتمي نہ پر شرطيہ بد دعا آهي أنهن لاءِ جيڪي واقعي سنڌ لاءِ عذاب آهن يا سنڌ کي عذاب ڏين ٿا.

"اسين سنڌي ماڻهو ون يونٽ نظام جي هٿان عذابن ۾ آهيون يا نہ، اهو برابر هڪ داخلي امر آهي.

"اِئين ٿو ڏسجي تہ جيڪي ون يونٽ جي نظام کي هر قيمت تي قائم رکڻ گهرن ٿا. آهي "سنڌ" جو رڳو نالو ٻڌڻ بہ نہ ٿا گهرن. سنڌن آڏو أن جو رڳو اچارڻ بہ أنهن لاءِ خودبخود هڪ باغيانو قدم آهي! افسوس، سنڌ ۽ سنڌين جي تقدير اِها ۽ اِتي اچي بيٺي آهي! سنڌي ماڻهن، سنڌ جي ويچاري محمد علي جناح، سميت پاڪستان لاءِ ڪم ڪيو، هڪ آزاد رياست لاءِ، ڇا اهو انصاف آهي تہ أتي سنڌي ماڻهو أنهن جا محب وطن جوان ۽ شاعر بس جيلن ۾ ڪرندا ۽ مرندا ئي رهن!

"آخر ۾، ڇاڪاڻ تہ دليل هتي شمار ۾ نٿا چن، آءٌ پنهنجي هيءَ مزيد وضاحت بت شڪن محمود جي درٻار جي شاعر، جهوني فردوسيءَ، جي شعر سان ختم ڪيان ٿو.

"آيا شاهہ محمد ڪشورَ ڪشا.
ڪ آز ڪس نہ ترسي بترس از خدا!.

[ اي بادشاهہ محمود، دنيا جا فتح ڪندڙ! جي ڪنهن کان نٿو ڊڄين، تہ خدا کان تہ ڊڄ]"

"حيدر بخش جتوئي، حيدرآباد سنڌ، مئي ٢٥، ١٩٦٧ع.

"حيوان انسان" ۽ "سلام سنڌ" جي پنهنجي "انساني خطا" لاءِ ضمانت نامن جي هن ڪوڙڪي مان ايئن بي باڪ مقابل ٿيڻ کان تقريباً ٻارنهن مهينا پوءِ، مئي ١٩٦٨ع ۾ ڪامريڊ حيدربخش کي راج ڊوهيءَ جي ٻين الزامن سان گڏ پنهنجي لازوال نظم "جيئي سنڌ-" خاص أن هيٺين بند جي ڏوهہ ۾ بي در يافتا ٩ مهينا مَڇ ۽ ڪراچي جيلن جا ڪاٺا پيا:

"جيئي هند ۽ جيئي سنڌ، جيئي جيءُ مِنو هر هند.
"پيار بهار ٿئي عام ۽ جام! جيئي سنڌ! جيئي سنڌ!

ان عنوان هيٺان أتي ئي ڪامريڊ فوراً هيءُ نوٽ لکيو هو: هيءُ نظم أنهن پنجابين متعلق آهي، جي ون يونٽ جا باني ۽ حامي آهن! هي نظم ڪامريڊ جي ڪليات ۾ شامل نہ آهي مَڇَ مان أن جون وڏيڪ ڪاپيون شايد ٻاهر نہ اچي سگهون هيون ۽ ڪليات جي ترتيب وقت هيءُ نظم مرتب کي دستياب ٿي نہ سگهيو! أن جا پنج بند لائق پڙهندڙن جي فيضان طبع لاءِ بهرحال هتي پيش آهن. جن مان پڻ ڪامريڊ جي روشن ذهن ۽ منصفانہ مزاج ۽ حق پسند طبيعت جي ڇاڻ ملي ٿي، جنهن کي مَڇَ جيل جهڙي صبر آزما صورتحال ۾ بہ پنهنجي هٿان وڃڻ نہ ڏنائون:

ستمگر سامراجي سازشي پنجابَ مرده باد!
غريبان مارَ ۽ مڪار ۽ ڪذاب مرده باد!
هي دشمن عام جا ۽ نام جا نواب مرده باد!
هي مرده باد، مرده بادم با احباب مرده باد!
ٿيا زخمي هنن جي چابڪن کان رهنما پنهنجا!
هنن جي وحشي چنبن کان ٿيا ڪيئي فنا پنهنجا!
هنن جي ڪارنامن داستان ڪارا ڪيا پنهنجا!
هي ڪارا قلب جا ۽ ظاهري مهتاب مرده باد!
٦- هتان ئي آئي ون - يونٽ جي آفت ۽ زبردستي!
مٿائن ٿا ستمگر اڄ پنهنجو گهر ۽ باغ ۽ بستي!
هي ون- يونٽ جا باني، حامي ۽ اسباب مرده باد!
٢٠- ڀلائي ڀنا بلا شاهہ، وارث شاهہ، فريدڻ کي!
منو آواز جن جو ٿو وٺي انسان کي وڻ کي!
قلندر کي، سڪندر کي، پورس کي برهمڻ کي!
هي انساني أخوت جا عدو احباب مرده باد!
٢٢- هي هڪ پيغام آ پنجاب ڏي هڪ نعره حيدر!
"ٿيو انسان، رهو خوش ڀائرن کي ڪيو خوشتر!
"منڊل ٿي وڃي هي شعر، برپا عيد ٿئي گهر گهر!
"بلوچستان زنده باد ۽ پنجاب زنده آباد!
" سدائين سنڌ زنده آباد، پاڪ آداب زنده باد!

ان ٩ مهينن جي بي دريافتي بند کان ترت ئي پوءِ آگسٽ ١٩٦٩ ۾ ڪامريڊ حيدر بخش کي سائين جي ايم سيد جي ڪراچيءَ واري گهر مان، بنگلہ ٻَڌوءِ



ڪامريڊ جتوئي سکر ۾ "سنڌي شام" ۾ حاضرين سان گڏ

شيخ مجيب الرحمان ۽ ٻين پاڪستان جي صف اول جي سياسي اڳواڻن جي پرويءَ مجلس مان سڏي، گرفتار ڪري، وٺي ويا. ڏوهہ! رڳو هيءَ تہ ڪامريڊ ڪي تازو جيل مان آزاد ٿيڻ تي، جيئن سنڌ ۾ هر هنڌ تيئن نوابشاهہ شهر واسين مان "ڏنو ۽ جيئي سنڌ!" جا نعرا هنيا! ڪوهاٽ مان وئڪيشن تي تڏهن اڃا سنڌ ۾ آيل هوس ۽ ڪامريڊ جي گرفتاريءَ جي موقعي تي اتي موجود هوس. اهو هانءُ- نيوڙيندڙ منظر"- سنڌ جي هن عظيم ۽ محترم سپوت جو پوليس حراست ۾ ائين بيوس جهلجي وڃڻ وارو- ڏسي، پنهنجي قومي هيٺائيءَ تي مان روئي ويٺو هوس. ان ڪان پوءِ ڪامريڊ محترم پنهنجي جسد خاڪيءَ ۾ اسان وٽ باقي ڪي ڏهاڪو مهينا ئي رهئو هو- مئي ۱۹۷۰ع ۾ ڪين اسان کي خيرباد چئي. اسان ڪان ۽ پنهنجي پياريءَ سنڌ جيجل کان هميشہ لاءِ موڪلائي ويئو هو! منهنجو هڪ بزرگ دوست حسام الدين راشدي، جيڪو ابتدا ۾ تہ ڪامريڊ حيدر بخش جو مخالف رهيو هو پر پوءِ هن جو مداح بلڪہ عقيدتمند بڻجي ويل هو، ائين مون کي روئندي ڏسي، اتان پاهران ئي پنهنجي گهر "بيت الضيا"، عامل ڪالوني نمبر ۲ ۾ وٺي ويو هوم، ۽ ڪافي دير تائين اڃا وٽس ويٺو رهيو هوس، ۽ اسان ٻنهي جي واتان ڪا بہ ڳالهہ اڪلي نہ سگهي هئي.

(۹) ڪامريڊ حيدر بخش جي شعري ڪليات ۾ سندن سڄو شعر آيل ٿو معلوم ٿئي- سواءِ ڪن هڪ ٻن نظمن يا رباعين جي، مثلاً، خاص طور، " ون- يونٽي پنجابي مرده باد" واري نظم جي. ڪامريڊ" شاعر هو، سگهارو نثر نويس هو. لاجواب ڳالهائيندڙ هو. پر سڀ کان وڌ هو هڪ اڻ- ٿڪ عملي ماڻهو هو. خاص طرح ائين ياڻئجي ٿو تہ شاعريءَ لاءِ وٽن گهٽي فرصت ڪانہ هئي ۽ نہ ان لاءِ عام طرح جي اشاعت جو ڪين گهڻو خيال بہ هو. مثلاً اخبارن، رسالن يا راڳ رس ذريعي: ۽ ان جا ڪيئي سبب خاص طرح سياسي ۽ سماجي فضا جو ناموافق هجڻ" بہ- ٿي سگهيا ٿي، پر هڪڙو وڏو ۽ اهم سبب سندن شعر جو "پيغامي" يا "تبليغي" (didactic) هجڻ ۽ سرودي (Lyrical) نہ هجڻ بہ هو ۽ ان جي يعني شعر، جي ڪين بمقابلہ، نثر جي، خاص ضرورت بہ محسوس ڪانہ ٿي ٿي. ان طرح ڏسڻ سان، ڪامريڊ جي سڄي شعري تخليق ٽن الڳ الڳ دورن ۾ ورهائجي سگهي ٿي: پهريون دور سندن ڪاليجي زندگيءَ ۽ فوراً ان کان پوءِ جو، جنهن ۾ پاڻ ۱۹۳۰ع تائين " تحفہءِ سنڌ" جا نظم ۽ رباعيون، پنهنجي مشهور فڪري ڪاوش، "شڪوه"، جي طويل نظم سميت اسان کي ڏنائون: ٻيو دور ۱۹۴۵ع ۾ ملازمت کي سندن خيرباد چوڻ کان وٺي ڏهن سالن کن جي مدت وارو جنهن ۾ پاڻ "آزاديءَ قوم" جو طويل نظم (۱۹۴۷ع) ۽ "هاريءَ جو زمانو" (۱۹۴۸ع)، "سنڌ جا ساهہ ۽ سردار ۽ دلبر هاري!" (۱۹۴۸)، "ائٽم بم" (۱۹۵۳ع) ۽ "سنڌ پياري" (۱۹۵۴ع) نظم تخليق ڪيائون: ٽيون سندن شاعريءَ جو دور سنڌي ادبي بورڊ جي سماهي رسالي "مهراڻ" جي نئين سر اجراء (۱۹۵۵ع) کان پوءِ شروع ٿيلءِ سندن وفات جي سال ۱۹۷۰ع تائين تقريباً ۱۵ سالن جي مدت وارو، چئي سگهجي ٿو ۽ ان سان سندن ڪاليجي زندگيءَ کان تقريباً ٽيهارو سال پوءِ، شايد پهريون ڀيرو ڀيهر سندن ڪنهن شعري تخليق جي اشاعت – هن ڀيري، سندن هڪ غزل، "ٿي ٻلي اها ئي قسمت، نہ سهي وصال تئي ها......"، سان "مهراڻ" – ۱، ۱۹۵۹ع ۾ ٿي، انڪان پوءِ سندن ٻيو غزل "نصيب منهنجي تي هر ڪنهن کي چو نہ ارمان ٿئي" وري بہ "مهراڻ" ۾ ئي شايع ٿيو. تقريباً انهن ئي ڏينهن ۾ پاڻ ٽي وڏيڪ غزل – "تو مرد مرد ٿئي ڪجهہ تفن تير سهي..." "اسان حق جي بات چوندا رهياسين...."، ۽ "اي بادشاهہ عالم! سجدو نماز جا لئہ....." رچيائين، جن مان ٻويان بہ رسالي "ڪونج" ۾ ڇپيا. ان ڪان پوءِ جيڪي نظم پاڻ تخليق ڪيائون – ۱۹۶۷ع ۾، "سلام سنڌ"، "اي سنڌي وڏيرا ڪجهہ انسان ٿي!" "حيوان انسان"، "جيئي سنڌ! جيئي سنڌ!"، "بلوچستان زنده باد!" ۽ "اي مٺي جيجل! اي سنهاري سنڌ"، ۱۹۶۸ع ۾ "تون هر دم منهنجي دل ۾ مصطفيٰ ماءُ!" ۽ "پاڪستان زنده باد!" ۽ ۱۹۷۰ع ۾ "هوش محمد"، "پيام امن" ۽ سڀ کان آخر ۾، ون- يونٽ جي خاتمي جي اعلان تي خوشي ۾ "اجها عيد آئي" – آهي تقريباً سڀ پاڻ الڳ الڳ پترن جي صورت ۾ هڪبئي پٺيان ڇپائي پٽرا ڪيائون.

(۱۰)

مون ساڻن پهرين جڏهن هڪ ملاقات ۾ "مهراڻ" لاءِ سندن ڪنهن شعري تخليق جي ڳالهہ ڪئي، تہ پاڻ هڪ گهڙيءَ لاءِ حيرت ڏيکاريائون، ۽ پوءِ ڏاڍي هڪ ڳنڀير ۽ ڏکياري لهجي ۾ شڪايت ڪيائون تہ سنڌي اديبن ۽ نقادن (جيڪي ڪي پاڻوٽ هئا يا آهن") ۽ سنڌي پڙهندڙن سندن شعر سان انصاف نہ ڪيو هو، مون ڪين جواب ڏنو تہ "ڪامريڊ! پنهنجي شعر ڏانهن اوهين پاڻ بہ تہ روادار نہ رهيا آهيو!" پنهنجي هڪ خاص چمڪ اکين ۾ آڻيندي ۽ پر بهار هڪ ننڍڙو ٽهڪ ڏيندي، چيائون، "تون ئي ٻڌا!، مان چا تو ڪري سگهان؟" "شعر کي اوهان پنهنجي مقصد سان پابند ڪري رکيو آهي، پنهنجي دل سان پابند ڪيوس ئي نتا!" "تہ چا منهنجي دل منهنجي مقصد سان پابند ڪانهي؟" "مقصد سان آهي، پر شعر سان ناهي! ڪجهہ ان سان بہ پيچ "رڪوس!" ڪجهہ مونجهہ ۾ اچي، چيائون، "اها دل بل جي ڳالهہ پراڻي آهي، اجائي آهي، چوڻ ۾ پرڪشش، پر اصل ۾ غلط! پر "مهراڻ" لاءِ اوهان کي شعر ڏيندس!" اهي هئا چار ٻول اسان جي ڳالهين جا، جيڪي آئون سمجهان ٿو تہ ڪامريڊ جي آخري پنجن عاليشان غزلن جا محرڪ ٿيا. پر غزل ڪامريڊ جا وري بہ اهي ڳرا ۽ فلفسيانہ رهيا انهن جي خاص حسن ۽ عظمت جي ڪشش ۽ تاثر انهن جي خاص پڙهڻ ۽ سمجهڻ سان آهي، بهرحال ادب جي تحريڪ ۾، ان وقت، جيڪو اپار ۽ زور" هو، ان جو اهو ڪرشمو ٿو پائنجي، جو ڪامريڊ پنهنجي انقلابي مقصد لاءِ، خاص طور ان پوئين دور ۾، پنهنجي معمول کان ڪجهہ زياده، پنهنجي شعر کي ڪم آندو پر پوءِ بہ جي ڏسبو تہ، ان سڄي دور (۵۵-۱۹۷۰) ۾ رڳومقدار جي خيال کان بہ سندن شعر سندن نثر جي سوينءَ پتيءَ ۾ مس ايندو، انهيءَ ڪري سنڌي قوم جي تاريخ ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جي ڪردار جي، سندن ادبي تخليقات مان، جانچنا ۽

ڪٽ ڪرڻي آهي، تہ ان لاءِ سندن نثر کي وڌيڪ اهميت ملندي.

سندن سچيءَ شاعريءَ کي ٻيءَ هڪ طرح ٻن وڏن دفعن ۾ بہ رکي سگهجي ٿو. هڪ ۾ سندن مشڪل اصطلاحن ۾ رچيل، فلسفيانہ نوع جو شعر، جيئن سندن غزل، رباعيون، ۽ "شڪوه"، ۽ "آزاديءَ قوم" جي عنوانن وارا طويل نظم ۽ ٻئي دفعي ۾ سندن سليس، سڌا سادا، وطن دوست ۽ انقلابي نوع جا نظم، جن مان گهڻا پاڻ پنهنجي شاعريءَ جي نئين دور ۾ رچيائون.

ڪامريڊ حيدر بخش جي شعري ڪليات جي نئين سر مطالعي لاءِ جڏهن انهن کي هن ڇپيل صورت ۾ هڪ ئي جاءِ تي پڙهڻ ويٺس، تہ انهن کي ڏسي ۽ پڙهي مونکي خوشي بہ ڏاڍي ٿي، پر بعضي جاين تي انهن جي پڙهڻ ۽ سمجهڻ ۾، معمول کان ڪجهہ زياده ڏکيائي بہ محسوس ڪيم. سبب؟ هڪڙو هيءَ تہ اسين پنهنجي ٻوليءَ جي ڇپائيءَ (توڙي لکائيءَ) ۾ حروف علت (Vowels) اڪثر ڪم ڪو نہ ٿا آڻيون: سواءِ الف، واءُ ۽ يي (ا، و ۽ ي) جي، ٻيا حروف علت، مثلاً زبر، زير، پيش" وغيره، جيڪي بہ اسان جي ٻوليءَ جي الف - بي جو حصو آهن، اسان لاءِ جڻ وجود يا افاديت ئي نٿا رکن، ٻيهڪ جون نشانيون (مثلاً، ؛ : . - ! وغيره) جيڪي جتوڻيڪ انگريزيءَ تان اسان جون ورتل آهن، پر اڄ اسان جي "الف - بي" جو حصو آهن، پوريءَ طرح اهي بہ اسين ڪم نٿا آڻيون، شعري توڙي نثري مضمون کي ڪاغذ تي آڻڻ لاءِ گهربل ترتيب ۽ رٿا جون ٻيون بہ ڪئي تقاضائون هجن ٿيون، جن جو بہ اسين گهڻو خيال ڪو نہ ٿا رکون، در اصل، تحرير جي انهن سڀني امدادي نشانين ۽ اهتمامن ذريعي اسان لاءِ پنهنجي ٻوليءَ جي ئي لکيل يا ڇپيل مواد جي پڙهڻ، سمجهڻ ۽ ان جو پورو لطف ماڻڻ ۾ آساني ٿئي ٿي، مثلا، "مهراڻ" (١٩٥٥ع) ۾، پورن ٢٥ سالن کان پوءِ، سنڌيءَ جي لافاني شعر جي هڪ مثال طور ڇپيل، ڪامريڊ حيدر بخش جو نظم "دريا شاهہ، ڪين ڏيکاريو ويو. تہ ڏسي ۽ پڙهي، ان جي نکريل ۽ سوڌيل ترتيب ۽ ڇپائيءَ تي بيحد خوش ٿيا ۽ چوڻ لڳا: "لڳي ٿو، هيءُ مان اڄ پهريون ڀيرو ٿو پڙهان!" تہ ڪامريڊ جي هيءَ ڪليات، جيئن اها هيئن ڇپيل آهي، پڙهڻ ۽ سمجهڻ ۾ لائق پڙهندڙن کي بہ برابر ڪٿي ڪٿي مشڪل لڳندي، جنهن لاءِ ڪن نظمن ۾ شاعر جي ڪم آندل ٻولي بہ ذميدار آهي پر ڪليات جي انهن فلسفيانہ دقيق حصن جو بہ هر نظم ۽ هر نظم جو هر بند جيئن پڙهڻ ۽ سمجهڻ گهرجي تيئن جي پڙهيو ۽ سمجهيو وڃي تہ مونکي يقين آهي تہ جيئن مون انهن کي پڙهي، محسوس ڪيو تيئن اسان جا لائق پڙهندڙ بہ محسوس ڪندا ۽ پورو انهن جو لطف ماڻيندا، اصل ائين ڄڻ ڪنهن جي من جي بند دري کلي پوي، ڄڻ ڪنهن جون پوريل اکيون پٽجي پون ۽ سامهون وسيع منظر ڏسي هن جي دل بهار بهار ٿي پوي! سچ پچ تہ نبار خيال ۽ اعليٰ تصور ماڻهوءَ جي ذهن کي ائين ئي کولين ٿا، ائين ئي ان کي روشن ڪن ٿا ۽ ائين ئي امنگ ڀريل هئڻ جي من کي آزاد ۽ بيخوف اوچن آدرشن جي آسمانن ڏانهن اڏائي نيئن ٿا.

(١١)

زندگيءَ جي آخري ڏينهن ۾ ڪامريڊ بيماريءَ جي بستري تي هو، سندن وفات ٢١ مئي ١٩٧٠ع تي ٿي، فقط ٻہ مهينا اڳ ڪائنئن پڇيو ويو آزاديءَ قوم حيوان انسان، پيام امن ۽ ٻيون ڪي رباعيون تہ "اوهين پنهنجي شاعريءَ جي ڪهڙن شهپارن کي وڌ ۾ وڌ پسند ڪريو ٿا؟" جواب ۾ چيائون: "شڪوه" انهن سان اسين سندن پڙهندڙ سندن ٻيون تخليقون، پنهنجي فائدي جون ۽ پنهنجي پسند جون، شامل ڪري سگهون ٿا، ايترو تہ موت ۾ اسان مان هر سمجهدار تي پنهنجن بزرگن جي ڇڏيل ورثي کي، پنهنجي ئي چڱائيءَ لاءِ، جانچڻ پرکڻ ۽ پنهنجو ڪرڻ فرض ٿئي ٿو!

انهيءَ ئي موقعي تي جڏهن ڪائنئن پڇيو ويو تہ، سنڌين لاءِ، هارين لاءِ، دوستن لاءِ، اسان سڀني لاءِ، سندن ڪهڙو پيغام هو، تہ وراڻيائون: "منهنجو پيغام (اوهان سڀني لاءِ جيڪي منهنجا آهيو ۽ مونکي پنهنجو سمجهو ٿا) اهوئي آهي، جو ڪجهہ مان پاڻ ڪري رهيو آهيان!" ائين چئي، پوءِ انگريزيءَ جا چار لفظ اچاريائون: Courage, Discipline, Vigllence, Hard work يعني خطرن کي للڪاريو! نظم ۽ ضبط پيدا ڪريو! سدا سجاڳ رهو! لڳاتار جاکوڙ ڪريو!. انگريزيءَ جي انهن چئن لفظن جي اچارڻ کان پوءِ پاڻ چيائون: "آزاديءَ قوم" ۾ جو مون چيو آهي، سو ياد رکو!" ائين چئي، ان نظم جو پاڻ هيٺيون بند پڙهيائون:

"سنڌي فرزند، اٿي زور، نظر پيدا ڪر!
جو وجهي ٿر ٿلو، دنيا ۾ اثر پيدا ڪر!
نئون چراغ، نئون خورشيد و قمر پيداڪر!
"نئون گلزار" ۽ هيڪار ۽ ڪرَ پيدا ڪر!
"جو انهيءَ سان ئي همراز آ آزاديءَ قوم!"

سندن وفات کانپوءِ، سندن تڏي تي، سندن تعزيتي ڪتاب ۾، جيڪي بہ اکر پنهنجي تاثر جا، پنهنجي عقيدت جا، مون لکيا، اهي ساڳيا، آخر ۾، هتي، اوهان دوستن کان اجازت وٺندي، وري پڙهي ٻڌائڻ گهران ٿو چو تہ چڱن لاءِ ۽ چڱن جي چڱي چڱاين لاءِ ميچنان جا اکر هر هر ۽ هر هنڌ چوڻ پاڻ کي چڱو ڪرڻو آهيءِ پنهنجو ئي شان وڌائڻو آهي:

"زندگيءَ جي سچي اهميت ۽ سچي عظمت ان جي مقصد سان آهي، جيترو اوچو ۽ اعليٰ مقصد زندگيءَ جو قائم ٿئي ٿو، اوتري ئي اوچي ۽ اعليٰ اها زندگي سڏجي ٿي. اسان جو محترم پيارو بزرگ ۽ دوست، ڪامريڊ حيدر بخش زندگيءَ جي اعليٰ کان اعليٰ مقصد کي پاڻ لاءِ قائم ڪري ويو،ان لاءِ پنهنجو سمورو جيئڻ ۽ مرڻ وقف ڪري ڇڏڻ جو سبق اسان لاءِ ڇڏي ويو.

"سنڌ ۽ سنڌ جون سموريون آئنده پيڙهيون ڪامريڊ جي انهيءَ بي مثل آدرشي ڪردار کي پنهنجي لاءِ مشعل راهہ طور سامهون رکي، انفرادي توڙي اجتماعي طور دنيا جي اڳيان پنهنجي لاءِ اعليٰ مقام پيدا ڪري سگهن ٿيون.

"جيئري بہ اسان جو هيءُ بي غرض ۽ نماڻو ڪامريڊ اسان لاءِ پنهنجون سموريون طاقتون ۽ صلاحيتون خرچ ڪندو رهيو، ۽ اسان کان وڇڙي وڃڻ کان پوءِ بہ هو اسان جو ذهني ۽ عملي طور لافانيءِ بي مثل رهبر آهي.

"زندگيءَ جي جيڪا بہ معنيٰ ۽مطلب ۽ ان جي جيڪا بہ اهميت ۽ نيڪي آئون سکي ۽ سڃاڻي سگهيو آهيان، اها مون ڪامريڊ حيدر بخش جي زندگيءَ ۾ ڏٺي. آئون هميشہ سندن پوئلڳ ۽ پرستار ٿي رهيس، شال اڳي بہ آئون سندن نقش قدم تي هلندو رهان!"

"سنيريو جيان ڳالهيون پريم تنهنجون،
کهڙا ڳڻ ڳڻيا، ٿورن مٿو ناهہ ڪو." (شاهہ)

حيدرآباد سنڌ

٢٤- آڪٽوبر ١٩٨٨ع

**محمد ابراهيم جويو**

# ڳاهي ڳاهه فراق جي ڪيا ڏارون ڏار

عزيز الله پوهيو

حقيقت هيءَ آهي تہ باباءِ سنڌ ڪامريڊ جتوئي جي خدمتن، قربانين ۽ جاکوڙ لاءِ ايترو تہ مواد گهڻو آهي جو ان مان گهٽ ۾ گهٽ ٻي عدد پي ايچ ڊي جي مواد لاءِ ٿيسز تيار ٿي سگهن ٿا. پر اسان سموري مواد کي هن مضمون ۾ آڻڻ کان معذور آهيون جو ان جي حق ادا ڪرڻ لاءِ وڏن ڪتابن لکڻ جي ضرورت آهي اسان صرف رنديا روڙ ڪري چارڪا ڳر ڪارا ڪري يوسف جي خريدارن مان پاڻ ڳڻائڻ جو اعزاز حاصل ڪيون ٿا.. ڪامريڊ جتوئي عالمي سامراج جي اڳوٽي چيمپئن برطانوي فرنگ جي دؤر ۾ جڏهن سنڌ ۽ هند انهن وٽ غلام هئا، ڇاوا هئا، غلاميءَ جي اسڪول مان هي سنڌ جو غير تمند سپوت پنهنجي قوم جي غلام بنجڻ جي ڪارڻ تي سوچي ٿو ۽ فرنگي آقا جي غلام بنائڻ واري مڪر ۽ ڊنگ تي بہ غور ڪري ٿو ۽ ايياس ڪري ٿو ۽ هن نتيجي تي پهچي ٿو تہ سامراج جڏهن ڪنهن قوم کي غلام بنائيندوآهي، ان لاءِ ان قوم مان وڏي خوردبين سان بي ضمير ۽ غدار ماڻهن جي تلاش ڪندو آهي پوءِ انهن کي غداري قوم فروشيءَ ۽ وطن فروشي جي صلي ۾ جاگيرون عطا ڪندو آهي ۽ ان سان گڏ انهن کي خانبهادر ۽ سر جا اعزاز بہ ڏيندو آهي ۽ پنهنجي دربار ۾ ڪرسيون رکائي ويجهي ۽ پري جي حساب سان انهن تي ويهڻ جي اعزاز حاصل ڪرڻ لاءِ ويهندڙ غدارن کان فاصلي جي حساب سان قيمت وصول ڪندو رهيو آهي. جيڪي پنجن هزارن کان اندازاً پنجاهہ هزارن تائين قيمتون هيون، ڪامريڊ هيءُ طئي ڪيو تہ آزادي حاصل ڪرڻ جو طريقو هي آهي تہ قوم ۽ وطن جي غدار جاگيردارن کان جاگيرون ڦريون ۽ انهن وٽ غلام در غلام بنايل هارين ۽ پورهيتن کي انهن جي ڀياپي کان آزاد ڪري انهن کي انهن جي زمينن جو مالڪ بنايون ان لاءِ ڪامريڊ هڪ تدريجي Pro-cess جوڙيو. پهريائين هارين کي اڌ بٽئي وٺي ڏيڻ جي تحريڪ هلايائين ۽ ٻئي مرحلي ۾ هارين جي زميندارن وٽ بيگار پورهئي ڪرڻ کي بند ڪرائڻ لاءِ تحريڪ هلايائين، ٽئين نمبر تي هارپي جي حق کي هاري لاءِ مخصوص بٽائي بي دخليون روڪڻ جي تحريڪ هلايائين ۽ انهن سيني سڌارن کي "سنڌ ٽيننسي ائڪٽ جي نالي سان سنڌ اسيمبلي کان ميجرائي قانوني تحفظ ڏيارايائين، پوءِ اجا بہ ڪامريڊ جو تخيل، ذهني پرواز ۽ تحريڪي ٽارگيٽ هي هيو تہ جاگيردارن کان جاگيرون ڪسي ۽ انهن وٽ لوڙيندڙ هارين کي انهن کي زمينن جو مالڪ بڻائجي ان لاءِ پنهنجي تنظيم ۽ تحريڪ جو نالو "هاري حقدار" رکيائون. جنهن جي معنيٰ آهي تہ زمين جو مالڪ هاري آهي، سنڌي ٻوليءَ ۾ لغوي ۽ محاوري طور "حقدار" زمين مالڪ کي چيو ويندو آهي، چڻ ڪامريڊ هي نظريو ڏنو تہ زمين جو مالڪ اهو ٿي سگهي ٿو جيڪو پاڻ پنهنجي هٿ سان جسم سان پورهيو ڪري زمين آباد ڪري، حقيقت هي آهي تہ اهوئي نظريو قدرتي آهي، فطري آهي ۽ آفاقي آهي ۽ سيني آسماني الهامي ڪتابن جو ڏنل نظريو پڻ اهو آهي تہ زمين جو مالڪ ۽ وراث اهو آهي جيڪو زمين کي چنجور ۽ ڪوڏر سان سنواري جيئن قرآن حڪيم ۾آهي تہ

ان الارض يرثها عبادي الصالحون.

(بيشڪ زمين جا وارث منهنجا اهي ٻانها آهن جيڪي ان جو سڌارو ۽ اصلاح ڪن ٿا) جيڪي يقنن هاري ئي ٿي سگهن ٿا.

ڪامريڊ انهيءَ سوچ تي تہ زمين ۾ مالڪ هاري پورهيت کي بڻائجي جيڪو عملي ڪارنامو سنڌ هاري ڪاميٽي جي پليٽ فارم تان پنهنجي ساٿين جي سهڪار سان ڪري





ڪامريڊ، چيني صدر چواين لاءِ سان ملي رهيو آهي

ڊيڪاريو اهو سنڌ جي سياسي تاريخ جو هڪ وڏو شاهڪار آهي، اسان جي اندازي ۾ ڪامريڊ جي وٺ پچاڻ سان سنڌ جي هارين کي گدو بئراج، مڪي پيلو، سکر بئراج، ڪوٽڙي بئراج جون زمينون هاريءَ جي بنياد تي صرف ۽ صرف هارين ۾ ڏيارڻ جي جيڪا جاکوڙ ڪئي ۽ ڪالونائيزيشن آفيسن طرفان زمينن ورهائڻ جي ڪچهرين جي موقعي تي غريب هارين کي تيار ڪري قطارن ۾ ويهاري جيڪي زمينون ڏياريون انهن جو انگ گهٽ ۾ گهٽ پنجاهه لک ايڪڙ ٿيندو، اهو ايڏو وڏو ڪارنامو آهي، جو سنڌ جي تاريخ ۾ ڪنهن به پارٽي ڪان نه ٿي سگهيو ۽ باباءِ سنڌ پنهنجي غريب مسڪين هاري ساٿين جي ڪوشش سان ايڏو وڏو ڪارناموڪري ڏيکاريو.

صدر ايوب خان جو جاگيرداري ختم ڪرڻ وارو قدم ۾ سنڌ هاري ڪاميٽي جي ڪاوشن کي وڏو دخل آهي ۽ ڀٽي جي دؤر ۾ جيڪي زميني سڌارن جو قانون پاس ٿيو ان ۾ به سنڌ هاري ڪاميٽي ۽ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جو وڏي ۾ وڏو دخل آهي جو ته پيپلز پارٽي سان اليڪشني سهڪار سنڌ هاري ڪاميٽي پنهنجي منشور تي عمل ڪرائڻ جو ڀٽي صاحب سان معاهدي ۾ شرط طور واعدو ورتو هيو، ان ڪري ڀٽي دور جا ليندر فارم به سنڌ هاري ڪاميٽي جي ڪارنامن ۾ اچن ٿا.

ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي ساٿين جو به تمام وڏو داستان آهي جو انهن مان هڪ هڪ هاري ورڪر هاري ليڊر هو، سڀ جو سڀ خلوص ۽ سچائيءَ جا پيڪر هئا، مولوي نذير حسين جلالي هجي، يا ڪامريڊ غلام محمد لغاري، قاضي فيض محمد هجي يا مولوي عزيز الله جروار، ڪامريڊ غلام حسين سومرو هجي يا مولانا عبدالحق رباني هجي، ڪامريڊ محمد رمضان شيخ هجي يا عبدالقادر انڍڙ، ڪامريڊ مير محمد ٽالپر هجي يا سوڀو گيانچندائي، ڪامريڊ روچي رام هجي يا حافظ عبدالغفور سميجو هجي.

ڪٿا منجهه قرار، هيا هيڪاندا سنگ سين،
ڳاهي ڳاهه فراق جي، ڪيا ڌارو ڌار،
نه ڄاڻان پيهار، ڪير ملندا ڪن سين.

اسان کي ڪامريڊ ۽ ان جي ساٿين جي دؤر زندگيءَ جو منظر اردو جي ڪنهن شاعر جي هن رباعي ۾ نظر اچي ٿو.

چمن کے تخت پر شاہ گل کا جب تجمل تھا،
ہزاروں بلبلوں کی فوج تھی اک شور تھا غل تھا،
جب آئے دن خزاں کے نہ تھا جز خار گلشن میں،
بتاتا باغباں رو رو یہاں غنچہ یہاں گل تھا.

## بقايا: ڳاهي ڳاهه فراق جا

قوم جدا ٿي وئي. اسان هر هر. اها ڳالهه ڀٽي ورجائي آهي ته پاڪستان جون قومي زبانون آهي چار ٿي زبانون ٿيڻ گهرجن پر جي نه ته انهن مان ڪابه هڪڙي ڪٽي وڃي. ۽ هائي بلوچستان ۽ سرحد پنهنجن پنهنجن زبانن تان هٿ کنيون آهي ۽ ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته پنجاب به ان نقش قدم تي هلندو.پر جيئن اليڪشن ۾ چار اميدوار بيهندا آهن ۽ انهن مان ٽي جيڪڏهن هٽ ڪٽي ويندا آهن ته باقي هڪڙو خود بخود بنا مقابلي ڪامياب قرار ڏنو وڃي ٿو. ڇاڪاڻ ته بلوچستان، سرحد ۽ پنجاب پنهنجين پنهنجين زبانن کي پنهنجو نه ٿا ڪن ته اسان مطالبو ٿا ڪيون ته سنڌيءَ کي پاڪستان جي واحد قومي ۽ سرڪاري زبان قرار ڏنو وڃي.

سياسي ميدان تي اسان ڪنهن به ان فلسفي کي قبول نه ڪنداسين جيڪو انڪار وطن جي نظريه تي ٻڌل هجي. اسان قومي سياست کي قبول ڪيون ٿا. نظرياتي سياست کي قبول نه ڪنداسين. مسلمانن جي نالي سان ڪا قوم آهي ئي ڪانه. ان کي بين الاقوامي طرح مڃيو نه ٿو وڃي. هي نظريو رجعت پسندن جو ايجاد ڪيل آهي جيڪي پنهنجي ڦرلٽ ۽ استحصال کي قائم رکڻ گهرن ٿا.

پاڪستان ۾ چار قومون رهن ٿيون ۽ انهن جي قومي حقن جي پوري پوري حفاظت ڪئي وڃي. مرڪز جي مضبوطي جي نالي ۾ سنڌ کي بنگال، بلوچستان ۽ سرحد کان به وڌيڪ ڦريو ويو آهي. مرڪزي محڪمن ۾ سنڌين کي نوڪريون ڪونه ٿيون ملن ريلوي، ٽيلفون، ٽيليگراف، پوسٽ، پي-آئي-اي، واپڊا وغيره ۾ ڪي ڳاڻ ڳٽيا سنڌي آهن. نه ته سنڌين کي ملازمتن ۾ ڪوبه حصو نه ٿو ملي. تنهن هوندي به اسان چئون ٿا ته مرڪز کي دفاع،پرڏيهي پاليسي ۽ ناڻي جا کاتا ڏنا وڃن. باقي پيا سيئي اختيارات صوبن کي ڏنا وڃن مرڪز جي بالادستي ڪري سنڌ جي اقتصادي ڦرلٽ ڪئي وئي آهي. سنڌ مان بحري بندر، سيلس ٽئڪس. انڪم ٽئڪس ۽ ٻين ذريعن سان ساڍا ٽي سئو ڪروڙ روپيا ساليانو ٿا پيدا ٿين. جنهن مان سنڌ تي رڳو چند ڪروڙ روپيا خرچ ڪيا وڃن ٿا. ان ڪانسواءِ سنڌ مان ڪيترن ئي قسمن جي معدنيات ۽ قدرتي گئس ملڻ جوبه امڪان آهي. پر ان ڏانهن ڪوبه ڌيان نه ٿو ڏنو وڃي، ٻئي پاسي وري سنڌ جو پاڻي بند ڪيو ويو آهي. سنڌ جون ملين زمينون فوجي ۽ غير فوجي آفيسرن کي ڏنيون ويون آهن. اهي زمينون انهن آفيسرن کان کسي سنڌي هارين ۾ ورهايون وڃن. هندن پنهنجي تعليم ۽ اقتصادي طاقت جو فائدو وٺندي اسان جو استحصال ڪرڻ شروع ڪيو ته اسان پاڪستان جي لاءِ جدوجهد ڪئي، ليڪن پاڪستان ٺهڻ بعد به اسان کي ڪجهه پلئه نه پيو. انڪري اسان گهر ڪيون ٿا ته ريڊيو تان ۹۰ سيڪڙو پروگرام سنڌيءَ ۾ ڏنا وڃن. ۸۰ سيڪڙو سئنيمائن ۾ سنڌي فلمون هلايون وڃن. هر وڏي عهدي تي موجود لائق سنڌي رکيا وڃن. خارجه کاتي ۽ ٻين مرڪزي کاتن ۾ سنڌين کي ڀرپور حق ڏنو وڃي.

## انساني ذهن ۽ تقليد

**انسان جي دماغي ترقيءَ جي راهه ۾ سڀ کان وڏي رڪاوٽ سندس تقليدي عقيدا آهن، ڪيس ڪابه طاقت اهڙيءَ ريت جڪڙي نه ٿي سگهي جهڙيءَ طرح تقليدي عقيدن جا زنجير جڪڙي ٿا ڇڏن. هو انهن زنجيرن کي ٽوڙي به نه ٿو سگهي ڇاڪاڻ ته هو ٽوڙڻ چاهيندو ئي ناهي، هو انهن کي زيور وانگر محبوب رکندو آهي. هر عقيدو، هر عمل، هر نقطه نظر جيڪو ڪيس خانداني روايتن ۽ ابتدائي تعليم ۽ صحبت هٿان مليو آهي، هن لاءِ هڪ مقدس ورثو آهي. هو ان جي حفاظت ڪندو پر ان کي ڇهڻ جي جرائت نه ڪندو. ڪڏهن ڪڏهن مؤروثي عقيدن جي پڪڙ ايتري ته سخت هوندي آهي جو تعليم ۽ ماحول جو اثر به ان کي ڍلو نه ٿو ڪري سگهي. تعليم دماغ تي هڪ نئون رنگ چاڙهيندي پر هن جي بناوٽ جي اندر نه لهندي. بناوٽ ۾ هميشه نسل، خاندان ۽ صدين جي لڳاتار روايتن جو هٿ ئي ڪم ڪندو رهندو.** (ابوالڪلام آزاد)

**سنڌ پڪار اهرفان علي ڏهراج-محمد ديرو جتوئي ڪندپارو.** (نمائندو ماهوار مهاڏو)

سنڌ ۾ ڀورھيت جدوجهد جي تاريخ جو گمنام مجاهد

# مهاشيا رگھورام

آزاد بخاري

مهاشيا رگھورام پٽ شري چوھڙمل ايشرا ميگھاڻي جو جنم پنھنجي اباڻي شھر چڪ ۾ 1989ع ۾ ٿيو. سندس تعليم ٻن درجن تائين هئي. پاڻ تمام سادو هوندو هو ۽ سادگيءَ کي وڌيڪ پسند ڪندو هو. ايتري قدر جو کاڌيءَ جا ڪپڙا پهريندو هو. جوئر جي ڊوڊي ۽ هڪ سبزيءَ ڪانسواءِ ڪو بہ کاڌو نہ کائيندو هو. سندس چوڻ هو تہ: "هڪڙا جيئڻ ٿا کاڌي لاءِ ۽ ٻيا کاڌو کائين ٿا جيئڻ لاءِ". ساڌن ۽ سنتن جي سنگت ۾ اچي لعل ٿي ويو. هنديءَ ۽ فارسيءَ جو پڻ اڀياس ٿيل هوس.

مهاشيا رگھورام صاحب ڪيترو وقت شاھپور چاڪر (سانگھڙ) ۾ رهيو. "ڪڙمي سڌارڪ ڪاريہ" ۾ هن تمام گھڻو ڪم ڪيو. سماجي برائين جي خاتمي لاءِ هن اڻٿڪ محنت ڪئي. هن صاحب تحريڪ آزاديءَ ۾ ڀرپور نموني حصو ورتو، ۽ ڪيترا دفعا جيل جي هوا کائي آيو. 1919ع جي جليانوالا ڪوس سبب سندس رڳ رڳ روئي اٿي. 1921ع ۾ تحريڪ ترڪ موالات (عدم سهڪار) ۾ حصو ورتائين جنھن ڪري ڪيس جيل ۾ بند ڪيو ويو. 1930ع ۾ لوڻ جي قاعدا ٽوڙ هلچل ۾ ڪافي ٻھرو ورتائين. ڪيترا قومي قيدي آزاد ٿيا مگر هي آزاد ٿي نہ سگھيو. ڪيس 1947ع تائين انگريز سرڪار نظربند رکيو. ورهاڱي کان پوءِ هندستان لڏي ويو ۽ آخري دم تائين اتي رهيو.

ڊاڪٽر ديال آشا صاحب پنھنجي ڪتاب "سنڌ جا سنت" ۾ رگھورام صاحب لاءِ لکيو آهي تہ:

"هت هندستان ۾ ڪجھہ سمي جئپور ۾، ڪجھہ سمي سوامي ٽيئونرام آشرم الھاس نگر 5 ۾ رهيو. سوامي ليلا شاھ ۽ سوامي شانتي پرڪاش سان سندس گھاٽو نينھن هو. ويدن، اپنسدن، گيتا ۽ ٻين ڪيترن ئي ڌارمڪ گرنٿن جو اڀياس ڪيائين. 20 ورهين جي عمر ۾ گيتا سول سنڌي چوپائين ۽ ڇھہ پائين ۾ لکيائين جا هٿ لکت موجود آهي. گيان گلڪاري ۽ ٻيا ڪيترا پستڪ لکيائين، جن ۾ آتما ۽ پرماتما، اوديا ۽ وديا، جيوَ ۽ برهم جي وشين تي سھڻي سمجھاڻي ڏني اٿائين. سندس ڪي رچنائون هٿ سان لکيل پيون آهن جي جلد شايع ڪيون وينديون."

ڊاڪٽر صاحب ساڳئي ڪتاب ۾ اڳتي هلي آخر ۾ لکي ٿو تہ: "سوامي رگھورام سان وقت بوقت گيان گوشٽي ڪرڻ جو موقعو ملندو هو. هو صاحب گيان جو گلزار هو. سندس وائي ٻڌي من پرسن ٿيندو هو. تياڳي بہ مهان درجي جو هو. سادگي، سيوا، سچائي، حليمائي، ڀڳتي، گيان اڪيچار گڻن جو مجسم هو." هي 19 فيبروري 1966ع مطابق ٢٤ شوال ١٣٨٥هہ مطابق 5 ڦڳڻ 2022 بڪرمي ۾ وفات ڪري ويو.

پاڻ جڏهن 1930ع ۾ جيل ۾ ويو تہ، شري ڀواتر منڊل شھدادپور وارن "ستتي پرگيہ" ارٿات آدرشي انسان (گيتا اڌويا 2، شلوڪ 54 کان 72) نالي 1943ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. مذڪوره ڪتاب 112 صفحن تي مشتمل آهي.

سنت رگھورام سچي حياتي اڻ ٿڪ جدوجھد ڪئي ۽ هارين جي ڀلائيءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو ۽ "ڪڙمي سڌارڪ ڪاريہ" جو هڪ اهم رڪن ٿي هن جبر ۽ استبداد جي هر ديوار کي ڊاهڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ هر ظلم ۽ هر قسم جي غلاميءَ جو مقابلو ڪيو. پر افسوس جو هي ورهاڱي وقت سنڌ ڇڏي هند هليو ويو ۽ باقي حياتيءَ جا ڏينھن خاموشيءَ سان گذاريا.

سندس حياتيءَ جو وڌيڪ احوال ڪو نہ ٿو ملي جو پيش ڪجي. سنت صاحب هڪ سٺي سياسي ڪارڪن سان گڏ هڪ سٺو ليکڪ ۽ شاعر بہ هو. افسوس جو اڄ اسان وٽ هن صاحب جو ڪلام نموني طور بہ ڪين آهي.

**رگھورام سچي حياتي اڻ ٿڪ جدوجھد ڪئي ۽ هارين جي ڀلائيءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو ۽ "ڪڙمي سڌارڪ ڪاريہ" جو هڪ اهم رڪن ٿي هن جبر ۽ استبداد جي هر ديوار کي ڊاهڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ هر ظلم ۽ هر قسم جي غلاميءَ جو مقابلو ڪيو.**

مددي ڪتاب:

(١) "سنڌ جا سنت"، ڊاڪٽر ديال آشا.

(٢) "تعلقي لکي جي شاعرن ۽ اديبن جو جائزو. شريف "شاد" سومرو. (اڻڇپيل)

# دنيا جا علم ۽ تهذيبون اسان جو ڳڏيل ورثو آهن

**حيدر بخش جتوئي**

**هي مضمون ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي تيرٿ و سنت جي ڪتاب چٽنگو جي مهاڳ طور لکيو جيڪو 1970ع ۾ باباءِ سنڌ جي وفات تي صبح سنڌ رسالي جي خاص نمبر ۾ ڇپيو.**

ڪهڙي نہ عجيب دنيا آهي. سڄي ڪائنات هڪ عظيم گردش ۾ آهي. جئن هڪ هڪ سٽ هن ڪتاب جي پوري ڪندا تيئن اسان جي ڌرتي آسماني وسعت اندر تقريباً ٥٠ ميل پنڌ ڪري ويندي. ڌرتيءَ جي ويڪر ٢٥ هزار ميل آهي ۽ سج ايڏو وڏو آهي جو ان جي پيٽ ۾ هزار ڌرتيون سمائجي وڃن. سج جو اسانجي ڌرتيءَ کان ٩ ڪروڙ ميل پري آهي تنهن جي روشنائي اٽڪل ٨ منٽن ۾ هتي پهچي ٿي. علم هيئت جي اصطلاح ۾ چئجي تہ سج اسان کان ٨ منٽ پري آهي. انهيءَ حساب سان ويجهي ۾ ويجهو تارو ٣ سال پري آهي ۽ اهڙا تارا بہ ڏٺا ويا آهن جي اسان کان ٢٨ هزار سال پري آهن ڪيترا تارا سج جا بہ ڏاڏا لڳن. ايڏي دنيا ۾ انسان جو پچڙو هيڏي حيثيت ۽ ڪمال هوندي. پنهنجي ناچيز هستيءَ جو بخوبي اعتراف ڪري سگهي ٿو ۽ انهن حقيقتن جي انڪشاف جو سنڌس مذهب، سنڌس فلسفي ۽ عام نظريہ تہ ڪهڙو ۽ ڪيترو اثر ٿئي ٿو سو هر هڪ انسان جي فڪر ۽ قدر همت تي منحصر آهي. جيڪڏهن هڪ طرف آهن هيڏيون وڏيون هستيون ۽ دوربينيءَ جا ڪرشما تہ ٻئي طرف نظر ڪريو خورد بينيءَ جا غضب. معلوم ڪيو ويو آهي تہ انسان جي دماغ جو وزن اٽڪل ڏيڍ سير ٿئي ٿو سو باريڪ جزن جو ٺهيل آهي ۽ جنجو تعداد آهي في چورس انچ ۾ ١٨ هزار! عام ماڻهو چوندا تہ هي حقيقتون آهن يا الف ليليٰ جا قصا ۽ خيالي پلاءَ. پرجو ماڻهو حقيقت جو طالب آهي ۽ تجربہ ۽ مشاهدي کان ڪم وٺي ٿو سو هي ڳالهيون چڱي طرح محسوس ڪري سگهي ٿو.

هو هوبهو ڏسي ٿو تہ دق تپ ۽ موسمي بخار جي جيوڙن ۾ ايئن فرق آهي جئن ماڪوڙي ۽ ٺنڊڻ ۾. چڱي طرح ثابت ڪيو ويو آهي تہ انسان ذات هن ڌرتيءَ تي ٣ لکن سالن کان جانشين آهي ۽ رفتہ رفتہ هڪ جانور جي درجي کان چڙهندي هن اشرف المخلوقات جي حيثيت کي پهتي آهي ۽ اڳتي ڇا؟ "آنچہ اندر وهم ناید آن شوم."

اهڙي عجيب دنيا ۾ رهجڻ جو اتفاق اسان کي مليو آهي ۽ سو بہ انساني حيثيت ۾. ان لاءِ ڪهڙو نہ اسان کي شڪر گذاري ۾ محو ٿيڻ کپي. بهر حال هن نعمت سان گڏ انسان تي ڪي جوابداريون بہ آهن جي هن کي ٻين ساهوارن کان ممتاز رکن ٿيون ۽ انهن جوابدارين جي احساس کان ئي قدرت شايد انسان کان پنهنجو اعليٰ ۽ حيرت انگيز ڪم وٺي رهي آهي.

هي ظاهر آهي تہ هي دنيا ايئن جو ائين تيار نہ ٿي پئي يا ڪئي وئي آهي. هيءَ دنيا ڪن عجيب و غريب قانونن تي ٻڌل آهي جنجي ذريعي او آهستہ آهستہ ٻئي اڳتي هلي. اهي قاعدا ۽ قانون اڻ ٽر آهن ۽ بغير ڪنهن لحاظ يا دوستي دشمنيءَ جي پنهنجو اثر هلائين ٿا. انسان ئي آهي جنهن انهن قاعدن جي کوجنا پئي ڪئي آهي ۽ جئن جئن انجو علم وڌيو آهي تئن تئن هن ترقيءَ جو اظهار پئي ڪيو آهي. هزار ها ورهين جي ڪشالن بعد انسان هن درجي تي پهتو آهي ۽ ڏٺو ويو آهي تہ انسان جو ٻين حيوانات سان ۽ حيوانات جو نباتات ۽ جامدات سان گهاٽو تعلق آهي. جنهن قسم جا ڪپڙا اسان اڄ پايون ٿا تن جو رواج پنج سؤ ورهيہ اڳ ڪونہ هو. جن ريل گاڏين ۽ موٽرن ۾ اڄ عام خلق سواري پئي ڪري سي ڪي سال اڳہ شهنشاهن کي بہ نصيب نہ هيون. ٽند بنا تار ۽ پوليندڙ فلم ناٽڪ وڪرماجيت يا اڪبر جي خيال ۾ بہ نہ آيا هوا. اڳين زماني جا ماڻهو پنهنجا ڪلام اول ۾ پٿرن تي اڪريندا هوا ۽ انهي جي رسم الخط بہ عجيب غريب هئي. آهستہ آهستہ چمڙن تي لکڻ سکيا، حتا ڪہ اڄ مهڙا نفيس ۽ چلڪيدار ڪاغذ ۽ مطبعون موجود آهن. اڳي اڪثر بيماريون جن ڀوتن سان منسوب ڪيو ونديون هيون ۽ عجيب غريب علاج ڪيا ويندا هوا جن تي اڄ اچرج پيو لڳي. هيئر زماني جو رخ ئي اور ٿي ويو آهي. وڏن ڪشالن ۽ قربانين ڪانپوءِ انسان ذات هن درجي تي پهتي آهي. جڏهن اسان انسان جي تاريخ تي نظر وجهو نہ ٿا تہ ڪيئن انسان جهنگلي حالت مان ڦري اجوڪي تهذيبي درجي تي پهتو آهي تڏهن اسان کي معلوم ٿئي ٿو تہ هاڻ اسان تي ڪيترن جئرن ۽ مئلن انسانن جا هيڏا سارا احسان ۽ قرض آهن! اسان کي ڪهڙي طاقت آهي جو ايڏا ۽ ايترا قرض ادا ڪري سگهون. بهر حال هر هڪ انسان جو فرض آهي تہ انسان ذات جنهنجو هو هڪ فرد آهي انجي ترقي ۽ تشريف لاءِ پنهنجي طاقت ۽ تميز آهر ڪجهہ ڪري ۽ پنهنجي علو انسانيت ۽ قرض ادائيءَ جو ثبوت ڇڏي. هي ڪتاب هڪ اهڙي انسان جي فڪر جون "چٽگون" آهن.

منهنجو دوست وسنت انهن تمام ٿورن انسانن مان آهي جنجي دل درد سان ڀريل

آهي ۽ جي اعليٰ درجي جي ذڪا ۽ ذهن جا صاحب آهن. سندس ذات مشرق ۽ مغرب جي ادبيات ۽ اثرات کان ڪافي ماهر آهي ۽ وسيع معلومات سان گڏ ڪيس غير ملڪن جي سير سفر جا موقعا بہ مليا آهن. هنن مضمونن ۾ هن جديد طرز تي پنهنجي خيالن جو اظهار ڪيو آهي. ڪي مضمون علمي آهن. ڪي ڪن بزرگ هستين جي حياتي ۽ خيالن بابت آهن ۽ ڪن جو واسطو ڪن معمولي شخصيتن سان آهي. هر هڪ مضمون مان اميد تہ پڙهندڙن کي چڱو اپياس ۽ رس حاصل ٿيندو. مصنف جي پهرئن ڪتابي صورت ۾ تصنيف آهي ۽ اميد تہ علم دوست پوري طرح سان انجي حوصلہ افزائي ڪندا ۽ زياده جوهر ڏيکارڻ لاءِ انکي آماده ڪندا.

ممڪن آهي، بلڪ ضروري آهي، تہ پڙهندڙ مصنف جي ڪن خيالن سان شامل راءِ نہ ٿين. ممڪن آهي تہ ڪي ڪوتاهيون بہ هجن. ڪهڙو انسان آهي جو خطا کان خالي آهي! پر هنڪان ڪو انڪاري نہ ٿيندو تہ مصنف هڪ سنئين راه ۾ قدم کنيون آهي. اهڙي نموني جا مضمون سنڌيءَ ۾ بالڪل گهٽ آهن. حقيقت ۾ اسان جي ديس ۾ ادبيات ۽ علمي مذاق ايتري قدر ڪم ۽ پست آهي جو هن قسم جي تصنيف لاءِ تحسين ڪرڻ واجب آهي. تڏهن ئي چڱا چڱا ماڻهو هن طرف توجهہ ڏيندا. ارمان آهي جو اڄ ڪلهہ فقط عيب جوئي تائين ئي تنقيد محدود ڪئي وڃي ٿي ۽ اهوئي سبب آهي جو اسان وٽ ترجمن کانسواءِ گهٽو اصلي ادبي مادو ڪونهي.

مضمونن ۾ انگريزي تعليم ۽ مغربي اثرات نمايان آهن. حقيقت ۾ اڄ ڪلهہ يورپ تمام دنيا تي پنهنجو علمي ۽ تهذيبي سڪو جمائي رهيو آهي. هلندڙ جنگ برابر يورپ جي برن اثرن جو خوفناڪ ۽ ڏڪوئيندڙ مظاهرو جن کان طبيعت خراب ۽ دماغ پريشان آهي. پر اميد آهي تہ هي هڪ عارضي مصيبت آهي ۽ اميد تہ هن مصيبت ۽ خونريزيءَ مان انسان ذات هڪ نئون گلستان پيدا ڪندي. ايئن ٿيندو آيو آهي. غرض تہ تهذيب ۽ ترقي هڪ خاص ملڪ يا قوم جو حصو ناهن. ڪو سمون هو جڏهن هندستان دنيا کي علمي خزانن ۽ خوبين سان زيبا ڪيو. ڪو زمانو هو جو ايران ۽ مصر ۽ يونان دنيا جا رهبر هوا. ڪنهن زماني مسلمان عالمن ۽ فيلسوفن پنهن جي ڪارنامن سان دنيا کي مستفيض ڪيو. اڄ يورپ جو وارو آهي. هن ڳالهہ تسليم ڪرڻ کان اسانکي شرم نہ ڪرڻ کپي بلڪ فخر ڪرڻ کپي. حقيقت ۾ مغربي ۽ مشرقي تهذيب الڳ نہ آهن. تهذيب هڪ آهي مگر ان جا جدا جدا دور آهن، جدا جدا رخ آهن. سچي ڌرتي اسانجو ديس آهي ۽ سچي انسان ذات پنهنجي برادري آهي. ڪو جو پاءِ ننڍو ڪو وڏو؛ ڪو هوشيار ڪو. ساڳيو قاعدو قومن ۽ ملڪن سان لاڳو آهي. "علم جي ڳولا ڪريو توڙي چين ۾ هجي" توڙي آمريڪا ۾ هجي. انهي نقطءِ نظر سان ئي ترقي ممڪن ٿي سگهي ٿي ۽ انهيءَ طريقي سان ئي يورپ ترقي ڪئي آهي. اڄ ڪلهہ يورپ، دنيا جو ڪو ڪتاب، ڪو مذهب ڪو نظريہ نہ ڇڏيو آهي. اهڙي صورت ۾ ڪيئن ممڪن آهي تہ ڪو بہ دنيا جو حصو يورپ جي سياسي ۽ تمدني اثرن کان بچي ۽ بچي بہ ڇو؟ بچڻ معنيٰ محروم رهڻ. دوست تيرت جا خيال بہ آميد تہ انهيءَ نظريہ سان پڙهيا ويندا.

حيدرآباد سنڌ

٢٦ نومبر ١٩٤٠ع

حيدربخش الهداد خان جتوئي

# پاڪستان ۾ جمهوريت يا آمريت

حيدر بخش جتوئي / عطا محمد ڀنڀرو



بابا سنڌ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي هيءُ ڪتاب 7 آگسٽ 1955 ڌاري ڪراچي مان انگريزيءَ ۾ ڇپايو، جيڪو اسان باباءِ سنڌ جي "ماهوار مهاڏو" جي خاص هن نمبر لاءِ محترم عطا محمد ڀنڀري صاحب جي خدمتن جي مهرباني سان، پڙهندڙن جي خدمت ۾ پيش ڪري رهيا آهيون ڪتاب تقريبن ڏيڍ سئو صفحن جو ٿيندو جيڪو هڪ هنڌ ڏيڻ ته محال آهي، ان ڪري قسطوار پيش ڪبو رهبو.

جمهوريت کي انگريزي ۾ Democracy چئبو آهي، هي لفظ يوناني حرف Demos مان نڪتل آهي. هن لفظ جي معنيٰ آهي لوڪ راڄ. قديم يوناني سماج ۾ گهڻائي غلامن جي هوندي هئي، تعداد ۾ نواب طبقو ٿورائيءَ ۾ هوندو هو، پر پوءِ به غلامن ۽ عام ماڻهن تي راڄ ڪندا هئا. جيڪي ڳٽپ ۾ ڪانئن تمام گهٽا هئا. تنهنڪري ڇني سگهجي ٿو ته انهي زماني ۾ يونان اندر حقيقي يا صحيح جمهوريت ڪانه هئي، جيتري قدر صحيح جمهوريت جو تعلق آهي ته اها اڃ ڪٿي به ڪانه آهي. ڇاڪاڻ ته رعايت يافته ۽ نڌڪي طبقي جي وچ ۾ امتيازي سرحد ڪٿي ٿوري ۽ ڪٿي گهڻي پر موجود ضرور آهي. حقيقي جمهوريت، معنيٰ عام ماڻهوءَ جي حڪومت. پر ڪنهن جي مٿان؟ جيڪڏهن عام ماڻهوءَ مٿان ته ان جو مطلب ٿيندو عام ماڻهوءَ جو عام ماڻهوءَ مٿان راڄ، ان معنيٰ جي لحاظ کان ته لفظن ۾ تضاد ٿي وڃي ٿو، ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن ساڳيا ماڻهو پنهنجي طبقي سان هڪ جهڙائي رکندڙ ماڻهن تي راڄ ڪندا ته اها حقيقي حڪومت ته ڪانه چئبي. هيءُ منزل اها آهي جڏهن ڪنهن به ملڪ ۾ طبقاتي سماج جو ڪو تصور ئي ڪو نه هوندو، اهڙي سماج ۽ راڄنيتيءَ لاءِ ڪارل مارڪس اڄ کان هڪ صدي اڳ اڳڪتي ڪئي هئي ۽ اهڙي سماج ۽ راڄنيتيءَ جو هڪ نقش به چٽيو هو جنهن ۾ ماڻهن جي، ماڻهن مٿان حڪومت بدران فقط مادي شين جو نظام قائم ڪيو ويندو، تنهن ڪري جمهوريت کي قائم بالذات نه پر انفرادي انساني تجربي سان لاڳاپيل سمجهڻ کپي، هن سان گڏ اهو به پڻ سوچڻ کپي ته درجه عمدگي ۽ مقدار جي لحاظ کان حاڪم ۽ محڪوم جي وچ ۾ ڪهڙو لاڳاپو موجود آهي، ان جي مخصوص شڪل، صورت ۽ امڪاني گنجائش ڪيتري آهي ۽ انسان جي عام ڀلائي واسطي وٽس ڪيترا امڪاني اهتمام آهن.

جمهوريت کي بادشاهي حڪومت کان نکيڙي الڳ ڪرڻ گهرجي، جنهن جي معنيٰ آهي ته هڪ ماڻهو جي حڪومت يعني اميراڻو راڄ، هن جو مفهوم آهي "بهترين ماڻهن

**انهن کي ڏنا ڏئي سوالائي سان استعمال ڪري سگهبو هو ۽ ٿوري آڇ تي ، جنگين ۾ ويڙهائي سگهبو هو، ڪين خيرات طور ان چڪڙو ڏئي سندن وات بند ڪري سگهبا هئا. سيزر ۽ پاپي اهڙا حڪم صادر ڪيا ته "جيڪي ماڻهو ٻين جي چوڻ مطابق پنهنجي ووٽ جو استعمال ڪن ٿا خيرات طور ملندڙ ان چڪڙو به فقط انهن کي ملڻ گهرجي."**

جي حڪومت، برطانيه جي حڪومت ان جو هڪ مثال آهي. پر ان جي اندروني وجود ۾ هڪ لوڪ راڄ جو پرتوو به ڏسجي ٿو جيڪو ان ملڪ ۾ سياسي طور بادشاهه کان وڌيڪ سگهارو ۽ اهم آهي. جمهوريت جو ضد آمريت آهي جنهن کي انگريزيءَ ۾ Dictatorship چئبو آهي، هي لاطيني ٻوليءَ جو لفظ Dicore آهي جيڪو ڪثرت استعمال سبب بگڙي Dictare جي صورت اختيار ڪري ويو. هن لفظ جي معنيٰ آهي "چوڻ يا حڪم ڪرڻ" آمريت جي معنيٰ آهي، بي پايان اختيار يا ڪنهن حد بنديءَ کان آزاد مطلق العنان طاقت، هڪ اڪيلي ماڻهوءَ جي مرضي، جنهن کي ملڪي آئين ۽ اسيمبلي لاءِ تڇ سمان به عزت نه هجي.

عام طور تي ته ائين ڏنو ويو آهي ته لوڪ راڄ ڏينهون ڏينهن اسرندو ۽ وڌندو رهي ٿو ۽ ان جي پيٽ ۾ آمريت ايڪڙ ٻيڪڙ نظر اچي ٿي. پر اُن شهاب ثاقب جي رفتار سان راتا هٿي گوليءَ جي آڌار تي ماڻهن جي انساني حقن جي پيهنگ ڪري ڇڏي ۽ نه چاهڻ جي باوجود به گوليءَ جي آڌار تي پاڻ کي ماڻهن مٿان مڙهڻ ۾ سوڀارو ٿيندي رهي آهي، حقيقت اها آهي ته لوڪ راڄ جي تاريخ انساني تهذيب ۽ تمدن جي سونهري سفر جي تاريخ آهي، ڇاڪاڻ ته انهيءَ دور ۾ علم ۽ فطري سائنس جي ڄاڻ ۾ واڌارو ٿيندو آهي، ان سان گڏ مختلف طبقن جي ماڻهن کي حڪومت ۾ شامل ٿيڻ جو هڪ موقعو ملي ويندو آهي ۽ ماڻهن کي پنهنجي معاملن کي اڪلائڻ ۾ دلچسپي ۽ اونو لڱل هوندو آهي.

قديم زماني کان وٺي موجوده دور تائين جمهوريت جي پاسي وارن ماڻهن ڏکيون هلچلون هلايون ۽ خطرناڪ قسم جون جنگيون جوٽيون آهن ۽ ڪين ٿوري ٿوري فائدي لاءِ به وڏيون قربانيون ڏنيون

پيون آهن.

ووٽ ڏيڻ جو حق، قديم دور جي آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ ماڻهن جي ايجاد آهي، شروعاتي دور ۾ اهو حق فقط مختصر ماڻهن کي هوندو هو، جن جو واسطو امير طبقي سان هو ۽ اهڙو حق ورثي ۾ به ملندو هو. ان کان پوءِ اهو حق ملڪيت وارن ماڻهن کي به ڏنو ويو.

رومن ريپبلڪ جي پوئين دور ۾ عام ماڻهوءَ کي به ووٽ ڏيڻ جو حق ڏنو ويو. پر اهي ماني گرهه لاءِ به پريشان هئا. انهن کي ڏنا ڏئي سولائي سان استعمال ڪري سگهبو هو ۽ ٿوري آچ تي. جنگين ۾ ويڙهائي سگهبو هو. ڪين خيرات طور ان چڪڙو ڏئي سندن وات بند ڪري سگهبا هئا. سيزر ۽ پاپي اهڙا حڪم صادر ڪيا ته "جيڪي ماڻهو پين جي چوڻ مطابق پنهنجي ووٽ جو استعمال ڪن ٿا خيرات طور ملندڙ ان چڪڙو به فقط انهن کي ملڻ گهرجي."

وچين دور ۾ عيسائي چرچ ۽ بادشاهت جي پوتا ميل ڪري هڪ ناني ويڙهو ٺاهيو ويو هو. تنهن ڪري لوڪ-راڄ واري اوسر کي ڪاپاري ڌڪ لڳي ويو هو. سنه800ع ۾ نياتال واري وڏي ڏڻ تي. مئنٽ پيٽرس ۾ پوپ، بادشاهه سارلين جي هڪ شهنشاهه تاجپوشي ڪئي. ان موقعي تي چرچ بادشاهي جي خدائي حق کي با اصول طريقي سان تسليم ڪيوهو.اهڙي حق لوڪ-راڄ جي اوسر، واڌاري، ترقي ۽ تعمير کي ڏکي پوئتي ڪري ڇڏيو هو.

يارهين صدي ۾ مارڪيٽ جو تصور ايري آيو، تجارتي ۽ بورزوا طبقو پيدا ٿيو، جن صدين تائين آزاديءَ لاءِ جاکوڙيو هو. تجارتي سڪيا ستاپا شهر اڏجي ويا. انهي سان گڏ طريقي ڪار ۾ به هڪ قسم جو نکار اچي ويو .پيسي جي ڏيتي ليتي به پنهنجو روپ ڌاري نڪري نروار ٿي پيئي. ماڻهو رومي قانون کي نئين سر جيارڻ ۾ دلچسپي وٺڻ لڳا. فوجين جي جڳهه تي وڪيل اچي ويا ۽ مسئلن کي نبيرڻ لاءِ طاقت بدران سفارت کي وجود ۾ آندو ويو.

پندرهينءَ صديءَ ۾ ڇاپخانه ايجاد ٿيا. جَهلَ جي ٻاٽ بدران علم جي لاٽ اچي جاءِ والاري جنهن لوڪ - راڄ جي اوسر ۾ هڪ نمايان ڪردار ادا ڪيو. اڳي علم، جيڪو رعايت يافته طبقي لاءِ مخصوص هوندو هو، سو هڪ عام ماڻهو جي پهچ جوڳو ٿڄي پيو. ماضي جي سُرت سچيتائي کي پرجهلو، بچاءَ ۽ تهذيب ۽ ثقافت کي پنهنجي مستقبل کي محفوظ ڪرڻ جو هڪ سونهري وجهه ملي ويو. ساري ڌرتيءَ تي اَجيي ۽ نواڻ جي ٿڌڙي هير گهلي وئي هئي. عقل ۽ ذات جا گُل ٽڙي پيا. هورا ڪورا جو هڪ نئون سج اڀري پيو. شڪ شبها ۽ سوال به ڪَرَ موڙي اٿي ڪڙا ٿي پيا جن جو فقط

**پندرهينءَ صديءَ ۾ ڇاپخانه ايجاد ٿيا. جَهلَ جي ٻاٽ بدران علم جي لاٽ اچي جاءِ والاري جنهن لوڪ - راڄ جي اوسر ۾ هڪ نمايان ڪردار ادا ڪيو. اڳي علم، جيڪو رعايت يافته طبقي لاءِ مخصوص هوندو هو، سو هڪ عام ماڻهو جي پهچ جوڳو ٿڄي پيو. ماضي جي سُرت سچيتائي کي پرجهلو، بچاءَ ۽ تهذيب ۽ ثقافت کي پنهنجي مستقبل کي محفوظ ڪرڻ جو هڪ سونهري وجهه ملي ويو.**

اڪيلو نَس هو، جيڪو رڳو اڄيي ۽ اوسر ڏانهن رهنمائي ڪري رهيو هو.

هاڻي اسين جديد دور ڏانهن اچون ٿا جنهن جون پويون ٽي صديون لوڪ-راڄ جي قيام واسطي نهايت خوفناڪ قربانيون ڏيندي گذري ويون.

انگلنڊ جي 1612ع ۽ 1688ع وارن انقلابن هتان جي پارلياماني نظام - حڪومت کي ڏاڍي سگهه ۽ ٽيڪ ڏني.

آمريڪا ۾ سنه1776ع ۾ هڪ انقلاب آيو-(Decloration of Sudepou-dence) جي شڪل ۾ لوڪ- راڄ کي نئين قسم جا نظريا ڏنا. ازادي جي هن اعلان جو مسودو جيفرسن تيار ڪيو هو. ان جا ٻول ڪجهه هن ريت آهن.

"اسان سمجهون ٿا ته اهي سچايون عيان-بالذات آهن سيئي انسان هڪ جهڙا تخليق ڪيا ويا آهن. خالق-مالڪ انهن کي اهڙن حقن سان نوازيو اهي جن کي ڪائين ڇني ڌار نٿو ڪري سگهجي. انهن مان زندهه رهڻ جو حق، آزاد رهڻ جو حق ۽ خوشين ماڻڻ لاءِجاکوڙ جو حق، سيني کان اُتم آهن. انهن حقن کي محفوظ رکڻ واسطي اتان جي مردن مان حڪومتون جوڙيون ويندڀون آهن. حڪومت پنهنجي طاقت انهن ماڻهن وٽان حاصل ڪندي آهي جن تي سندس حڪم هلندوآهي. جڏهن ڪنهن به طرز جي حڪومت انهن حقن جو تحفظ نه ڪري سگهندي آهي ته ماڻهن کي اهو حق حاصل آهي ته اهڙي حڪومت کي تبديل ڪن يا ان کي ختم ڪري نئين حڪومت جوڙين، ۽ان جو اهڙن اصولن تي بنياد رکن ۽ ان کي اهڙيءَ نموني سان منظم ڪن جو هتان جي رهاڪن جي ذاتي تحفظ ۽ سندن خوشين جو چڱيءَ ريت تحفظ ٿي سگهي ...........پر جيڪڏهن قائم ڪيل لوڪ -راڄ جو اختيارن جي بيجا استعمال ۽ ماڻهن جي حقن غصب ڪرڻ جو سلسلو وڌي وڃي ۽ ماڻهن جي حقن غصب ڪرڻ واري نيت مان ثابت ٿي وڃي ٿو ته اها جابر ۽ مطلق العنان حڪومت آهي ته هتان هر ماڻهوءَ جو حق آهي ۽ مٿس فرض به لازم ٿئي ٿو ته اهڙي حڪومت کي بنا دير جي ختم ڪري ڇڏين ۽ پنهنجي مستقبل جي تحفظ واسطي نون پهريدارن جي ڪوشش ڪن. برطانيه جي موجوده تاجدار جي تاريخ ڏاڍ ۽ ڌڪاءَ جي ورجاءَ جي تاريخ آهي، گهڻن گهاون ۽انساني حقن جي غصب ٿيڻ جي تاريخ آهي. سندس نيت مان اهو بکي رهيو آهي ته هو آمريڪا جي گڏيل رياستن مٿان قهر ۽ ڪلور جو راڄ قائم رکڻ گهري ٿو. اهڙين حقيقتن کي ثابت ڪرڻ لاءِ اسان هن روشن دنيا اڏو، سندس ڪيل ڪن ظلمن جو وچور پيش ڪرڻ چاهيون ٿا. هن اهڙن قانونن قبولڻ

ڪان ڪليو انڪار ڪري ڇڏيو آهي. جيڪي عام ڀلائيءَ ۽ بهبوديءَ لاءِ نهايت ضروري آهن . هن ڀينهنجي گورنرن کي سنڌس مرضي کان سواءِ اهڙن قانونن کي پاس ڪرڻ کان روڪي ڇڏيو آهي جيڪي انساني ڀلي جي نقطيءَ نگاهه کان ترت اڪلاءَ جا گهر جائو آهن . سنڌس اهي به حڪم آهن ته پاس قانونن کي هن جي موڪل کان سواءِ ملڪ ۾ نافذ نه ڪري سگهجي اهڙن روڪيل قانونن تي ڌيان ڏرڻ به اجايو ٿو سمجهي . هن قانون ساز نمائندن کي هڪ غير فطري جاءِ تي گڏ ٿيڻ لاءِ حڪم ڪيو آهي ، جنهن جو سفر ٿڪائيندڙ ۽ انهن جڳهين کان گهڻو پري آهي جتي عوامي رڪارڊ ۽ دستاويز رکيل آهن . هن سازش مان سنڌس مقصد فقط هي آهي ته انهن عوامي نمائندن کي ٿڪائي بيزار ڪيو وڃي . هن بار بار اسيمبلين کي ٽوڙيو آهي ، ڇا ڪاڻ ته هن هتان جي ماڻهن جي حقن تي ڇڙهن راتاهن هڻڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته ان اسيمبلي جا نمائندا ماڻهن جي حقن جي بچاءَ لاءِ سنڌن آڏو رڪاوٽ بڻجي ويا آهن اسيمبلين ٽوڙڻ کان پوءِ اسيمبلي جي نئين چونڊ ڪرائڻ لاءِ گهڻي عرصي کان انڪار ڪندو رهيو آهي ، ختم ٿيل اسيمبلين جا بلند حوصلہ ميمبر عوام کي پنهنجي ووٽ جي حق جي استعمال لاءِ چئي رهيا آهن . هن وقت ملڪ ۾ ڪا به سگهاري حڪومت ڪانہ آهي . اهڙي صورتحال ۾ ٻاهرين حملن جو به امڪان آهي ته اندروني وڳوڙين جو به ٽئونڪرو آهي . هن انصاف کي اختيار ڏيارڻ واري قانون کي قبول نہ ڪري ان ڪاتي کي ڪجهہ ڪرڻ کان ٻڙهہ بٽ روڪي بيهاري ڇڏيو آهي . هيءَ انصاف لاءِ مقرر ڪيل ججن کي پنهنجي مرضيءَ مطابق هلائي رهيو آهي . هن هتي نئين نئين قسم جون آفيسون کولي ڇڏيون آهن ۽ انهن ۾ ويهڻ لاءِ انگليند کان هزارن جي تعداد ۾ نوان آفيسر مقرر ٿي آيا آهن ، اهو هتان جي ماڻهن مٿان هراس ۽ ڌمڪاءَ وهارڻ ۽ هتان جي پئسي کائڻ جو پوتاميل آهي ، هن فوج کي سياسي طاقتن مٿان حڪم هلائڻ لاءِ آزاد ڇڏي ڏنو آهي جنهن کان ڪوبہ پڇڻ وارو ڪونہ آهي . هيءُ ٻين قانون ساز ادارن جي پاس ڪيل قانون کي قبول ڪري ۽ انهن ڌرين جو ساٿاري بڻجي اسان کي غلام بنائي رکڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي ، جيڪو عمل اسان جي آئين جي قطعاً خلاف ۽ اسان جي رائج قانون جي ابتڙ اهي . هن اسان جي مرضيءَ خلاف اسان جي مٿان ڳاٽي ڀڳا محصول مڙهيا آهن . هن اسان جي اهم قانون کي ختم ڪري اسان جي متعين ڪيل حقن واري منشور کي ختم ڪري ڇڏيو آهي . اسان جي قائم ڪيل


**اعلان ڪريون ٿا تہ آمريڪا جون گڏيل رياستون ، برطانيہ جي تختہ تاج جي ماتحتيءَ کان آزاد آهن هنن ۽ برطانيہ جي وچ ۾ موجود سڀ سياسي لاڳاپا هاڻي کان منسوخ سمجهيا وڃن ........ ۽ اسان سيني کي گڏجي هڪ ٻئي سان پڪو واعدو ڪرڻو پوندو تہ آزاديءَ جي هن اعلان جي واهر خاطر پنهنجون زندگيون، پنهنجا مقدر ۽ پنهنجون مقدس عزتون قربان ڪرڻيون آهن.**


حڪومتن جي بنيادي طرز کي نهوڙي ناس ڪري ڇڏيو آهي . اسان جا قانوني ادارا معطل آهن . هن اهو به اعلان ڪيو آهي ته ڪيس اهڙا اختيار آهن ته هو اسان لاءِ ڪهڙا به قانون جوڙي سگهي . هن اسان کي پاڻ ۾ ويڙهائڻ جي ڪوشس ڪئي آهي . هن اسان جي ماڻهن کي اسان کي ئي مارڻ لاءِ هٿي ڏئي اڀاريو آهي . اسان ڪيس انصاف لاءِ بار بار ٻاڏايو آهي . انهن جي جواب ۾ هن اسان کي گهرن گهاون کان سواءِ ٻيو ڪجهہ به ناهي ڏنو . اهو تاجدار جنهن جو هر عمل ڏاڍ ۽ ڌمڪاءَ جي علامت هجي تنهن کي آزاد انسانن جي حڪمران هئڻ جو ڪو به حق نہ آهي . اسان کي برطانيہ ۾ رهندڙ پنهنجي انگريز ڀائر جي ڌيان ڏيڻ جي به ڪا ضرورت ڪانہ آهي . ڇاڪاڻ تہ اهي انصاف جي پڪار ۽ ڪو ڪار ٻڌڻ کان ٻوڙا ٿي چڪا آهن . ڪين اسان جي پنهنجي رت وارن رشتن جي به ساڃهہ ڪانہ آهي .

"تنهن ڪري اسان رياستن جي سڄن رهاڪن جي الله تعالٰي جي نالي سان هن نقطي کي ڇاپي مشهور ڪريون ٿا ۽ اعلان ڪريون ٿا تہ آمريڪا جون گڏيل رياستون ، برطانيہ جي تختہ تاج جي ماتحتيءَ کان آزاد آهن هنن ۽ برطانيہ جي وچ ۾ موجود سڀ سياسي لاڳاپا هاڻي کان منسوخ سمجهيا وڃن ........ ۽ اسان سيني کي گڏجي هڪ ٻئي سان پڪو واعدو ڪرڻو پوندو تہ آزاديءَ جي هن اعلان جي واهر خاطر پنهنجون زندگيون، پنهنجا مقدر ۽ پنهنجون مقدس عزتون قربان ڪرڻيون آهن.

پڙهندڙن کي اهو چڱيءَ ريت محسوس ٿيندو تہ آمريڪا جي مٿي بيان ڪيل حالتن ۽ پاڪسان جي موجوده سياسي ماحول ۾ اڇرج جهڙي هڪ جهڙائي اهي. انهن مشڪل حالتن مان آمريڪا تہ خير سان ڪٽي ويو هو پر پاڪستان جي هارائي وڃڻ جو امڪان آهي.

آمريڪا جي آزاديءَ جي هن اعلان کان سنت ئي پوءِ سنہ 1789ع ۾ فرانس ۾ انقلاب آيو. انسائيڪلو پيڊيا جي ماهرن ڊائڊرو، وولٽيئر، روسو ۽ ٻين ڏاهن ماڻهن پنهنجي دانشمندانہ لکڻين ۾ انسانيت جو پيغام ۽ " آزادي، هڪ جهڙائي ۽ برادريءَ" جو نعرو ڏنو. جنهن نہ رڳو يورپ جي مصيبت ماريل ماڻهن جا من موهي وڌا پر ساري دنيا جون دڪدائڪ دليون به جيتي ورتيون. سنڌن پورهيا ساب پيا ۽ فرينچ انقلاب سنڌن جاڪوڙ جو ڦل هو. يورپ جو 1830ع ۽ 1848 وارو انقلاب شاهوڪاري ڏنڌوڙين منظر ڪيو ۽ ساري سياسي طاقت وچين واپاري طبقي جي حوالي ڪري ڇڏي

هئي. آرلينس جي ڊيوڪ کي لوئس فلپ جو لقب ڏئي تخت تي ويهاريو ويو. " اهو خدا جي مهربانين سان فرانس جو بادشاهه نه ٿيو، پر ماڻهن جي مرضيءَ سان فرينچن جو حڪمران ٿيو هو."

پهرين جنگ عظيم (١٩١۴– ١٩١٩) کري روس وارو آڪٽوبر انقلاب (١٩١٧) ڪامياب ٿيو. انگلينڊ جي ٽريڊ يونين اڳواڻن جهڙوڪ سڊني ۽ بيٽرس ويب، پورهيتن جي هن انقلاب کي نئين ثقافت جو نقيب سڏيو هو. ڪنٽربري جي ڊين، هيولٽ جانسن هن کي " نئين مذهب" جو نالو ڏنو. هن مهاڀاري لڙائيءَ جي نتيجي ۾ ڪيترين بادشاهين جي جاين تي لوڪ- راڄ قائم ٿي ويا. هن کان علاوه بين الاقوامي ڏڦيڙن کي آچار ويچار وسيلي نبيرڻ واسطي ليگ آف نيشنس جو قيام عمل ۾ آيو. آمريڪا جي صدر ولسن جو مشهور نعرو جمهوريت لاءِ دنيا جا دروازا کليا رکو" اڃا به هوا ۾ ٻري رهيو آهي.

ان کان پوءِ دنيا جي ٻي جنگ عظيم آئي، جنهن دوران جمهوريت ۽ آمريت هڪ ٻئي کي مُهاڏي ڏيڻ لاءِ دوبدو پڙ تي پهچي ويا. دنيا جي مشهور آمر هر، هٽلر بين الاقوامي عهدنامن جون ڌجيون ڌوڙ ۾ ملائي، بيليم، هالنڊ، فرانس پنهنجي گهل چاڙهي موڪلي ۽ انهن سڀني ملڪن سان هڪ ئي وقت جنگ ۾ جنبي ويو. پوءِ به ائين پاسجي رهيو هو ته سوڀ جي ڪلنگي سندس ئي سرتي آهي.

پر اسٽالن گراڊ ۾ انسان ذات خلاف آمرانه سوچون نهوڙجي ناس ٿي ويون، برطانيه، آمريڪا ۽ سوويت يونين جي لوڪ- راڄ حڪومتن سرسيون ماڻيون. هٽلريز ۽ جرمني کي ڏکن ڏولاڻون جي اهڙي اوڙاهه ۾ اڇلي ڇڏيو جو اڃا تائين ڇيلهه سڌي ڪري ڪونه سگهيو آهي.

هندستان، پاڪستان، انڊونيشيا ۽ چين جي آزادي به جمهوري طاقتن جي سوڀ جو اهڃاڻ سمجهڻ کپي. پر پتو نه آهي ته پاڪستان لوڪ- راڄ جي نيت سان گڏجي هلي سگهندو. الائي جي نه.

مهذب ملڪن ۾ جمهويت پنهنجا پير ڄمائي چڪي آهي، جتي مرد ۽ عورت جي ووٽ ڏيڻ واري حق کي تسليم ڪيو ويو آهي.

**ٻه واٽو**

لوڪ راڄ جو ساهه ۽ ويساهه عام ماڻهوءَ ۾ هوندو آهي ۽ ان جو ماڻهوءَ جي ذاتي عزت، احترام ۽ اهميت ۾ ويساهه ويٺل ٿئي ٿو.

جمهوريت، دوام، فطرت، حيثيت ۽ اهليت جي ڀرپور ڄاڻ رکندي، مصلحت پسندي، رعايت، ميل ميلاپ ۽ موافقت جي حمايت ڪندي آهي. مختلف حالتن ۾ بغض ۽ ساڙ هن کان ابتڙ مفهوم رکي ٿو، آمريت مطلق العنان فرمان جي غير مشروط فرمانبرداري جي تقاضا ڪري ٿي، پوءِ کهڙيون به حالتون ۽ ان جا نتيجا کهڙا به اگرا نڪرن.

لوڪ راڄ ماڻهپي ۽ سهپ جي سکيا ڏئي ٿو ۽ اهڙي سوچ ڏئي ٿو ته مٿانهين طبقي وارا ماڻهو هرو ڀرو مٿانهان ڪونه هوندا آهن ۽ هيٺئين طبقي وارا ماڻهو هيٺانهان ڪونه هوندا آهن. آمريت ۾ آڪر، هٺ غرور ۽ گهمنڊ هوندو آهي ۽ ماڻهوءَ کي ماڻهو کان نڪيڙي ڌار ڪري اڪنڊ وٺيون، ۽ ويڇا پيدا ڪري ڇڏيندي آهي.

لوڪ راڄ رضا ڪارانه طور تي عام ماڻهوءَ جي خواهش آڏو جهڪي ويندو آهي. آمريت انساني خواهشن کي پنهنجي آڏو جهڪڻ لاءِ مجبور ڪندي آهي. آمريت جمهوريت افهام تفهيم، ڏاهپ ۽ تجربي کان پنهنجي سياسي سفر جي شروعات ڪندي آهي. آمريت جو سرچشمو، جهالت، تنڊ ٿيلو، بي عقلي، ٻڏا- ٿپ هوندا ۽ پوءِ هڪ وڏو ٻچانگ ڏئي اڪٽ ٻاٽ ۾ وڃي اونڌو ڪرندي آهي. لوڪ- راڄ، ارتقا، ترقي، تعمير، امن آشتي ۽ سکر ۽ سٺائي جوڳس ڏيکاريندو آهي. آمريت، جهيڙن، وڳوڙن، بدنظمي ۽ تباهي جي ڏيڻ ڏانهن ڏڪيندو آهي.

لوڪ راڄ جي معنيٰ اظهار- راءِ جي آزادي، شخصي آزادي ۽ سياسي آزادي آهي. آمريت جي معنيٰ هڪ هٺ ۽ غلامي آهي.

لوڪ راڄ، ڀچا ڳاڇا، ڇاڇ پڙتال، ڪوجنا، بحثن، مباحثن، عقلمندي ۽ قوت فيصله جي همت افزائي ڪندو آهي. آمريت، اڪيون ٻوٽي ويساهه ڪرڻ، شڪن، شبهن، پيدا ڪرڻ، وهمن وسوسن، جي مهاڇار وڃائڻ جا جتن ڪندي آهي. لوڪ راڄ قانون جي حڪمراني، بهترين انتظام ۽ تحفظ جي راهه هموار ڪري ٿو. آمريت ڏنڊي جي زور سان حڪومت ڪرڻ چاهيندي آهي، تنهن ڪري بدنظمي ڏوهن وڌي وڃڻ. وارو ماحول پيدا ٿي ويندو آهي.

مختصر ته لوڪ راڄ سوجهري ۽ سهائيءَ جو روپ آهي، جنهن مان تهذيب ۽ ثقافت جنم وٺندي آهي ۽ آمريت ٻاٽ اونداهي ۽ وحشانيت آهي. اڄ واري روشن دور ۾ اهڙا به ڪي سائينءَ سنواريا ماڻهو آهن، جيڪي ان گهپ انڌيري ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ ۾ ويساهه رکن ٿا. سندن مقدر به اهوئي ٿيندو، جنهن جا هو اهل آهن.

عام ماڻهو ڏينهون ڏينهن پاڻيرو ۽ سگهارو ٿيندو پيو وڃي. عام ماڻهوءَ جا ويري لوڪ- راڄ تي ڦتڪار ٿا وسائن ۽ محدود جمهوريت جي وڪالت پيا ڪن، جيڪو آمريت جو هڪ لڪل روپ آهي. اهي طاقت جي نشي ۾ انڌا آهن، پنهنجي هم وطن عام ماڻهو لاءِ سندن اڌما ۽ امنگ مري چڪا آهن، جيڪي سندن سياسي سگهه جا سرچشما آهن.

هاڻي اچو ته هن ڳالهه جي ڪوجنا ڪريون ته ون- يونٽ، لوڪ راڄ جي اصولن پٽاندڙ ۽ ملڪ جي موجوده آئين جي بنيادي عنصرن سان سهمت آهي يا نه.

**ون يونٽ موجوده آئين جي هتڪ - حرمت آهي**

موجوده آئين، برطانيه جي پارليامينٽ طرفان پاس ڪيل ٻن قانونن، جهڙوڪ گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ 1935 جنهن کي پاڪستان، عبوري آئين طور اختيار ڪيو ۽ ٻيو آهي انڊين انڊيپينڊنس ائڪٽ 1947ع.

اهو عبوري آئين ڪٺي ڪيترو به اڻپورو ۽ ناقص هجي پر پوءِ به منجهس برطانيه جي پارليامينٽ طرفان پاس ڪيل ٻئي قانون موجود آهن، جيڪي پاڪستان جي تخليق ۾ بنيادي حيثيت رکن ٿا.

ان وقت جي برطانيه جي وزيراعظم سر ڪليمينٽ ائٽلي پاس ڪيل آئين جي ٻنهي مسودن بابت بلڪل سچ چيو آهي ته " انساني تاريخ ۾ اهو پهريون ڀيرو آهي، جو سياسي اقتدار جي رضاڪارانه ورهاست ۾ اهي قانون نهايت اهم ڪردار ادا ڪري رهيا آهن." جيستائين هنن آئيني قانونن جي جاءِ تي بالغ راءِ آهي، سڌي ۽ آزاد طريقي وارين چونڊن وسيلي صحيح نمائندا آئين ساز اسيمبليءَ وسيلي هڪ بهترين آئين جوڙي تيار ڪن، تيستائين هن عبوري آئين وارن قانونن کي عزت ۽ احترام سان ڏٺو وڃي. انهن کي بنيادي قانون جهڙي اهميت ڏني وڃي. آئين جي هنن ٻنهي قانونن مطابق سڀني صوبن کي ملائي ون- يونٽ بنائڻ بلڪل ناجائز ۽ قانون جي خلاف آهي. جنهن کي پاس ٿيل قانون جي هيٺ ڏنل فقرن موجب غير آئيني ۽ غير قانوني سمجهي سگهجي ٿو.

ڏسو صفحو 59

# سنڌ جي زمين جو حقدار ڪير

حيدر بخش جتوئي

سنڌ هاري ڪاميٽي هميشه ان ڳالهه تي زور ڏيندي رهي آهي تہ زمين هاريءَ جي هٿڻ گهرجي، زميداري سرشتو ختم ڪيو وڃي ۽ انهيءَ جي جاءِ تي هاريءَ کي زمين ڏئي ڪاتيدار بنايو وڃي.

ڪجهہ سال اڳي گهرون انقلابي، غير عملي ۽ شرارت تي مبني سمجهيون وينديون هيون.

پر اها صورتحال هاڻي بدلجي چڪي آهي، ۽ حڪومت جي مشينريءَ جا ڪيترائي جوابدار ماڻهو سنجيدگيءَ سان ننڍي ڪاتيداريءَ واري سرشتي جي وڪالت ڪرڻ لڳا آهن. پاڪستان جي آئين ١٩٥٦ع جي فقري ٢٩ ۾ چيل آهي تہ رياست ڪوشش ڪندي تہ:

(الف) عوام جو ڀلو ٿئي بنا ڪنهن ذات مذهب يا نسل جي فرق جي عام ماڻهوءَ جي شهرين کي ميسر ٿئي، جيڪي هميشه لاءِ يا ٿوري وقت لاءِ بيروزگاريءَ سبب پنهنجو روزگار نٿا ڪري سگهن ۽ اهڙين ضرورتن ميسر ڪرڻ لاءِ ذات مذهب ۽ نسل جو فرق نہ ڪندي."

تازو ئي حڪومت پاڪستان قومي وسيلن کي ترقي ڏيارڻ لاءِ هڪ رٿا تيار ڪرڻ لاءِ رٿابندي بورڊ مقرر ڪيو آهي. بورڊ جو چيئرمين مسٽر زاهد حسين پاڪستان ايسٽ بئنڪ جو سابق گورنر آهي، پنهنجي مڪمل رپورٽ ۾ مسٽر زاهد حسين ۽ سندس ساٿين زرعي ترقي ۽ زرعي سڌارن جي لاڳاپي لاءِ هيٺين ريت لکيو آهي.

"اسان جي مکيہ سماجي آدرشن مان هڪ مکيہ اصول آمدني ۽ ملڪيت جي برابر ورهاست آهي، آمدنيءَ جي اڻ برابري جيڪا ماڻهن جي قدرتي عقلمنديءَ ۾ فرق جي ٿيون ۽ هنن جي ترقيءَ ۾ رڪاوٽ بڻجن ٿيون، اهي انهن سماجي آدرشن جي خلاف آهن جي آدرش اسان کي پيارا آهن، انڪري عام ماڻهوءَ جي مفاد جي خلاف دولت پيداوار ۽ ورڇ جا ذريعا ڪن ٿورن ماڻهن جي هٿن ۾ گڏ ٿي وڃن ٿا. اسان سفارش ڪئي آهي تہ زمين جا حق درست ڪيا وڃن ۽ ان مقصد کي وڏي ۾ وڏي اهميت ۽ اوليت ڏني وڃي اهو سڀ کان تڪڙو گهربل سماجي ۽ معاشي سڌارو آهي، ڀهراڙيءَ ۾ زراعت جي ترقيءَ لاءِ اهو پهريون شرط آهي، انهن سڌارن ذريعي اسان جي سماج اندر جيڪي اڻ برابريءَ ۽ بي انصافيءَ جا وڏي ۾ وڏا ذريعا آهن اهي هٽي ويندا، زرعي سڌارا اسان جي سماج جي صحت ۽ طاقت لاءِ بنيادي اهميت رکن ٿا. (جلد ١ صفح ۴)

"اسان ڀيهر زور ڏيڻ چاهيون ٿا تہ زرعي

**اڄوڪي زماني ۾ هڪ آزاد پاڪستان آباديءَ جي هن وڏي حصي لاءِ ڪا معنيٰ نہ ڏهن رکندو جڏهن هنن جي معاشي ۽ سماجي درجو اوچو ٿئي. موجوده حالتن جي خرابي ۽ مسئلي جي اهميت کان انڪار ڪرڻ جي حيثيت ۾ فائدي بدران مورڳو نقصان ٿيندو.**

رهڻ جو درجو اوچو ٿئي ۽ ملڪيت ۽ پيداوار ۽ ورهاست جي ذريعن جي هڪ هنڌ يا ٿورن ماڻهن جي هٿ ۾ اچڻ کان روڪيو وڃي، جيئن عام ماڻهوءَ کي نقصان نہ پهچي ۽ اهڙو انتظام ڪيو ويندو جيئن مالڪن ۽ ملازمن، زميندارن ۽ هارين جي وچ ۾ انصاف ڀريو ورتاءُ ٿئي.

(ب) (رياست) اهو انتظام ڪندي تہ زندگيءَ جون بنيادي ضرورتون کاڌو، ڪپڙو، گهر، تعليم، دوا درمل اهڙن سڀني پيداوار آهي ۽ جيڪا سوسائٽيءَ اندر حقيقي ۽ امڪاني خدمات جي بنياد تي آهي سا سماج لاءِ ڪن حدن اندر فائديمند ۽ ضروري آهي... پر اسان هن راءِ جا آهيون تہ جيڪي اڻ برابريون وڏي زمينداريءَ جي بنياد تي قائم آهن سي سماجيءَ طور غير ضروري، نقصانڪار ۽ بي مقصد آهن، اهي اڻ برابريون ترقيءَ جي رستي ۾ رڪاوٽ آهن ۽ انهن سببن ڪري غير منصفانہ زندگيءَ جون حالتون ماڻهن جي وڏي تعداد لاءِ پيدا ٿين سڌارن جو مسئلو بنيادي ترقيءَ لاءِ بنيادي پڻ آهي، اسان جا ٩٠ سيڪڙو ماڻهو ڀهراڙين رهن ٿا، ٧٥ سيڪڙو ماڻهن جو گذران زراعت تي آهي ۽ ٦٠ سيڪڙوقومي آمدني زراعت مان پيدا ٿئي ٿي، اڄوڪي زماني ۾ هڪ آزاد پاڪستان آباديءَ جي هن وڏي حصي لاءِ ڪا معنيٰ نہ ڏهن رکندو جڏهن هنن جي معاشي ۽ سماجي درجو اوچو ٿئي. موجوده حالتن جي خرابي ۽ مسئلي جي اهميت کان انڪار ڪرڻ جي حيثيت ۾

فائدي بدران مورڳو نقصان ٿيندو. اسان جو ملڪ دنيا جي اندر رهي ٿو جا تيزيءَ سان بدلجي رهي آهي ۽ اڳتي وڌي رهي آهي. اسان جو ملڪ هڪ خال ۾ نٿو رهي سگهي. هڪ بدلجندڙ صورتحال ۾ سوچڻ ۽ عمل ڪرڻ جا پراڻا ڍنگ بيڪار آهن. روائتي سماجي ادارن کي قائم رکڻ لاءِ اڪثر ماڻهو پنهنجي سوچ کي پراڻي ڍنگ تي هلائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن جنهن ڪري هو غلط رستي تي هلن ٿا. خود فريبي جو اهو بدترين نمونو آهي. اسان جو ملڪ وڏي هرج ۾ ايندو. جيڪڏهن اسان انهن قوتن تي نظر نه رکي جيڪي اڀري ۽ وڌي رهيا آهن. سواءِ اوڀر پاڪستان جي جتي به زرعي سڌارا پوريءَ طرح عمل ۾ نه آندا ويا آهن. زمين جي مسئلي کي هٿ ئي نه لاتو ويو آهي. وقت وڃائڻ نه گهرجي جو ته بيفائده ڪوشش مان ڪجهه به حاصل نه ٿيندو." (جلد ١ صفح ١٣٧)

چوڌري محمد علي سابق وزير اعظم پاڪستان پنهنجا رايا هيٺين ريت پيش ڪيا آهن: زراعت جي ميدان ۾ آدرش اهو آهي ته زمين ماڻهن جي. وڏي تعداد جي هٿ ۾ هجي جيئن هر هڪ هاري پنهنجي زمين جو مالڪ هجي. اوڀر بنگال ۾ زمينداري ختم ڪئي وئي آهي. پر اولهه پاڪستان ۾ اجا مسئلي کي حل ڪرڻو آهي. زرعي سڌارا هڪ وڏو وسيع مسئلو آهي پر مان پنهنجي راءِ مختصر طرح پيش ڪريان ٿو ته هارين جا حق ۽ زمين تي قبضي جا قانون ٺاهڻ ڪافي نه آهي. بلڪ ضروري آهي ته وڏيون زمينداريون ٽوڙيون هجن ۽ زمين جي ملڪيت جي حد مقرر ڪئي وڃي. پيداوار وڌائڻ لاءِ ته اهو ضروري آهي. پر جمهوريت ۽ سماجي انصاف حاصل ڪرڻ لاءِ اهو قدم بنهه ضروري آهي." (جلد ٢ صفح ١٢٢)

مٿين زميندار ماڻهن جي راين جي روشنيءَ ۾ اها اميد ڪئي پئي وڃي ته جيڪڏهن اولهه پاڪستان ۾ زمينداري هڪدم يا سولائي سان ختم نه ڪئي ويندي تڏهن به اينترو ضرور ٿيندو ته سرڪاري زمينون هارين کي ڏنيون وينديون.

سنڌ ۾ سرڪاري زمينون ٽن قسمن جون آهن:

١- سکر بئراج جون اڻ وڪرو ٿيل زمينون اٽڪل ٥ لک ايڪڙ.

٢- ڪوٽڙي بئراج جون اڻ وڪرو ٿيل زمينون اٽڪل ٥ لک ايڪڙ.

٣- ڪچي جون زمينون جنهن ۾ ڪارو ٽريڪٽ به شامل آهي اٽڪل ٢ لک ايڪڙ

**وزير اعليٰ مسٽر عبدالستار پيرزادي انجام ڪيو هو ته سندس حڪومت سنڌ جي هارين کي ٦ لک ايڪڙ زمين هارپ گرانٽس جي شرطن تي ڏيندي، پيرزادي کي مرڪزي حڪومت مٿئين بيان بعد ون يونٽ جي مقصدن حاصل ڪرڻ لاءِ ڊسمس ڪري ڇڏيو.**

سنڌ جا هاري اميد ڪندا رهيا ته ڪوٽڙي بئراج جون زمينون ڪين هارپ گرانٽس جي بنياد تي وڏي انداز ۾ ڏنيون وينديون. جنهن سرشتي هيٺ مالڪاڻو (زمين جي قيمت) ١٥ کان ٢٠ قسطن ۾ وصول ڪئي ويندي آهي.

١٩٥٤ع ۾ سنڌ جي وزير اعليٰ مسٽر عبدالستار پيرزادي انجام ڪيو هو ته سندس حڪومت سنڌ جي هارين کي ٦ لک ايڪڙ زمين هارپ گرانٽس جي شرطن تي ڏيندي. پيرزادي کي مرڪزي حڪومت مٿئين بيان بعد ون يونٽ جي مقصدن حاصل ڪرڻ لاءِ ڊسمس ڪري ڇڏيو. مسٽر کهڙو جنهن وقت پيرزادي جو جاءِ نشين ٿيو ان انجام ڏنو هو ته ڪوٽڙي بئراج جي ٣ لک ايڪڙ زمين. بي زمين هارين کي ڏني ويندي. هن هڪ لک ايڪڙ زمين ملٽري وارن کي به ڏيڻا ڪيا. اهڙو بيان هن ڪوٽڙي بئراج جي رسمي افتتاح جي موقعي تي ڪيو.

تنهن کانپوءِ آڪٽوبر ١٩٥٥ع ۾ ون يونٽ ٺهيو جو مرڪز جي پنجابي ليڊرن سنڌ جي مٿان مڙهيو جي پنجابي ليڊر ڪنهن خاص ذهانت جا نمائنده نه هئا.

نتيجو اهوئي نڪتو جنهن جي توقع ڪرڻ ڪيندي هئي. سنڌي هارين ئي زمينون کو نه مليون. جيڪڏهن ون يونٽ جي حڪومت هلندي هلي ته سنڌ جي هارين ۽ سنڌ جي عام ماڻهن لاءِ ان مان ڪا اميد نه رکڻ گهرجي. ون يونٽ ٺاهڻ لاءِ دعوي ڪئي وئي هئي ته اهو پوئتي پيل علائقن ۽ پٺتي پيل ماڻهن جي ترقي لاءِ ٺاهيو ويو آهي. پر هيءَ آهي طريقو جنهن سان سنڌ جي هارين جي مدد ڪئي پئي وڃي ۽ ڪين ترقي ڏياري پئي وڃي.

عام ماڻهن ۽ هارين طرفان وقت بوقت گهر ڪيندي رهي آهي ته ڪوٽڙي بئراج جون زمينون بنا ڪنهن دير جي بي زمين هارين ۾ ورهايون وڃن. پر اختياريءَ وارن جا ڪن ٻوڙا آهن. ڪنون بند آهن ۽ دليون رحم کان خالي اهن سندن جب مجرمانه ضمير جي نشاندهي ڪري رهيا آهن

ون يونٽ بل تي قومي اسيمبلي اندر بحث هلندي ون يونٽ جي ٺاهيندڙ مان هڪ. ميان ممتاز دولتانه هيٺين ريت تقرير ۾ چيو هو: "هائي سائين. سنڌ جي زمين جي نيڪال لاءِ ڪهڙو طريقو ٿيندو؟ ان جو حل مهنجي سمجهه مطابق اهو آهي ته سنڌ جون نئون زمينون جنهن وقت آباديءَ لائق ٿين ته بهرين. ۽ جيڪڏهن ضروري سمجهيو وڃي ته بلڪل سنڌي ماڻهن کي ڏنيون وڃن. بسرطيڪ آهي ماڻهو بي زمين هجن. هن زمين پاڪستان جي آئنده خوشحالي لاءِ وسيع امڪانات پيدا ڪيا آهن. اهي زمينون سنڌي بي زمين هارين کي ئي ڏيڻ ڪين. جڏهن هر هڪ مقامي هاري يا زمين ٿي وڃي تنهن بعد به جيڪڏهن ڪا زمين بچي ٿي ته اها ٻين صوبن جي ماڻهن ۽ شهرين کي ڏيڻ کپي. پر ان لاءِ به شرط هئڻ گهرجي ته اهي ٻين صوبن جا رهواسي به اهڙا هجن جيڪي بي زمين هاري هجن. تنهنڪري صاحبو. سنڌ جي مسئلن کي اهميت رهندي. اهي ماڻهو جن ئي مدد جي گهرج آهي ۽ اهي جن جي هي. زمين اهي تن جي مسئلن کي اوليت ڏني ويندي ۽ نه پيتوڙي "وڏيرن" کي. هي زمينون. زمين تي هر ڪاهيندڙن کي ڏنيون وينديون. زمين

پهريائين انهن ۾ ورهائي ويندي ۽ جڏهن هو پوريءَ طرح ڀائجي ويندا، تنهن ڪانپوءِ باقي رهيل زمينون اهڙن ماڻهن کي ڏنيون وينديون جيڪي سنڌ جي غريبن جهڙا غريب آهن ۽ نه سنڌ جي دولتمندن کي، تنهن ڪانپوءِ زمينون سرحد جي قبائلي علائقن جي بي زمين ماڻهن کي ڏنيون وڃن، انهن بي زمين ماڻهن کي سنڌ جا ماڻهو پنهنجي وچ ۾ ڏسي آجيان ڪندا ۽ ايتري محبت ڏيندا جيتري هو پنهنجي "وڏيرن" کي نه ڏيندا آهن. (بحث مباحثه سرڪار رپورٽ جلد ١ صفحه ٣٦٠)

مسٽر مشتاق احمد گرماني چيو: "اولهه پاڪستان جي انتظاميه ڪائونسل اعلان ڪيو ته نيون آباد ٿيندڙ زمينون پهريائين سنڌ جي بي زمين هارين ۾ ورهايون وينديون ۽ وڌيڪ جيڪڏهن ڪا به بچي ته پين علائقن جي بي زمين هارين کي ڏني ويندي. (بحث مباحثه سرڪار جلد ٢ صفحه ٨٠٦)

سنڌ جي هاريءَ جو مسئلو ايترو ته صاف سٿرو آهي جو ان لاءِ دولتانه ۽ گرمانيءَ جي تقريرن مان حوالا ڏيئي ان کي پيش ڪرڻ جي ضرورت نه آهي، سنڌ جي هارين جو ڪيس انساني حقن جي بنياد تي ٻڌل آهي ۽ سماجي انصاف جي اصولن تي ٻڌل آهي ۽ سچيءَ جمهوريت جي بنياد تي ٻڌل آهي، سنڌ جا تيهه لک هاري غلامي، ذلت ۽ مصيبت ۾ گذاريندا رهن ۽ ڪين زمين نه ملي ۽ سنڌ جون زمينون سنڌ کان ٻاهر رهندڙ ماڻهن کي ڏنيون وڃن، هيءَ ڳالهه ظالمانه ۽ انصاف جي خلاف آهي، افسوس آهي ته اهو ظلم ڪا غير ملڪي يا سامراجي طاقت نه ڪري رهي آهي پر خود اسان جي ملڪ جا ڪي ماڻهو ڪري رهيا آهن جن عوام جي نالي حڪمرانيءَ تي قبضو ڪيو آهي ۽ هو پنهنجو پاڻ کي عوام جا چونڊيل ۽ نمائنده رهنما سمجهي رهيا آهن.

هاري سجاڳ ٿي چڪو آهي ۽ هو ملڪ جي قدرتي دولت ۾ پنهنجي اهميت ۽ انداز آهر پنهنجو حصو گهري ٿو.

عوام سان هيءَ دوکو گهڻو وقت نه هلي سگهندو ۽ ان جا خوفناڪ نتيجا هن ظالمن کي ڏسڻا پوندا، هڪ قسم جي اندروني بيٺڪيت هن ملڪ اندر رائج ٿيڻ جي ڪوشش ٿي رهي آهي، جنهن لاءِ هوشياريءَ سان ڪوڙا نعرا ايجاد ٿيا آهن ته "هتي نه سنڌي آهي، نه پٺاڻ، نه پنجابي، نه بلوچ، هتي فقط پاڪستاني آهن، هي نعرا سنڌين کي زمين کان وانجهڻ ۽ سنڌي هارين کي دائمي غلاميءَ ۽ ذلت ۾ رکڻ لاءِ ايجاد ڪيا پيا وڃن.

**تازو اسان مئي ١٨٥٧ع جي آزاديءَ جي جنگ جي ١٠٠ سالهه ورسي ملهائي آهي جنهن آزاديءَ جي جنگ کي انگريزن بغاوت يا بلوو جو نالو ڏنو آهي، هن "بغاوت" ۾ اسان جي ڪيترن ڏيهي سپاهين غيرن جو طرف ورتو ۽ ١٠٠ سالن تائين ملڪ کي غلام رکڻ ۾ حصو ورتو. اسان کي زمينون اهڙن فوجي ماڻهن جي اولاد کي ڏيڻ گهرجن جن ملڪ جي آزاديءَ ۽ عزت لاءِ جانيون ڏنيون هجن.**

سرڪاري زمينون قوم جي ملڪيت آهن، اهي قوم جي ان حصي جي ملڪيت آهن جيڪو زمين تي پورهيو ڪري ۽ قوم کي کارائي ٿو، جيڪو قوم کي ڍڪڻ لاءِ ڪپهه پيدا ڪري ٿو ۽ جيڪو صنعتن لاءِ خام مال پيدا ڪري ٿو. جن جي عيوض ۾ ٻاهران درآمد ٿئي ٿي هارين کي اهي زمينون نه ڏيڻ ۽ اهي زمينون نيلام ذريعي وڏ ۾ وڏ آچ ڏيندڙ دولتمندن کي ڏيڻ سان ملڪ ۾ نوان زميندار پيدا ٿي ويندا جڏهن وقت جو آواز پوري زميندارِي سرشتي کي ختم ڪرڻ لاءِ آهي.

**غير آباد ضبط ٿيل زمينون** (نوبت هيٺ آيل زمينون)

جڏهن سنڌ بمبئي صوبي جو حصو هئي تڏهن بمبئي سرڪار جو حڪم هو ته جيڪڏهن ڪو به زميندار ڪو به سروي نمبر پنجن سالن تائين لاڳيتو آباد نٿو ڪري ته هن کي پنجين سال سرڪاري ڍل ڏيڻ گهرجي جيتوڻيڪ زمين غير آباد هجي، رواجي طرح اها ڍل زمين آباد ڪرڻ ڪانپوءِ ڏيڻي پوندي هئي، پر جيڪو زميندار پنجين سال اها "غير آباد" ڍل نه ڏيندو هو ته اهو سروي نمبر حڪومت وٽ ضبط ٿي ويندو، انهن حڪمن هيٺ حڪومت ڪيترين زمين جون وڏيون ايراضيون قبضي هيٺ آنديون.

مٿيان حڪم آبپاشي قسم جا هئا جو ته اڪثر حالتن ۾ زمين آباد نه ڪرڻ جو بنيادي سبب پاڻي جي کوٽ ۾ پيا قدرتي اٿر سبب هئا، جيڪي زميندار جي قبضه قدرت کان ٻاهر هئا ۽ نه وري حڪومت به اهڙيون ضبط ٿيل زمينون آباديءَ هيٺ آڻي سگهي، نه سرڪاري ضابطي هيٺ اهي زمينون آباد ٿيون ۽ نه وري ڀين بهتر زميندارن کي اهي وڪرو ڪيون ويون، اهي زمينون خانگي ملڪيت مان نڪري حڪومت جي قبضي ۾ آنديون ويون.

١٩٣٢ع ۾ سکر بئراج کُليو ويو تڏهن زميندارن غيرآباد ضبط ٿيل زمينون واپس اصل مالڪن کي ملڻ لاءِ گهر ڪئي، جو ته پاڻي ميسر ٿيڻ سان زميندار انهن زمينن کي آباد ڪري سگهيا ٿي، جيڪي اڳي غيرآباد ٿي ويون هيون. ١٩٣٢ع ۾ بمبئي سرڪار پنهنجا اهي حڪم غيرآباد زمينن بابت واپس ورتا، چاڪاڻ ته زميندارن جو ڪيس ضبط ٿيل غيرآباد زمين جي باري ۾ مضبوط هو ۽ بمبئي سرڪار ضبط ٿيل غيرآباد زمينون اصل مالڪن ۽ سندن پوين کي واپس ڏيڻ لاءِ حڪم ڪيا. اهڙين زمينن جي حقدارن لاءِ فقط ٻه شرط هئا هڪ ته مقرر تاريخ تائين هن کي درخواست ڪرڻي هئي ٻيو ته ايڪڙ پٺيان ١٥ روپيه نالي ماتر مالڪاڻو ادا ڪرڻو

هو، اهڙي طرح هزارين ايڪڙ زمين اصل مالڪن کي موٽي ملي.

غيرآباد ضبط ٿيل زمينون جيڪي سکر بئراج تي هيون سي نه اصلي مالڪن کي موٽي مليون، ڪوٽڙي بئراج تي اهڙيون (ضبط ٿيل غيرآباد) زمينون سنڌ گورنمينٽ جي قبضي ۾ هئڻ سبب اڄ اولهه پاڪستان سرڪار جي قبضي ۾ آهن، سنڌ جا ڪاتيدار توقع ڪن ٿا ته جيڪي حق هنن بمبئي سرڪار جي هندو اڪثريت واريءَ حڪومت کان حاصل ڪيا هئا سي هاڻوڪي مسلمانن جي حڪومت به ڪين ڏيندي.

هن سلسلي ۾ اولهه پاڪستان حڪومت کي ڪيترائي عريضا ڪيا ويا آهن پر اصلي مالڪن کي ڪجهه به نه ڏنو ويو آهي ڇو جو لاهور حڪومت سنڌين کي خواه اهي زميندار هجن يا هاري زمين ڏيڻ لاءِ تيار نه آهي.

هيءَ غيرآباد ضبط ٿيل زمينون به ٻن قسمن جي مالڪن جون آهن، هڪڙا وڏا زميندار بيا ننڍا ڪاتيدار جن جي زمين ڏهه ويهه يا پنجاه ايڪڙ هئي، اها پاڻي نه هئڻ ڪري غيرآباد رهي ۽ حڪومت اها ضبط ڪري ڇڏي.

سنڌ هاري ڪاميٽي وڏن زميندارن جي ترجمان نه آهي، اهي پنهنجا حق واسطا اختياريءَ وارن کان پاڻ گهري سگهن ٿا ۽ پاڻ ئي فيصلو ڪرائي سگهن ٿا. پر سنڌ هاري ڪاميٽي سنڌ جي سر زمين تي چاولن جي تائيد ڪري ٿي، سنڌ هاري ڪاميٽي جو مکيه واسطو ننڍن ڪاتيدارن ۽ هاري مالڪن سان آهن جن جون زمينون بمبئي سرڪار جي نوبت واري قانون هيٺ ضبط ٿي چڪيون هيون هاڻي جڏهن ڪوٽڙي بئراج جو پاڻي انهن زمينن لاءِ موجود ٿي چڪو آهي ته پوءِ اهي ضبط ٿيل زمينون اصل مالڪن کي موٽي ملڻ کپن، انهن ماڻهن کان نالي ماتر مالڪاڻو ۱۵ روپيه في ايڪڙ وٺي سگهجي ٿو جيئن سکر بئراج جي زمين بابت ٿيو هو. جيئن ته اهڙن ننڍن ڪاتيدارن جي ضبط ٿيل زمين جو اندازو اٽڪل ۴ هزار يا ۵ هزار ايڪڙ ٿيندو. (ڪوٽڙي بئراج جي ۱۲ لک ايڪڙ زمين منجهان) ان لاءِ حڪومت جلد اعلان ڪري، اها زمين اصل مالڪن کي واپس ڏئي، اها زمين واپس ملڻ بعد جلد آباديءَ هيٺ اچي سگهندي ۽ اناج جي پيداوار به وڌي سگهندي.

**فوجي گرانٽون**

ملڪ جي حفاظت لاءِ ڪيل خدمتن عيوض فوجي آفيسرن ۽ ٻين کي زمينون ڏيڻ جو رواج ڪيترن ملڪن ۾ عام آهي، ڪو به شهري فوجين کي ملڪي خدمتن جي عيوض اهڙيون سهوليتون ڏيڻ ۾ ارهو نه آهي، پر ٻيءَ حالت ۾ رشوتخوري عام ٿيندي جنهن مان ملڪ کي اڳتي هلي نقصان ٿيندو.

تازو اسان مئي ۱۸۵۷ع جي آزاديءَ جي جنگ جي ۱۰۰ ساله ورسي ملهائي آهي جنهن آزاديءَ جي جنگ کي انگريزن بغاوت يا بلوو جو نالو ڏنو آهي، هن "بغاوت" ۾ اسان جي ڪيترن ڏيهي سپاهين غيرن جو طرف ورتو ۽ ۱۰۰ سالن تائين ملڪ کي غلام رکڻ ۾ حصو ورتو. اسان کي زمينون اهڙن فوجي ماڻهن جي اولاد کي ڏيڻ گهرجن جن ملڪ جي آزاديءَ ۽ عزت لاءِ جانيون ڏنيون هجن.

۱۹۵۴ع ۾ ڪوٽڙي بئراج جي افتتاحي رسم ۾ محمد ايوب کهڙو سنڌ جي وزير اعليٰ خوشامد طور رٽ پيش ڪئي ته ڪوٽڙي بئراج جو نالو "غلام محمد بئراج" رکيو وڃي جيتوڻيڪ مسٽر غلام محمد جو هن بئراج جي رٿابندي، اڏاوت ۽ خرچ سان ڪو به تعلق نه آهي.

هيءَ اهوئي ماڻهو آهي جنهن ون يونٽ کي سنڌ مٿان مڙهيو، سنڌ جي روح سان اها غداري ٿيندي، ته هن عظيم بئراج جو نالو غلام محمد جهڙي زندگي ۽ آزاديءَ کي تباه ڪندڙ شخص جي نالي سان رکيو وڃي.

ڪوٽڙي بئراج جو نالو موزون ٿيندو ته حيدرآباد بئراج رکيو وڃي جو هڪ تاريخي ۽ وڏو شهر آهي، دنيا جا سڀ وڏا بئراج شهرن جي نالي پٺيان آهن جهڙيءَ طرح سکر، اسوان، نيرو، پيٽرو ويسڪ وغيره.

ان موقعي تي غلام محمد ۽ کهڙي اعلان ڪيو هو ته ڪوٽڙي بئراج تي آباد ٿيندڙ زمين مان ۳ لک ايڪڙ زمين سنڌ جي هارين لاءِ مخصوص رکيا ويندا ۽ ۱ لک ايڪڙ زمين ملٽري وارن کي ڏني ويندي.

ڪوٽڙي بئراج جو پاڻي في الحال ۲ لک ايڪڙ زمين لاءِ واهن ۾ پاڻي ڇڏيو ويو آهي، پر هارين کي هڪ به ايڪڙ زمين نه ڏني وئي آهي، هوڏانهن فوجين کي هزارين ايڪڙ زمين ڏني وئي آهي، امريڪي امداد مان حاصل ڪيل بلڊوزر ۽ ٽريڪٽر انهن زمينن کي ناهي هموار ڪري آباديءَ لائق بڻائي رهيا آهن، اسان جو ڪمانڊر انچيف جنرل محمد ايوب انهن زمين حاصل ڪندڙن مان چوٽيءَ تي آهي ۽ سنڌس زمين کي ناهڻ لاءِ امريڪي امداد پوري زور ۽ شور سان ڪتب اچي رهي آهي.

سنڌ هاري ڪميٽي آواز اٿاريندي رهي آهي ته ڪوٽڙي بئراج جون زمينون بي زمين هارين ۾ تقسيم ٿيڻ گهرجن، هزارين درخواستون ڪندڙ ڪوٽڙي بئراج جي زمين ورهائيندڙ روينيو آفيسر کي ٿي چڪيون آهن، آبپاشي اختياريءَ وارن جي چوڻ موجب ته پاڻي زيان ٿي رهيو آهي جو ته زمين آباديءَ لاءِ ماڻهن کي ڪانه ڏني وئي آهي.

**ڪچي جون زمينون**

اسان جو سنڌو درياه پنهنجي پورالي سياءِ لاءِ مشهور آهي، اهو پنهنجا رخ مٽائيندو رهندو آهي جنهن ڪري سئيون آباد زمينون ڪنهن وقت درياه جي پيٽ ۾ هليو ويندون آهن ۽ ڪن زمين کي وري درياه ڇڏي ويندو آهي اهڙيون زرخيز لٽ سان ڀريل آباديءَ لائق ٿي پونديون آهن. درياءَ جي انهن ڦير ڦارين ۾ گهٽي زمين، زميندارن جي درياه پائي ويندو آهي، سرڪار هميشه سوچيندي آهي ته جيڪڏهن زميندار جي ڪا زمين درياه پائي ويو آهي ته هن کي بنا عيوضي درياءَ مان حاصل ڪيل ڪچي جي زمين ڏيئي سگهجي ٿي، ٻي سموري زمين درياه جي ٻنهي پاسي تي سرڪاري ملڪيت آهي.

سنڌ هاري ڪاميٽي هميشه گهر پئي ڪئي ته ڪچي جون زمينون مڪاني هارين کي ڏنيون وڃن جي انهن کي اناج اپائڻ لاءِ ڪتب آڻي سگهن ٿا.

هن وقت تائين تمام گهڻيون ڪچي جون ايراضيون ڪامورن جي مدد سان وڏا زميندار ڪوڙن حقن جي بنياد تي هضم ڪري وڃن ٿا، اهي زميندار اهڙين زمينن کي پوريءَ طرح ڪم به نه آڻي سگهندا آهن ۽ نه

وري اهي زمينون بي زمين هارين کي ڏيڻ لاءِ تيار آهن. ١٩٥٢ع ۾ سنڌ سرڪار هڪ سرڪيولر نمبر ٧٤٨٥-ايف ٥١/٥ مورخه ٢٤ ڊسمبر ١٩٥٢ع ڪڍيو هو، جنهن مطابق ڪچي جي زمين ورهائڻ لاءِ ڪليڪٽرن کي حڪم ڏنو ويو هو ته نئين پاليسي اختيار ڪن. ان مان هيٺيان حوالا ضروري آهن.

"سرڪاري ٻيلن وڌائڻ جي عام پاليسي کي خيال ۾ رکندي حڪومت فيصلو ڪيو آهي ته ڪچي جي زمين کي نيڪال ڪرڻ ۾ ٻيلي ڪاٽي وارن کي ترجيح ڏني ويندي ته هو چونڊ ڪچي وارا علائقا پاڻ لاءِ مخصوص ڪن"

"ٻيلي ڪاٽي جي گهر پوري ڪرڻ بعد باقي رهيل ڪچي جون زمينون هيٺين ريت نيڪال ڪيون وينديون.

(الف) پهريائين انهن زميندارن جون گهرون پوريون ڪيون وينديون جيڪي ساڳي ديهه ۾ دريا خوردي جا حق رکن ٿا. اهڙن ڪاٽيدارن کي آباديءَ لائق قبولي زمين لاڳيتين بلاڪن ۾ ڏيڻ گهرجي.

"(ب) ڪاٽيدارن جا دريا خوردي حق پورا ڪرڻ بعد باقي رهيل زمين هارين يا ننڍن ڪاٽيدارن کي ڏيڻ گهرجي ۽ ڪنهن به ڪاٽيدار يا هاري کي ويهن ايڪڙن کان وڌيڪ زمين ڏيڻ نه گهرجي، ننڍي ڪاٽيدار مان مطلب ١٠٠ ايڪڙن کان وڌيڪ ملڪيت نه رکندڙ زميندار هوندو.

"نوٽ - ڪچي ۾ ڪنهن به زميندار کي فقط مهاڳ جي بنياد تي ترجيح نه ڏني ويندي." مٿيون سرڪيولر پير علي محمد راشدي جڏهن سنڌ سرڪار جو روينيو وزير هو ته ان حد تائين ان کي ڦيريو ويو جنهن مطابق ڪاري ٽريڪٽ جون زمينون هارين کي نه ڏيڻ لاءِ چيل هو. اها تبديلي پير علي محمد راشدي پنهنجي هڪ مقامي زميندار دوست کي فائدي ڏيڻ لاءِ ڪئي هئي، جنهن زميندار نه پئي چاهيو ته هارين کي زمين ليس تي ڏني وڃي.

بدقسمتي اها آهي ته جيستائين هارين جو تعلق آهي ته مٿيون سرڪيولر عملي جي شرارتن سبب ڪارو ٽريڪٽ ته نهيو ان کان ٻاهر به بيڪار رهيو آهي ۽ ان تي عمل ڪو نه ٿئي ٿو.

دادو تعلقه مان اهڙيءَ شرارت جو هڪڙو مثال ڏيئي سگهجي ٿو. هتي ٽي سال اڳي به سوهارين ويهه ايڪڙ في هاريءَ جي حساب سان هيٺين سرڪيولر موجب زمين ڏني وئي. هنن جهنگ صاف ڪيو زمين هموار ڪيائون ۽ فصل پوکيائون ان ڪري هارين ۾ خوشحالي ۽ اناج جي پيداوار وڌي ۽ سرڪار لاءِ ڍل به وڌي.

پر مڪاني زميندارن جي نظر اهڙي تيار ڪيل هارين جي زمين تي پئي، هنن مڪاني مختيارڪار مسٽر عبدالڪريم منگي سان سازباز ڪئي (هيءُ عبدالڪريم منگي هڪ دفعو سرڪاري نوڪريءَ مان ڊسمس ٿي چڪو آهي ۽ خدا ٿو ڄاڻي ڪيئن وري ان جاءِ تي پهتو آهي).

زميندارن درخواست ڏني "منهنجو ڏاڏو الف دريا خورديءَ زمين تي ٽيهن اڪڙن جو حق رکندو هو، هو مري ويو ۽ اهڙيءَ طرح منهنجو پيءُ به مري ويو جنهن هيٺيان وارث ب کان ي تائين ٽيهه ڄڻا ڇڏيا."

اهڙيءَ طرح هر هڪ وارث جن ۾ صغير ڇوڪرا ڇوڪريون به شامل هئا زمين جي گرانٽ لاءِ مختيارڪار کي درخواست ڏني، ظاهر آهي ته هر وارث هڪ ايڪڙ جو حقدار هو. چوته ڏاڏي جي ٣٠ ايڪڙن لاءِ ٣٠ وارث هئا. پر جيئن ته هڪ ايڪڙ مٿئين سرڪيولر مطابق غير اقتصادي هولڊنگ هئي تنهن ڪري مختيار ڪار هر ايڪڙ ۾ ٠-١٩ ايڪڙ ملائي هر وارث کي ويهه ايڪڙ پورا ڪري ڪچي جي زمين ڏني ۽ اهڙيءَ طرح ٽيهن ايڪڙن جي عيوض سمورن وارثن کي ويهه ايڪڙ في وارث جي حساب سان ٦٠٠ ايڪڙ عطا ڪئي وئي.

مٿئين حڪم خلاف هارين اپيليون ڪيون آهن، پر جڏهن اپيلن جو فيصلو ٿئي! ۽ ڪهڙي خبر ته انهن اپيلن جو فيصلو انهن هارين جي حقن ۾ ٿيندو؟

جيڪڏهن هر وارث کي هڪ ايڪڙ ڏيڻ سان هولڊنگ زمين غير اقتصادي پئي ٿي ته صحيح طريقو اهو ٿئي ها ته گهر رد ڪجي، ان عيوض آباد ڪندڙ حقيقي هارين جن زمين کي سڌاريو هو، انهن جي زمين کسي اهڙن زميندارن کي ڏني وئي جن کي وڌيڪ تي ڪوبه حق نه هو.

هيءُ آهي طريقو جنهن سان اسان جي ليڊرن طرفان غريب هارين لاءِ وضع ٿيل پاليسيءَ تي سرڪاري مشينري عمل ڪري ٿي!

اسان جا زميندار دليل ڏين ٿا ته جيڪڏهن سرڪاري زمينون بي زمين هارين ۾ ورهايون ويون ته سندن زميداري زمينون ڪير آباد ڪندو؟ زميندار چاهين ٿا ته بي زمين هاري هميشه لاءِ سندن غلاميءَ ۾ رهي ۽ مصيبت سهندو رهي، اهي زميندار هارين کي ٿورا هاريي جا حق به ڏيڻ لاءِ تيار نه آهن.

جيڪڏهن زميندار پنهنجي زميداري برقرار رکڻ چاهين ٿا ته هنن کي ٽريڪٽرن ۽ مشينريءَ تي ڀروسو ڪرڻ گهرجي، بجاءِ ان جي هو هارين ۽ ننڍن ڪاٽيدارن کي زمين ڏيڻ جي مخالفت ڪن.

مقصد صرف پيسو ڪمائڻ جو نه هجي بلڪ عوام جي خوشحالي هئڻ گهرجي. ابتدائي سالن ۾ حڪومت جي آمدني البته گهٽ ٿيندي پر پوءِ جڏهن زمينکي آباد ڪيو ويندو جيڪي زمينون سندن پنهنجي ملڪيت ۾ هونديون ته پوءِ عام قومي دولت به وڌندي ۽ سرڪار لاءِ ڍل به وڌندي ۽ اسان جا قومي مسئلا پڻ حل ٿي ويندا.

**هندن جون ڇڏيل زمينون**

سڄيءَ دنيا ۾ آبادڪارن ۽ زرعي مزدورن کي سرڪار پاران صنعتي، سرمائيدار ۽ وياجخور طبقن کان حفاظت جي ضرورت ٿيندي آهي.

زراعت کي پنهنجي اهميت آهي ۽ اها نه فقط قومن جي کاڌ پيت جي ضرورتن پوري ڪرڻ لاءِ بلڪ سندن صنعتي زندگيءَ لاءِ به بنيادي حيثيت رکي ٿي هن ڪري سمورن ترقي يافته ۽ غير ترقي يافته ملڪن ۾ سرڪاري قانونن جي ذريعي، آبادگار طبقن لاءِ خاص سهولتون ۽ بچاءُ ميسر ڪيا ويندا آهن، اهڙن فائديمند قانونن بغير زراعت ترقي نه ٿي ڪري سگهي ۽ آبادگارن جي فائدي ۾ حڪومت طرفان اهڙين رعايتن هوندي به آبادگار هميشه سرمائيدار ۽

وياجخور کان پوئتي پئي رهيو آهي.

سنڌ ۾ به اهڙي ئي مٿئين صورتحال آهي. سنڌ ايامن کان زراعتي ملڪ رهيو آهي، جيئن موهن جي دڙي جا آثار ٻڌائين ٿا.

انگريزن جڏهن اڻويهين صديءَ جي وچ ڌاري سنڌ، مسلمان ٽالپر حڪمرانن کان کسي ان وقت سنڌ جي زرعي زندگي مٿان سنڌ جي مسلمانن جو قبضو هو، هندو اڪثر واپاري طبقي سان تعلق رکندڙ هئا.

انگريزن هر حربو استعمال ڪيو ته سنڌ جي مسلمانن جي طاقت گهٽ ٿئي ۽ هنن هندن کي مختلف طريقن سان فائدا ڏنا. سنڌ جي هندن انگريزن جي سرپرستيءَ جو پورو فائدو ورتو ۽ ويهين صديءَ جي شروعات ۾ هو ملڪ جي اندر ڏاڍا طاقتور ٿي اڀريا، هو زميندار ٿيا، سرڪاري نوڪري ۾ جوابدار عهدن تي رهيا. حقيقت ۾ هنن نئين حڪومت سان پورو تعاون ڪيو ۽ هنن سان ٺهڪي ويا.

ٻئي طرف مسلمان هر طرف گهاٽي ۾ ويا. سنڌن زوال ۽ (تباهي) اچان به وڌي، جڏهن "ملن" طرفان فتوا صادر ڪئي وئي ته هو انگريزي تعليم ۽ مغربي تهذيب کان پري رهن.

سنڌ انوقت بمبئي صوبي سان گڏ هئي جنهن ڪري بمبئي صوبي ۾ هندو اڪثريت جو وڏو حصو هئڻ سبب سنڌ جا هندو به ان گهڻائيءَ جو فائدو وٺندي. ١٩٢٠ع ڌاري هندو "واڻيون" (وياجخور) طبقو ۽ هندو "عامل" (سرڪاري عهديدار) طبو ايترو زور وٺي ويا جو هو ٻهراڙيءَ ۽ شهري ايراضين جا گهڻي ڀاڱي مالڪ بنجي ويا.

ان وقت ٿائين انڊين نيشنل ڪانگريس ايڏو ته طاقتور سياسي جماعت ٿي چڪي هئي جو انگريز سامراج لاءِ سخت خطرو بنجي چڪي هئي، جيتوڻيڪ ڪانگريس ۾ ڪيترائي مسلم سياستدان به هئا تنهن هوندي به اها جماعت انگريزن جي نظرن ۾ هندو اڪثريت جي نمائنده هئي، انگريز حاڪمن تنهن ڪري پنهنجو ساٿ سنڌ (۽ پوري ملڪ ۾) مسلمانن کي اپارڻ ۾ ڏنو.

انهن سمورين سرڪاري همت افزاين جي باوجود جيڪي انگريزن ڪانگريس جي مقابلي ڪرڻ لاءِ مسلمانن کي ڏنيون، پر هندن تڏهن به پنهنجي ترقي جاري رکي، هڪ انگريز آفيسر ايچ. ايس. ڪورٽن (آئي - سي ايس) بمبئي سرڪار کي پورن انگن اکرن سان رپورٽ پيش ڪئي ته اٽڪل ٣٠ سيڪڙو زمين مسلمانن جي هٿن مان نڪري چڪي آهي ۽ هن نشاندهي ڪئي هئي ته جيڪڏهن اها ڪارگذاري بنا روڪ ٽوڪ جاري رهي ته آئنده ٽيهن چاليهن سالن ۾ هندو سنڌ ۾ سموري زمين جا مالڪ ٿي ويندا ۽ مسلمان فقط بي يارو مددگار هاري ٿي ويندا.

انهن مايوس ڪندڙ انديشن سبب مسلمان دانشور طبقي ۾ سخت خطرو جاڳايو، سنڌ جي مسلمانن، سنڌ کي هڪ جدا صوبو بنائڻ جي گهر ڪئي، ورهين جي جدوجهد کان پوءِ انگريز حڪومت سنڌي مسلمانن جي اها گهر قبول ڪئي ۽ ١٩٣٦ع ۾ سنڌ کي هڪ جدا مڪمل صوبو ڪيو ويو.

سنڌ جي جدا صوبي ۾ مسلمانن جي زبردست اڪثريت هوندي به مسلمانن جون زمينون هندن جي هٿ چڙهنديون رهيون.

١٩٤٠ع ۾ سنڌ صوبائي اسيمبليءَ هڪ بل پاس ڪيو، جيڪو پنجاب جي انتقال اراضي واري قانون ١٩٠٢ع جي طرز تي هو، جنهن موجب وياجخور طبقي طرفان هڪ خاص ڪارروائي يعني آبادگارن کان ناحق قبايل زمينون واپس ڪرڻ لاءِ انتظام ڪيل هو.

هر ڪنهن کي خبر آهي ته پنجاب ۾ برطانوي انتظاميه طرفان آبادگارن کي بچاءَ ڏيڻ لاءِ خاص انتظام ڪيل هو، جو ته انهن آبادگارن مان ئي اڪثر انگريزي فوج لاءِ ڀرتي ٿيندا هئا. ڪو به غيرآباد شخص آبادگار کان زمين خريد ڪري نٿي سگهيو ۽ جيڪڏهن ڪاٻه زمين اهڙي خريد ڪيل هئي ته اها واپس آبادگار کي ملٽي هئي. سنڌ ۾ ان قسم جو ڪو به قانون ڪو نه هو.

سنڌ ۾ ان قسم جو صرف هڪ ئي قاعدو هو جيڪو بمبئي سرڪار طرفان پاس ڪيل هو، اهو قاعدو هو "دکن آبادگارن لاءِ رعايت جو ائڪٽ ١٨٧٩ع جو جيڪو سنڌ سان به لاڳو ڪيو ويو هو، پر هن قانون جو آثر سنڌ ۾ بلڪل ابتڙ ٿيو. واڻيون هتي زمين قطئي وڪرو ڪري خريد ڪندو هو. جتي صرف زمين گروي رکڻ جو معاملو هو. وياج خور طبقو اچا به وڌيڪ هيچي ۽ ظالم ٿي پيو. قاعدي مطابق آبادگار کان ڇهه سيڪڙو وياج ۾ وڌ وٺڻو هو. پر وياج خور روپئي تي آنو هر مهيني تي وٺندو هو يعني ٧٥ سيڪڙو هر سال، اهڙا به واقعا هئا جتي چار سو سيڪڙو يا ان کان مٿي به وياج ورتو ويو. پاڪستان کان اڳ جا سول ڪورٽن جا رڪارڊ اهڙن مثالن سان ڀريا پيا آهن. سنڌ جي اينڪمبرڊ ڪاتي جا رڪارڊ به اهڙن مثالن سان ڀرپور آهن جتي وياج خور طبقي جي ماڻهن سنڌ جي زميندارن جون هزارين ايڪڙ زمينون ٺڳيءَ ۽ جعلسازيءَ ذريعي حاصل ڪيون. حقيقت ۾ اهي ئي حالتون هيون جن سنڌ جي ماڻهن کي پاڪستان تحريڪ لاءِ آماده ڪيو.

سنڌ جو انتقال اراضيءَ جو بل سنڌ جي عوام جي گهر سبب پاس ڪيو ويو هو ۽ اميد ڪئي پئي ويئي ته جن مسلمان زميندارن کي ڦريو ويو هو تن کي اهي زمينون قانوني جانچ کان پوءِ واپس ملنديون.

اهو بل پاڪستان جي گورنر جنرل جي حيثيت ۾ قائداعظم جي منظوريءَ لاءِ موڪليو ويو هو. پر قائداعظم اهو بل منظور نه ڪيو.

**پاڪستان بعد**

پاڪستان قائم ٿيڻ بعد جڏهن هندستاني مسلمان مهاجر بڻجي لڏي سنڌ ۽ پاڪستان جي ٻين حصن ۾ اچڻ لڳا ته صورتحال بدلجي وئي.

مهاجر سمجهڻ لڳا ته هو هندن جي ملڪيت جا وارث آهن جنهن ۾ مقامي ماڻهن کي ڪو به حق نه آهي.

هندن جيڪي ڪجهه مقامي مسلمانن کان وڏن وياجن ذريعي ڪوڙن حسابن ذريعي ۽ ٺڳي ذريعي هڪ صديءَ جي انگريزي حڪمراني ۾ حاصل ڪيو هو. ڦريو هو جنهن کي قانوني زبان ۾ چوري ٿيل ملڪيت" سڏڻ کپي تنهن کي "ڪسٽوڊين ڪاتو" سڏي "مال غنيمت" ورهائڻ لاءِ فقط

مهاجرن کي حقدار ۽ موزون سمجهيو ويو.

اسان جا مهاجر ڀائر ان "چوريءَ جي مال" جي شوق ۾ هندن جا جاءِ نشين ٿيڻ ٿا گهرن پاڻ کي هڪ جدا طبقو شمار ڪرڻ گهرن ٿا. انهن مان ڪي سنجيدگيءَ سان اها دعويٰ ٿا ڪن ته پاڪستان سندن خدمتن ۽ قربانين جي نتيجي ۾ بڻيو آهي، تنهن ڪري هو ئي پاڪستان جي دولت جا حقدار آهن، خاص ڪري ان دولت جا جيڪا هندن هتي ڇڏي آهي. هي اسراف خود غرضي سبب اهو به قبول نٿا ڪن ته سنڌ جي ماڻهن ۽ ٻين علائقن جي ماڻهن به پاڪستان لاءِ قربانيون ڏنيون آهن ۽ خدمتون ڪيون آهن. هو پوري بنياد کي وساري صرف مٿينءَ عمارت جي هڪ حصي تي نظر رکن ٿا. مسلمان اڪثريت وارن صوبن ۽ انهن جي ماڻهن ڪانسواءِ به سنڌ، پنجاب، بنگال، سرحد، بلوچستان جي بنياد ڪانسواءِ پاڪستان بابت سوچڻ ۽ ان کي حاصل ڪرڻ ناممڪن ڳالهه آهي.

مهاجرن کي ورسائڻ جي شوق ۾ اسان جا مرڪزي اختياريءَ وارا مڪاني ماڻهن کي پريشان ۽ بي گهر ڪري رهيا آهن، جنهن ڪري اهي بدقسمت ماڻهو پنهنجي ئي سر زمين تي مهاجر ٿي پيا آهن.

بئراج جون رد ٿيل گرانٽون

مرڪزي اختياريءَ وارن جي تعصبي هلت انهن حڪمن مان ظاهر آهي جيڪي هنن هندن کي ڏنل سرڪاري گرانٽن متعلق ڪيا آهن. گرانٽون جيڪي هندن ڪنيون هيون پر قسطون ڀوريون نه ڀرڻ سبب رد ٿيل آهن.

عام قاعدو اهو آهي ته جيڪڏهن (هندو يا مسلمان) ڪو به سرڪاري ڪنيل زمين جون قسطون نٿو ڀري (جڪي اڪثر ڪري ڏهه قسطون آهن) ته اها زمين سرڪار کي واپس ٿي ويندي آهي. گرانٽ رد سمجهي ويندي آهي ۽ ڀريل قسطون سرڪار وٽ ضبط سمجهيون وينديون آهن. اها زمين وري ٻين گهر ڪندڙن لاءِ کلي ويندي آهي.

هاڻي حقيقت اها آهي ته ڪيترن هندن، سرڪار کان بئراج ڀراضيءَ جون زمينون ورتيون هيون ۽ ڪجهه قسطون ڀريون هيون، باقي قسطون هنن کي ڀرڻيون هيون، پاڪستان ٺهڻ بعد ڪيترا هندو گرانٽدار هليا ويا ۽ ڪيترين ئي گرانٽون قسطن نه ڀرڻ سبب رد ڪيون ويون، شروع ۾ اهي رد ڪيل زمينون مڪاني ماڻهن ۽ ٻين کي رواجي شرطن تي وڪرو ڪيون پي ويون، ان طريقي ڪري وڏيڪ زمين آبادي هيٺ آئي ڪاڏي جي پيداوار وڌي ۽ سرڪار جي آمدنيءَ ۾ به "مالڪاڻي" جي رقم ملڻ سبب واڌارو ٿيو ۽ ڍل به وڌي.

اوچتو ئي مرڪزي سرڪار وٽان حڪم نامو پهتو ته هندن جون رد ڪيل گرانٽون مهاجرن لاءِ مخصوص ڪيون وڃن ۽ انهن کي سرڪاري زمين ڪري نه شمار ڪيو وڃي ۽ نه وڪرو ڪيو وڃي!

هي حڪم هندو ڇڏي ويلن لاءِ همدرديءَ جو نتيجو نه هئا ته جيڪڏهن هو ڪنهن وقت واپس آيا ته زمينون ڪين موٽائي ڏبيون، جيڪڏهن ڪو مسلمان گرانٽ واريون قسطون نه ڏئي سگهي ته زمين سرڪار کي واپس ملي وڃي ٿي. گرانٽيءَ جي زمين به رد ٿي وڃي ٿي ۽ ڏنل قسطون به ضبط ۽ زمين وري وڪري لاءِ کلي وڃي ٿي. ساڳيا ئي حڪم هندو ڪٽث دارن لاءِ آهن جيڪي اڃا به هي وينا آهن ۽ نان - اوئڪيو آهن، وڏ ۾ وڏ مرڪزي سرڪار کي ڪرڻ گهربو هو سو اهو ته ڇڏي ويل هندن جون ادا ڪيل قسطون هو ڪسٽوڊين ڪاتي کي ڏيارين ها، رد ٿيل گرانٽون ڪنهن به صورت ۾ سرڪار کي واپس ٿيڻ گهرجن ها ۽ انهن جو وڪرو جاري رهڻ گهربو هو.

مٿينءَ حرفت سبب اٽڪل پنج لک ايڪڙ ڪارائتي زمين جيڪا رد گرانٽن جي آهي اها غيرآباد رهي ۽ ان جي ترقي تي نٿي سگهي، اها زمين نڌڻڪي ۽ اڻ وڪرو ٿيل آهي ۽ ان جي حالت خراب ٿي ويئي آهي.

اناج جي موجده صورت کي ڏسندي حڪومت جي اها نيتي افسوسناڪ آهي جو ته رڳو گذريل سال ۾ ٨١ ڪروڙ روپين جو اناج ٻاهرين ملڪن مان درآمد ڪيو ويو هو.

(هلندڙ)

شاعري

## هاري رهنما
## ڪامريڊ نذير حسين جتوئي
## "جلالي"

اٿيا اٿن جيان گڏجي، وري ڀينار ڀاور جا
هي ڏوٻي جي ڪتي وانگيان، نه آهن گهاٽ ۽ گهر جا.

سٽي سازش ڪراچي مان، ڪهي ڏاڪو وڃن ڀِندي،
لنگهي لاهور کان ڪاٽين تا، چڪر پشاور جا.

ڪڏهن اسلام جو خطرو، ڪڏهن جمهور جو اونو،
ٿي حامي سوشلزم جا، ٻڌائين ٻول ٻاهر جا.

نوان جاما نوان فتنا، سندن جدت پسندي جا.
مظالم ياد آهن قوم کي، هر فتنه پرور جا.

نوان سرندا ۽ سارنگيون، ڪٿي ميدان ۾ آيا.
ڪڏهن قوال ڪعبي جا، ڪڏهن مداح مندر جا.

ايرچونسٽ ليڊر جي، ضرورت قوم کي ڪانهي،
هجن جيڪي بڪيا عهدن ۽ اسٽرلنگ ڊالر جا.

جي خادم قوم جا آهن، اهي مخدوم ٿي رهندا.
پلايون پال پايون ٿا، اهڙي آنيسٽ رهبر جا،

نه گهرجن پير مرشد، سنڌ واسين کي پٽا کهڙا،
آهن سنڌي سيٽي گهايل، انهن جي نوڪ خنجر جا.

وني واعدا وزارت جا، وڪيا جن سنڌ ۽ سنڌي،
چا قائد سنڌ ٿي سگهندا، اهي ابليس اندر جا.

نٿا ويهي سگهن مجرم، ڪڏهن ڪرسي عدالت تي،
چا پائيندا گلن جا هار، اهي حقدار هنٽر جا.

سياستدان ٿا سڏجن، انڌي پوندي ۾ خوش آهي،
نه ٿيندا سون وري، محڪوم، ڪنهن غدار ليڊر جا.

وٺن ٿا ووٽ زر سان، زور زاري سان اليڪشن ۾،
حڪومت هٿ ڪري ويهن، وساري حق ووٽر جا.

پلي پٽڪن، ڪنڌي چا پاڻ کي، بوجهل جي ٽولي،
خداجاڻي اسين هردم آهيون همراهه "حيدر" جا.

جلاليءَ جوش مان جوئي چيو سوئي حقيقت آ،
نه آهيون پاڻ پوڄاري، ڪهين دارا سڪندر جا.

# باباءِ سنڌ جو هڪ اڻ ڇپيل خط

سينٽرل جيل سکر
١٧ جنوري ١٩٥٥ع

محترم غلام حسين سومرو

تسليم – مون کي ڪالهه مسٽر ذوالفقار علي ڀٽو ڪان ڪراچيءَ مان تار آئي ته نظربنديءَ جو آرڊر موڪليو ته "هيبئس ڪارپس" درخواست سنڌ چيف ڪورٽ ۾ پيش ڪئي وڃي. هن باري ۾ جيلر ڪيس جواب ڏنو آهي ته ڪراچي سنڌ گورنمينٽ ڪان اهو نقل وٺي. اصلي آرڊر بروقت مون اوهان کي ١١ جنوري گرفتاري وقت ڏنو هو، اهو آرڊر متان برخوردار مظهر وٽ هجي. اهو هٿ ڪري هڪدم ڪراچي ڪٺي ويندا. هن ڪم جو سمورو بار اوهان تي رکان ٿو. رفيق عبدالقادر اڪثر طبيعت ۾ هن ڏينهن سردين جي ۾ ناساز گذاري ٿو. تنهنڪري ان تي ايترو بار رکندا جو ڪٺي سگهي. اوهان "هيبئس ڪارپس" درخواست متعلق سمورا ڪاغذ مسٽر ڀٽي کي ڏيندا. مون هن ڪان اڳ ۾ به وڪالت ناما پير الهي بخش ۽ مسٽر نور العارفين ڏانهن سڌو جيل مان موڪليا آهن جي اميد ته انهن کي پهچي ويا هوندا. مسٽر ڀٽو بئريسٽر آهي تنهنڪري وڪالت نامي ڪانسواءِ ٿي منهنجي وڪالت ڪري سگهي ٿو. هن باري ۾ بهتر ته مسٽر ڀٽو ۽ پير الهي بخش گڏجي ڪم ڪن. پير الهي بخش کي دادو-جوهي بار اليڪشن ۽ مسٽر کهڙي جي ٻين ڪاروائين جي خبر آهي هن باري ۾ هيٺيان ڪاغذ هٿ ڪري وڪيلن جي حوالي ڪندا.

(١) "هاري حقدار" اخبارن جو فائيل جنهن ۾ وقت بوقت منهنجون شڪايتون ڪيل آهن. (٢) دادو-جوهي اليڪشن درخواست انگريزيءَ ۾ (٣) قمبر، شهدادڪوٽ اليڪشن درخواست انگريزيءَ ۾. (٤) تازيون ڇپيل انگريزيءَ ۾ ٻي پمفليٽون (سنڌ سان بي انصافي) (٥) کهڙي خلاف پروڊا جو فيصلو انگريزيءَ ۾ (٦) قاضي فضل الله خلاف پروڊا فيصلو انگريزيءَ ۾ (٧) کهڙي خلاف اسپيشل ڪورٽ جسٽس عبدالرشيد جو فيصلو. هن جو سچو نقل چيف ڪورٽ يا جتان ملي اتان هٿ ڪندا. (٨) کهڙي خلاف الله بخش خون ڪيس جي فتوي جو سچو نقل (٩) سنڌ ليجسليٽو اسيمبلي پروسيڊنگس جا ڪتاب جن ۾ ٽيننسي ائڪٽ تي بحث جون تقريرون آهن. هي ڪتاب ڪجهه منهنجي گهر آهن. دادن کي خبر آهي. باقي جيڪي کٽن سي سنڌ گورنمينٽ ڊپو مان وٺندا. (١٠) سنڌ ٽيننسي ليجسليشن رپورٽ انگريزيءَ ۾ هي به سنڌ گورنمينٽ ڊپو مان وٺندا. شايد ڪاپي منهنجي گهٽ هجي. (١١) راجر ٿامس ڪاميٽيءَ جي رپورٽ انگريزيءَ ۾. (١٢) مسٽر مسعود جو اختلافي نوٽ انگريزيءَ ۾ (١٣) هاري انقلاب (١٤) انگريزيءَ ۾ ڪامينٽس جي چوپڙي سنڌ ٽيننسي ائڪٽ بابت (١٥) تازو لاڙڪاڻي ۾ لوڪل بورڊ اليڪشن ۾ هاري اميدوار، محمد بخش جو ناميننشن پيپر رد ٿيو ان جو سچو نقل (١٦) نوائي سنڌ سنيهن ۾ منهنجو تازي کهڙي راشدي سان ملاقات جو ذڪر آهي. جنهن ۾ سنڌ ٽيننسي ائڪٽ سڌارڻ جا مسٽر کهڙي مون کي واعدا ڏنا هوا. سڀ ڪاغذ هٿ ڪندا. ۽ هڪ درخواست انگريزيءَ ۾ تيار ڪري موڪليندا. پر انهن ڪاغذن جا حوالا ڏيڻا پوندا تنهنڪري اهي ڪاغذ هٿ ڪيا وڃن ثابتي خاطر.

منهنجي "رٽ درخواست" سنڌ چيف ڪورٽ ۾ داخل ڪيل آهي. ٢٢- ڊسمبر ١٩٥٤ع تي خبر ناهي ته ان جو ڇا ٿيو. انهيءَ درخواست لاءِ پير الهي بخش ۽ مسٽر ذوالفقار علي ڀٽو وڪالت ناما ڏنا آهن. هڪ وڪالت نامہ مسٽر لڪاٺي وڪيل لاءِ به مان صحيح ڪري ڏيئي آيو هوس. مسٽر لڪاٺي بولٽن مارڪيٽ جي پرسان لياقت مارڪيٽ ۾ رهندو آهي. سنڌس آفيس اتي آهي. ان سان به ملندا ۽ ڪيس چوندا ته هو به منهنجي ڪم ۾ ڪوشش ڪري. مون هتان ١٢ جنوري ٥٥ع تي هڪ درخواست سنڌ چيف ڪورٽ کي ڪئي آهي ته مون کي رٽ درخواست جي ڪارروائي هلائڻ خاطر ڪراچي گهرايو وڃي ۽ اهڙي هدايت سکر جيل جي سپرنٽينڊنٽ کي ڏني وڃي. خبر ناهي ته ان درخواست جو ڇا ٿيو. پير الهي بخش ۽ مسٽر ڀٽي کي مناسبت پڌائيندا ۽ ڪين چوندا ته هن درخواست جي پوئواري ڪندا ۽ منهنجي لاءِ ڪوشش ڪن ته جيئن مان ڪراچي اچي سگهان.

اخبار ۾ ڏٺو اٿم ته مصطفي کي آزاد ڪيو ويو آهي. ان لاءِ خبر ڏيندا ته ڪيئن ڪيس آزاد ڪيو ويو. ڪيس چوندا ته پنهنجي پڙهڻ ۾ لڳي وڃي. ڪنهن به حالت ۾ ٩ بجي شام جو گهر اندر هجي. هي خط ڪيس ڏيکاريندا.

مسٽر ذوالفقار علي ڀٽي جا دلچسپي ڏيکاري آهي. مون کي تار ڪئي آهي جيلر کي لکيو آهي ان لاءِ مان سندس نهايت شڪر گذار آهيان ته منهنجي پاران ڪيس شڪر گذاري جو اظهار ڪندا.

برادرم احمد بخش مون کي هتي مليو هو، ڳوٺ جو احوال ڪيائين. مون ڪيس چيو آهي ته گهر جي بجاءِ جاءِ جي مرمت جو ڪم جلد به جلد ڪري نه ته جاءِ جي ڪري پوڻ جا امڪان آهن. بهتر آهي ته جاءِ اندر رکيل سامان ڪرسيون هندورا ڪٽون ڪڍي چاچي خدا بخش جي گهر وڃي رکجن ته متان نقصان نه ٿي پوي. مهر عليءَ کي هن باري ۾ توجهه ڏيڻ کپي.

منهنجي طبيعت ٺيڪ آهي. جاءِ تي دلجاءِ ڏيندا. منهنجي لاءِ ڊڪشنري پاڪيٽ آڪسفورڊ وٺي موڪليندا. بابا مصطفي، مظهر، دادن، حاتم، ننڌ کي گهڻا پيار. موندر سائين کي پيار. سڀني عزيزن کي سلام.

الهجڙي، غلام اڪبر، عدل خان، محراب خان، قابل، مغل، علي گوهر، نذير حسين، مولوي محمد اسماعيل، الهڏنو جمالي، محمد علي شاهه، مولوي جان محمد، مهر علي مولائي، محمد عثمان ڏيپلائي، فريد علي، رحم علي ۽ سڄي سنگت کي گهڻا گهڻا سلام.

حيدر بخش

---

مهر گل

## هارين لاءِ گيت

اٿو ڪڙمي ڪٿي ڏهه لک ڏاتا،
ڪانئرن جا ڪڏي ڪنڌ ڪپيو،
جن هارين جا هن حق کسيا،
سوچي تن جا سنڌ ڪپيو.

دؤر آهي دليريءَ جو،
وقت ويو هيرا ڦيريءَ جو،
ڪنڌ ڪپيو منڊي ميريءَ جو،
وات وڊيرو اڄ ويريءَ جو،
گڏجي غلاميءَ جا بند ڪپيو.

تختو هجي يا تخت هجي،
دشمن ڪيڏو به سخت هجي،
ٻرو نه ڪنهن جو بخت هجي،
جي ڪري اوهان سان ڪِر ڪِر ڪو،
تنهن جا ڏائن سوڙا ڏند ڪپيو.

هي گيت چيو مون سانگين لئه،
دلبر ديس جي جهانگين لئه،
مرد متيرن مانجهين لئه،
شام سويري سانجهين لئه،
جيڪو مارن سندا "گل" پٽي،
ان جا عضوا انڌا ڏنڌ ڪپيو.

# هاري انقلاب

**حيدربخش جتوئي**

**هي مضمون باباءِ سنڌ پنهنجي ڪتاب هاري انقلاب جي ديباچي جي طور تي لکيو هو.**

قديم زماني ۾ آدمخوري عام رواج هو جا قوم ٻي قوم تي فتح پائيندي هئي سا مفتوح قوم جي فردن کي کهي پچائي کائيندي هئي ۽ هن رواج کي برو نہ سمجهيو ويندو هو، هي فاتح قوم جو حق سمجهيو ويندو هو. انسان جون پيداواري طاقتون محدود هيون ۽ هو اجا جهنگلي جانورن جي ويجهو هو.

جڏهن انسان ڪجهہ ترقي ڪئي ۽ پنهنجو قدر وڌايو تڏهن فاتح قوم هارايل قوم جي فردن جي گوشت کان ان جي پورهئي کي وڌيڪ ڪارگر سمجهيو. مفتوح قوم کان فاتح قوم هي سوال پڇيو: اوهان فوري قتل چاهيو ٿا يا دائمي غلامي؟ ظاهر آهي تہ ساه هر ڪنهن کي پيارو آهي ۽ مفتوح قوم غلاميءَ کي قتل تي ترجيح ڏني. اهڙي طرح دنيا ۾ غلاميءَ جو رواج شروع ٿيو. ان زماني ۾ غلاميءَ جو رواج هڪ انقلابي قدم هو، ڇاڪاڻ تہ ٻي صورت ۾ هزار ها انسان قتل ٿي ويندا هوا ۽ هي قتل انسان جي بقالاءِ تمام مضر هو. مالڪ کي ڪنهن بہ وقت حق هو تہ غلام کي وڪڻي، ماري يا ماري ڇڏي، حڪومت هميشه مالڪ جو طرف هئي، ڇاڪاڻ تہ حاڪم خود مالڪ طبقي جا هئا ڪيترن غلامن جا ملڪ هوا.

يونان ۽ مصر جي تهذيب غلامن جي محنت مان تعمير ٿي. يونان جي مشهور فيلسوف ۽ انسان دوست مفڪر ارسطاطاليس پنهنجي ڪتابن ۾ لکيو آهي تہ غلاميءَ جو رواج نہ فقط جائز آهي مگر انساني ترقيءَ لاءِ ضروري آهي، اڄ هي ڪهڙو نہ واهيات اچي ٿو!

رسول اڪرم جي دور ۾ غلامي جو رواج جائز هو. حضور انور غلامي جي رواج کي برو چيو ۽ غلام کي آزاد ڪرڻ کي هڪ وڏو ثواب قرار ڏنو. حضور انور غلامن جي زندگي کي خوشتر بنائڻ لاءِ سفارشون ڪيون. غلام کي سٺو کاڌو ڏيو، جو پاڻ کائو؛ چڱو ڪپڙو ڏيو، جو پاڻ پهريو، وغيره.

١٨٣٣ع ۾ هڪ دوست انگريز، وليم ولبر فورس جي حياتيءَ جي جدوجهد ڪانپوءِ انگريزي پارليمينٽ غلاميءَ جي رواج کي انگريزي سلطنت ۾ قطعا بند ڪيو. هي انسان جي تاريخ ۾ شاندار ڪارنامو هو. آهستہ آهستہ آمريڪا، فرانس ۽ ٻين ملڪن ۾ غلاميءَ جي رواج کي بند ڪيو ويو.

افسوس تہ اسلامي ملڪن ۾ اجا تائين هي منحوس رسم هلي اچي. ۽ ان ۾ ڪن مولوين جو رايو آهي تہ غلاميءَ کي بند ڪرڻ ڪفر جي مترادف آهي! اهي مولي موجود زميندارِيءَ کي بہ جائز سمجهن ٿا.

غلامي صورتون بدليندي آئي آهي. انسان ترقي ڪندو آيو آهي، مگر غلاميءَ صفا بند نہ ٿي وئي آهي. زميندارِي نظام بہ غلاميءَ جي رسم جي هڪ صورت آهي. هاري زميندار جو غلام ٿي ڪم ڪري ٿو.

هن ڪتاب ۾ مون هن ڳالهہ جي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ زميندارِي نظام غلط نظام آهي ۽ ان کي ختم ڪرڻ قوم ۽ ملڪ جي لاءِ بلڪل ضروري آهي. زميندارِي نظام حقيقت ۾ قوم جي ترقيءَ جي راه ۾ وڏي ۾ وڏي رنڊڪ آهي.

زميندارِي کي ختم ڪيئن ڪجي؟

زميندار کي زميندار بہ هاري ڪري ٿو

> **جنهن عوامي طاقت انگريزي حڪومت کي ختم ڪيو سا طاقت زميندارن کي ختم ڪري سگهي ٿي. هي تاريخ جي تقاضا آهي.**

۽ زميندار کي ڍاهيندو بہ هاري. جنهن عوامي طاقت انگريزي حڪومت کي ختم ڪيو سا طاقت زميندارن کي ختم ڪري سگهي ٿي. هي تاريخ جي تقاضا آهي.

جهڙي طرح انسان اوزارن ۽ ڪلن جي ذريعي پاڻ تان محنت جو بوجو گهٽائيندو آيو آهي ۽ پنهنجي لاءِ زياده فرصت جا موقعا پيدا ڪري دماغي ۽ جسماني ترقي ڪندو آيو آهي، اهڙي طرح هن لڙائيءَ جي طريقن ۾ بہ سڌارو ڪيو آهي.

هڪ طرف انسان تلوارن ۽ بندوقن ۽ توپن ۽ ائٽم بم سان لڙي ٿو تہ ٻئي طرف هن ووٽ جو طريقو ايجاد ڪري صلح ۽ امن سان حقن وٺڻ جو رستو بہ اختيار ڪيو آهي.

جتي اڳي ماڻهو پنهنجا حق تلوارن سان وٺندا هوا اتي هاڻي هو ووٽ جي ذريعي پنهنجا حق وٺي سگهن ٿا.

جيڪڏهن ووٽ وٺڻ ۾ انصاف ۽ امانت کان ڪم ورتو وڃي ۽ صحيح نمائندا چونڊجي اچن تہ هوند گهڻي ڀاڱي اسان جا قومي مسئلا پر امن طريقن سان حل ٿي وڃن. مگر افسوس جو زميندار طبقو پنهنجي پئسي جي طاقت سان دوکيبازي، رشوت ۽ ناجائز طريقن سان پاڻ کي چونڊائي ٿو.

جو ماڻهو رشوت ۽ زبردستي ۽ ناجائز طريقن سان پاڻ کي چونڊائيندو سو رشوت کي ڪيئن بند ڪندو، سو امن ڪيئن قائم ڪري سگهندو.

سنڌ هاري ڪاميٽي هارين جي نمائنده جماعت آهي جا هارين جي حقن لاءِ سالن کان لڙندي آئي آهي.

هن لڙائي ۾ جيڪڏهن خود هاري زميندارن کي ووٽ ڏيندا، جن زميندارن ڪين سالن کان ٻئي ستايو آهي ۽ سندن خون پيتو آهي، تہ پوءِ هنن کي (هارين کي) ڪيئن حق ملي سگهندا؟

جيڪڏهن هاري پاڻ انصاف نہ ڪندا تہ ڪين ڪيئن انصاف ملي پوندو؟ مان هي هارين جي خدمت ۾ عرض رکان ٿو تہ شال هارين جي ستل قوم جي شينهن واري طاقت اٿي ۽ پنهنجي تاريخي ڪارنامي، هاري انقلاب، کي عمل ۾ آڻي دنيا کي ڏيکاري تہ سنڌ جا هاري دنيا جي انهن ٻين هارين کان پوئتي نہ آهن جن پنهنجي اتحاد ۽ طاقت جي ڪرامت سان حڪومتون هٽ ڪيون آهن. زميندارِي کي ختم ڪري ڇڏيو آهي ۽ جنجي ڪارنامن کان دنيا محو حيرت آهي.

گر قبول افتد زهي عزوشرف

**حيدر بخش جتوئي**

حيدرآباد سنڌ

٢٠ اپريل ١٩٥٣ع

# هاريءَ ڏانهن خطاب

## (سنڌ هاري ڪميٽيءَ جو پڙنامو)

حيدربخش جتوئي



هاري طبقي جو فائدو انهيءَ ۾ آهي تہ هاريءَ کي ٻنيءَ ۾ ٻہ حصا ملن، زميندار کي هڪ حصو. هاريءَ کان بيگر ۽ چيڙ نہ ورتي وڃن، زمين تي هاريءَ جو موروثي حق رهي......

زميندار طبقي جو فائدو ۽ منشا اها آهي تہ زميندار کي ٻنيءَ ۾ اڌ کان بہ زياده حصو ملي، جيئن وٽيس تيئن هڪ هاريءَ کي زمين تان لوڏي ٻئي کي ٻيهاري، هارين کي چيڙ بيگر ۾ وهائي......

هاري جيڪڏهن ٿيني (موروثي هارپ) حق لاءِ طلب ڪري ٿو تہ زميندار ان جي مخالفت ڪري ٿو، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ ۾ سندس طاقت گهٽجي ٿي ۽ هاريءَ کي طاقت ملي ٿي.

زميندار جي هٿ ۾ دولت آهي، زميندار جي هٿ ۾ حڪومت آهي، عملدار پوليس سڀ زميندار سان ٻڌل آهي، لازمي طرح هاري طبقو هر نموني ۾ پيڙجي رهيو آهي.

هاري حقيقي طاقت جو مالڪ آهي

دنيا جي تمام پيداوار انساني محنت جي ذريعي وجود ۾ اچي ٿي، پوک، اناج، ڪپهہ هاريءَ جي پورهئي جي پيدائش آهن. زميندار هر ڪاهيندو آهي؟ نہ. لابارو ڪندو آهي؟ نہ. ڳاهہ ڳالهيندو آهي؟ نہ. انهيءَ معاملي ۾ زميندار هڪ بيڪار هستي آهي ۽ هو هاري طبقي جو محتاج آهي.

هر ڪير ڪاهي ٿو؟ هاري. رونبو ڪير ڪري ٿو؟ هاري. گرمين، سردين ۾، نانگن بلائن کي لتاڙي، مٽيءَ مان ڪير اناج جو سون پيدا ڪري ٿو؟ هاري.

## غلط نظام

اناج پيدا بہ هاري ڪري ٿو مگر ان هوندي بہ بک هاريءَ جي گهر ۾. ڪپهہ پيدا بہ هاري ڪري ٿو مگر تڏهن بہ انگ اگهاڙو هاري.

اهو نظام جنهن ۾ پورهيت بکيو آهي، جنهن ۾ هڪ انسان ٻئي انسان کي پنهنجي ذاتي نفع خاطر مزور ڪري وهائي ٿو ۽ گويا ان جو خون پيئي ٿو، اهو نظام جنهن ۾ بيڪار ۽ بدڪار ماڻهو صرف دولت جي لحاظ کان شريف سمجهيو وڃي ٿو، اهو ظام جنهن ۾ شريف محنت ڪش ذليل رهي ٿو، اهو نظام جنهن ۾ انسانيت سان بيحرمتي ٿئي ٿي. اهو نظام غلط آهي ان کي مٽائڻ کپي.

## انقلاب هاري جو ڪم آهي

انهيءَ غلط نظام کي مٽائڻ جو انقلاب ڪير آڻيندو؟ اهو ڪم انهيءَ طبقي جو آهي، جيڪو هن غلط نظام جو شڪار آهي، يعني هاري، هن انقلاب جي مخالفت ڪير ڪندو؟ اهو طبقو جنهن کي هن غلط نظام مان نفع آهي، يعني زميندار.

زميندار هر ممڪن نموني، مذهب جي نالي ۾، پاڪستان جي نالي ۾. مگر حقيقت ۾ صرف پنهنجي ذاتي فائدي لاءِ. انقلاب جي آخر دم تائين مخالفت ڪندو، مگر

## آخري فتح هاريءَ جي آهي.

ڇاڪاڻ تہ هاري ٻن لحاظن کان حقيقي طاقت جو مالڪ آهي: هڪ تہ هاري جي هٿ ۾ محنت ۽ پورهئي جو قدرتي هٿيار آهي ۽ ٻيو تہ هن کي ووٽ جو سياسي هٿيار آهي جتي هڪ زميندار جو ووٽ آهي اتي هڪ هزار هاري جا ووٽ آهن. زمانو جلد اچي رهيو آهي جڏهن زندگي مجبورا هارين کي سيڪاريندي.

(أ) هاري جي نجات زميندار حاڪمن ۽ وزيرن مان نہ پر سندن پنهنجي هٿ ۾ آهي ۽ برداريءَ ۾ سمايل آهي. ڪو بہ هاري ٻئي هاريءَ جي زمين تي چڙهت نہ ڪري تہ ڪين ٿيننسي ملي پئي آهي.

هاري جو ووٽ هڪ سياسي حق، حڪومت جي واڳ ۽ بچاءَ جي ترار آهي، جا هو ڪڏهن بہ زميندار ۽ سرمائيدار جي هٿ ۾ نہ ڏيندو.

جيستائين زميندار ۽ سرمائيداري ختم نہ ٿينديون تيستائين هارين جي حالت ۾ سڌارو ناممڪن آهي. جيستائين اسان جي وطن جو اسي سيڪڙو آدم ضعيف ۽ ڪريل آهي تيستائين اسان جو پاڪستان ضعيف آهي.

اميد تہ اهو وقت ويجهو آهي جڏهن هاري پنهنجي تنظيم ۽ طاقت سان زميندار شاهي کي ختم ڪري هڪ اهو نئون نظام قائم ڪندا جنهن ۾ انصاف امانت ۽ محنت، حڪمران هونديون، جنهن ۾ رشوت، چور بازاري بدامني ۽ ظلم بند ٿي ويندا ۽ جنهن ۾ حقيقي حڪومت قائم ٿيندي.

هي آئين انهي جدوجهد لاءِ هڪ هٿيار آهي.

**اهو نظام جنهن ۾ بيڪار ۽ بدڪار ماڻهو صرف دولت جي لحاظ کان شريف سمجهيو وڃي ٿو، اهو ظام جنهن ۾ شريف محنت ڪش ذليل رهي ٿو، اهو نظام جنهن ۾ انسانيت سان بيحرمتي ٿئي ٿي. اهو نظام غلط آهي ان کي مٽائڻ کپي.**

# زميندار شاهي عرف ڪمدار جا ڪارناما

حيدر بخش جتوئي

**ڪارنامو پهريون**

[وڏيرو چتو خان کٽ تي ليٽيو پيو آهي. ڪمدار ڪوسو خان گلم تي ويٺو آهي ۽ وڏيري صاحب جا پير دٻائي رهيو آهي.]

وڏيرو ڪمدار، رمضان شريف جو مبارڪ مهينو اچڻ وارو آهي روزا رکبا. فجر مهل روزي رکڻ لاءِ کير ضرور کپندو. ڏهه پنڌره روزائت ٿيندا. انهيءَ ڪري ڪا ڏڳي هٿ ڪر هن موچاري مهيني ۾ ڪو ثواب جو ڪم ڪجي ۽ آخرت جو توشو ڪجي.

ڪمدار! قبلا. ڏڳي رحيم خاصخيلي، پنهنجي هاريءَ جي تازي ويائي آهي. ڀلوڙ آهي. کير جام اٿس. اها ڪاهرائي ڪٽي ٿا ٻڌون. پوءِ اوهان جي کير جي پورت چڱيءَ طرح ٿي ويندي.

وڏيرو! متان نه ڏئي ڪمدار! ڏيندو بابس به. ڪک پن پنهنجا چري، زمين پنهنجي ۾ پهري، نه ڏيندو ته وهندو ڪٿي؟ اوهان جي حياتيءَ جو خير هجي. عمر ڪمداري ڪئي اٿم، حجامت ڪانه ڪئي اٿم.

وڏيرو! ازي بابا اڄ ڪلهه هنن"هاري حقدار" ڇتن جو مغز ڦيرائي ڇڏيو آهي، هنن جو خانو خراب ڪري ڇڏيو آهي. متان ڇٽ انهن جي ڏنن ۾ آيو هجي.

ڪمدار نه قبلا نه فڪر نه ڪريو ايئن انڪاري جواب ڏيندو ته پاڻ به انهيءَ ڏڳيءَ جو کير پيتو اٿس. اهڙين مهلن لاءِ ڏنو، دائم، موسو ڪونه ويٺا آهن؟ جن تي سائين جن جو هٿ آهي، هميشه پوليس کان بچايو ويٺا آهيون. اوهان جو حڪم ٿيندو ته اها ڏڳي ته ڇا. پر سنڌن رن به ڪٽي ايندا. اوهان جا اڳيئي آزمايل آهن. ڪيتوري به اوهان سان ٿٽي نهي، پوءِ ڪيئن نه راتو واه سنڌس ڪت اوهان وٽ حاضر ڪيائون. قبلا اوهان وڏي دل ڪريو. اهو خسيس ڪم آهي. ٿي ويندو.



وڏيرو. ڀلا، سڳورو مهينو اهي. ملن مولوين جو چوڻ آهي ته هن ۾ ختمن جو ثواب گهٽو ٿو ٿئي. سو، موچاري ماني لاءِ گيه به کپندو، ڪڪڙ به کپندا، ڇيلا به کپندا. چوندا آهن ته ٻارهن مهينن جي ڪمائي هن مهيني ۾ ڪائجي ڪارائجي. مسجد ۾ ماني به هر روز روزائتن جي روزي ڇوڙڻ لاءِ ڏبي. اها به ضرور موچاري موڪلجي نه ته ماٺهو ڪلندا. گيه جو اگهه اڄ ڪلهه تمام چڙهي ويو آهي. پنج روپيه سير آهي پنهنجو جيڪو گيه ٿئي ٿو اهو اندر مير خان جي شاديءَ لاءِ گڏ ڪندا ٿا وڃن. سو، يار گيه ڪڪڙ ڇيلا ڪجهه گڏ ڪر. ڀلارو مهينو آهي. ڪا ته نيڪي ڪريون ، خير خيرات ڪريون.

ڪمدار. سائين وڏي دل ڪريو. گهٽائي مال وارا پنهنجي زمين ۾ رهندا آهن. وڃي ٿو ٿپايان. اڄ سيني جو مال ڪاهرائيندس ڏڪ تي. پوءِ پاٺهي ٿيندا منٿائو ايندا اوهان وٽ پوءِ سڀ ڪجهه گهر ويٺي ئي ملي ويندو. رکو ڪم خدا تي بادشاهه پير سائي ٿيندو سڀ فتح.

[ ڪمدار وڏيري جي حڪم موجب سڏو رحيم خاصخيلي وٽ وڃي ٿو. رحيم جي زال کي چوي ٿو ته"ازي رن. رحيم گهر ۾ آهي؟ باهر موڪلينس" رحيم ٻاهر اچي ٿو.]

ڪمدار، ازي، رحيم: تنهنجي ڏڳي هڪ مهيني واسطي زميندار کي کپندي، روزن رکڻ لاءِ. کير جي ضرورت آهي. اها شام جو ڪاهي وڏيري جي اوطاق تي پهچائي اچج.

رحيم. ڪمدار صاحب. اسان وٽ فقط هڪ اها ڏڳي آهي، اسان سڄو سال بنا ڳنڍڻ جي بک مئا آهيون. انهيءَ جي جهڻ ڏڏ تي آس لڳايو ويٺا هئاسون سا مس مس ويائي آهي ۽ جنهن کان پوءِ جهڻ سان ماني کائي پيٽ ڀريو اٿون. وڏيرو پوڙ ٻاچيءَ سان ماني کائي سگهي ٿو. اسان مسڪي جو گذر ئي انهيءَ جهڻ تي آهي. اسين به مسلمان آهيون، روزا رکنداسين. اسان کي معافي ڏيو.

[ ڪمدار اها گفتگو ٻڌي ٻاهر نڪري چوي ٿو]

ڪمدار. لڏ هتان، ڪڻ ٿيڙ. تنهنجي ٻني بند، تنهنجو پاڻي بند. بلڪ تنهنجو اسان جي زمين ۾ هلڻ گهمڻ بند. ٻاهر نڪتو آهين ته بي عزت ڪندو سانءِ اسان جي "واٽر" مان پاڻي پريو اٿئي ته ڏاڙهي پٽيندو سانءِ.

هڪ آواز الله. الله خدا جي زمين. خدا جو پاڻي، خدا جي مخلوق. ليڪن مالڪ زميندار ۽ ڪمدار.

[ رحيم ڪمدار جي ڌمڪي ٻڌي ڊڄي وڃي ٿو. لٿل منهن سان گهر ۾ گهڙي ٿو ۽ گهر واري کي چوي ٿو:]

رحيم. خدا جي قدرت رمضان جو ڀلارو مهينو شاهوڪارن ۽ زميندارن لاءِ نعمتون برڪتون پاڻ سان کنيون آيو آهي، مگر اسان غريبن ۾ کهڙي خرابي آهي جو

هيڏي سزا، هيڏو هيٺ آيل آهيون؟ پنهنجي هٿن سان پورهيو ڪريون، حلال ڪمائي ڪائون تہ بہ مصيبتون اسان مٿان. ڪنهن سان ظلم ڪرڻ جي تہ طاقت ئي اسان ۾ ڪانهي. نہ ڪنهن جو حق غصب ڪريون، اٿلو زميندار اسان جون حق تلفيون ڪن. نمازون بہ اسين پڙهون، مسجد جي رونق بہ اسان جي دم سان، روزا بہ اسان رکون، تڏهن بہ مصيبت ۾ مبتلا، مسڪيني ۾ گرفتار. سرمائيندار حرام ڪائو، ظالم غاصب، تڏهن بہ پر لطف حياتيون گذاري رهيا آهن. خدايا هي ڇا هي؟

رحيم جي زال. خدايا هن عذاب جي حياتيءَ مان اسان ڪي ڪڏهن ڇوٽڪارو ملندو؟ ڪالهہ وڏيري سڏ ڪرايو تہ رمضان جي مهيني لاءِ سيبون ٺهرائيون آهن. اڇو، بيگر ڪمايو. منهنجو نديو ناخوش هو، تنهن ڪري ڪونہ ويس. صبح سوير مون روزائتڻ سان سگوري مهيني ۾ جا ڇٽ تي سا مونکي خبر آهي شايد اسان غريبن جو خدا ٻيو آهي ۽ زميندارن جو ٻيو آهي. اسان غريبن وارو خدا وڏيرن واري خدا کان ڪمزور آهي. اسان نڌڻڪا آهيون. تڏهن تہ هھڙا ظلم اسان سان ٿين ٿا؟

[ زال مڙس هڪ ٻئي سان حال اوري، ڊپ ۽ خوف جي حالت ۾ ويهي رهن ٿا. وڏيري جو ڪمدار ناراض ٿيو آهي. خدا ڄاڻي، اسان جو ڪهڙو حال ٿيندو.]

[ ڪمدار وڏيري جي اوطاق تي اچي ٿو.]

ڪمدار وڏيرا سائين اوهان سچ سمجهيو هو. اهو رحيم بي ايمان، بدمعاش تہ ائين ڪيئن ٿو سڏو ٿي؟ هاڻي اوهان جي حڪم لاءِ ترسيل آهيان. خار ڪان ماني ڪا نہ ٿي وٽيم. هڪ خسيس ماڻهو اهڙو جواب ڏنو آهي جو ڪيس خون ڪرڻ تي دل ٿي چوي. هاڻي حڪم اوهان جو.

[مولوي صاحب بہ وڏيري جي مجلس ۾ حاضر آهي. وڏيرو ان ڏانهن مخاطب ٿي شرعي حڪم حاصل ڪرڻ لاءِ چاره جوئي ڪري ٿو.]

وڏيرو. مولوي صاحب. اسان اوهان جهڙن علمائن ڪي في سبيل الله روزا رکايون، روزا ڇوڙايون، غريب غربي ڪي واٽ الله جي ٽڪر ڪارايو. اهو ڪم خير جو آهي. روزن جي مهيني لاءِ، هڪ ڪمبخت ڪان ڪير لاءِ ڏڳي گهريسون پر بي ايمان هن خير جي ڪم ۾ ڏڳي ڏيڻ ڪان انڪار ڪيو هو. هاڻي مولوي صاحب اهڙو ماڻهو سزا جي لائق آهي يا نہ؟

مولوي. بيشڪ، بيشڪ، جناب، اوهان سخي آهيو. سخين جو رتبو مٿانهون آهي. سخي بهشتي آهن. اهڙي ماڻهو ڪي سزا ڏيو.

وڏيرو. ڪمدار، ابا، ٻڌئي شرع جو حڪم، هاڻي وڃي ڪر ڪافر جو ڪارو منهن. پل تہ لوڙي. خدا جي طرفان سندس تقدير ايئن آهي. ڏوهہ ڪنهن جو ڪونهي.

[ صبح جو رحيم پنهنجي گهر اڳي ڏسي تہ ڏڳي وٿاڻ تي ڪانہ آهي. هڪو ٻڪو آسپاس گوٺ وارن ڪي فرياد ڪري ٿو تہ منهنجي ڏڳي چور ڪاهي ويا آهن. پير ڪٿائڻ ۾ مدد ڪريون. ڳوٺ وارا ڪيس چون ٿا تہ "ادا" اسان حاضر آهيون، پر صبح ساڻ ڪمدار حڪم ڏيئي ويو تہ وڏيري جي ڇيڙ آهي. سڀ اوطاق تي هلو. جيڪڏهن دير سان آيا تہ ڏنڊ وجهندو سانو. "ڇيڙ بہ وڏيري جي سريت جي گهر ناهڻ جي آهي. دير ڪئي سون تہ اسان لاءِ شامت اچي ويندي. باقي تون هلي وڏيري ڪي سناءِ تہ اهو موڪل ڏئي تہ هلنداسون." رحيم سڀني سان گڏجي وڏيري وٽ وڃي ٿو ۽ ڪيس چو ٿو:]

رحيم. سائين. وڏيرا صاحب. منهنجي ڏڳي چوري ٿي.ويئي آهي. پير ڪٿائڻ لاءِ اڄ ماڻهن ڪي ڇيڙ ڪان موڪل ڏيو. اوهان جي پاڙي ۾ وينو آهيان. اوهان جي عزت جو سوال آهي.

وڏيرو! بي ايمان، بدمعاش، باهر نڪر، نہ تہ بچ ٿو ڪرايانءِ ڪهڙو منهن ڪٺي آيو آهين؟

[رحيم ويچارو غريب، چار و ناچار خاموش ٿي، پنهنجي تقدير تي روئي ٿو. آسمان ڏانهن هٿ ڪٽي ڪنهن طاقت جو انتظار ڪري ٿو.]

**ڪارنامو ٻيو**

[وڏيري صاحب جو پير اچڻو آهي. انهيءَ جي مهماني ۽ رسائي لاءِ ڪمدار کي حڪم ڪري ٿو.]

وڏيرو! ڪمدار صاحب، اڄ سائين اچڻو آهي. ماڻهو سو ڪن ساڻس ايندا. ابي ڏاڏي جا دعوتي آهيون. دعوت سائينءَ جي ضرور ڪبي. بندوبست تمام سٺو رکبو. اهڙو سٺو ٿئي جو پنهنجي دعوت مڙني مريدن ڪان موچاري ٿئي.

ڪمدار! سائين منهنجا فڪر نہ ڪريو. اڄ سڀني هارين کي حڪم ٿو ڪريان تہ اڃوڪو سمورو ڪير هٿي ٻهچائن. ڇيلا تہ اڳي ئي اوهان جي روزن بلي گڏ ڪيل اٿم. باقي رهيل آهن، اهي بہ ضرور ٽا ڪريون. هڪڙي رن آهي ان وٽ متارو ڇيلو آهي.

انهيءَ ڏينهن پئي ڪرڪي. اڄ ضرور زوريءَ بہ ڪٽبس.

[ مولوي صاحب قطع ڪلام ڪندي چوي ٿو.]

مولوي. ماڻهون تہ ڪهڙا دين ڪان ڦرندا وڃن هھڙي خير ۽ ثواب جي ڪم لاءِ بہ پيا ڪرڪن. بادشاهہ پير جو اولاد ٿي ٿو اچي.

ان لاءِ ڏيڻ ۾ ڪيڏو نہ ثواب ٿيندن. اهڙن ڪنجوسن جو مال زوري ڪائڻ بہ جائز ۽ حلال آهن.

[ شام جو هارين جي گهرن مان مال اچي ٿو. ڪمدار ڏاڙو هڻڻ شروع ڪري ٿو ڇيلا، ڇيليون، ڪير. سڀ ڪجهہ لٽي زوري ڪٺائي اچي ٿو. ڪنهن کي بہ ڪچڻ جي مجال ڪانہ آهي سڀ غريب رمضان شريف جي برڪتن، پير صاحب جي دعائن ۽ فيض کي هھڙي طرح پاڻ تي نازل ٿيندو ڏسي آسمان ڏانهن نهاريندا رهيا ۽ هن منطق کي سمجهڻ ڪان قاصر رهيا. فقط اها ٻيوه رن

زال وڏيري وٽ رئندي اچي ٿي ۽ چوي ٿي:]

رن زال! وڏيرا صاحب، سائين منهنجا. منهنجو خدا کان سواءِ ٻيو ڪو بہ وسيلو ڪونہ آهي. ڪمائڻ وارو ڪوبہ نہ آهي. اهو ڇيلو انهيءَ لاءِ بهاريو هوم تہ وڪڻي ڪو ونندس. آءٌ انگ اگهاڙي آهيان. مون تي رحم ڪريو.

وڏيرو. اڙي، رن کي جهلي ڇوٽيءَ کان ٻاهر ڪيوس. ههڙي خير جي ڪم کان ٽٽائي ٿي. تون ڪهڙي مسلمان آهين. تو تي رحم ڪهڙو؟

[ڪمدار وارن کان جهلي، ڌڪا ڏيئي مائيءَ کي ٻاهر ڪڍي ٿو. وڏيرو صاحب فرمائي ٿو:]

وڏيرو. واهڙي ڪمدار واه. تنهنجا ڪم.

هڪ آواز چا ٻيرن کي اهڙين دعوتن کائڻ کان شرم نٿو اچي.

ڪارنامو ٿيون

(ڪمدار وڏيري کي صلاح ڏئي ٿو.)

ڪمدار سائين راڻي ماڇيءَ جي ٻني ڏاڍي پلي ٿي آهي. انهيءَ کي ڪنهن طرح تيز ڪٽائي، پچائي، اها ٻني جي ونڊي بہ اوهان جي ننگر ۾ ڪم آڇجي. اهي حرامي ماڻهو نڪو ڪن خير، نڪو خيرات. اهڙي پلي ٻنيءَ مان اهڙي بي ايمان کي اصل ڪيڏڻ گهرجي.

ڇيڙون بيگرون بہ پئي گهسايون اٿس اهو ڇگو بهانو آهي. جيڪو ماڻهو زمينداري سڌ نہ پري انهيءَ کي ٻني ۾ ڪهڙو حق آهي؟

وڏيرو - (ڏاڙهي تي هٿ گهمائي) شاباس بيشڪ ڪڍي ڇڏينس.

(ڪمدار راڻي کي سڏائي چوي ٿو:

ڪمدار - راڻا، بابا تون نڪو اچين ڇيڙ تي نہ ڪو ڏئين ٿو سڏسلو. تنهنجو ٻنيءَ ۾ ڪو بہ واسطو ڪونهي. اڄ کانپوءِ ٻنيءَ ۾ آيو آهين تہ تنهنجو خير ڪونهي.

(راڻو دانهون ڪندو، وڏيري وٽ دانهن ڪٽي اچي ٿو پير صاحب سفيد ريش هٿ ۾ تسبيح، ڪٽ تي ويٺو آهي، ٻيا سڀ ماڻهو پٽ تي ويٺا آهن. پير صاحب جو پيارو ڪتو ڪٽ تي ويٺو آهي. راڻو ماڇي اچي پير صاحب کي پيرين پئي ٿو ۽ وڏيري کي عرض ڪري ٿو.)

راڻو - سائين، مون غريب سان ظلم ٿيو آهي. نا حق ڪمدار مونکان زمين کسي آهي، ڪمدار جي جوڻ تي نہ لڳو: ڪمدار جا ڪتا ڪم آهن. (پير صاحب کي هٿ ٻڌي عرض ڪري ٿو:) سائين اوهان وڏيري صاحب کي چئو، مون سان نا حق نہ ڪري. ڪمدار وڏو ظالم آهي، بي حيا اسان جي زالن کي تڪي ٿو. اسان اشراف ماڻهو آهيون، انهيءَ ڪري منهنجي ٻني ڦرجي ٿي. قبلا! ڪو داد ڪريو.

وڏيرو - (پير کي) قبلا! هي ڦريل وهابي ماڻهوآهي، سچ پڇو تہ اوهان جو چاليهو، ٽويو وچان ڪيندا آهيون تڏهن بہ هي منڪر پيو ڪرڪندو آهي، سچ پڇو تہ آئون انهن سورن کان ٿو ڪيانس.

راڻو - نہ سائين! رڳو ڪمدار جي چورت آهي. مون مسڪين سان ناحق ٿو ٿئي.

پير صاحب - (ڏاڙهيءَ تي هٿ گهمائي، تسبيح رکي، جلال ۾ اچي چئي ٿو: ڪمينا بي ايمان توکي خبر ناهي تہ آئون بادشاهہ پير جو اولاد آهيان، لکها مريد اٿم، جي اميد تہ انشا الله تعاليٰ روز محشر سڀ پاڪر ۾ وجهيو ويٺو هوندس. ڪنهن کي بہ ڪوسو واءِ نہ لڳندو، سڌو ڪٽيو ويندو ساڻ بهشت ۾. هنن جا سڀ گناه مون پنهنجي سر تي کنيا آهن، تو جهڙي ڦريل منڪر کي اها سزا ٿوري آهي، پنهنجي سچن مريدن سان آئون ساٿي آهيان، وڃي جيڏانهن وڃُو اٿئي، ڪيو مردود کي پنهنجي ڪچهريءَ مان.

(ڪمدار اٿي ٿو، راڻي کي وارن مان جهلي ماريندو مارنيدو ڪيس ٻاهر ڪڍي ٿو)

هڪ آواز- يا خدا، تنهنجي دنيا جا پير، فقير، ملان، مولوي، شاهوڪار، سرمائيدارن جو طرف آهن! چا ڪٿي آهين؟ تون بہ هنن جو طرفدار آهين؟

(راڻو ويچارو رئندو هليو وڃي ٿو.)

## بقايا: پاڪستان ۾ جمهوريت

1. اسيمبليءَ جي ميمبرن، هاءِ ڪورٽ جي ججن ۽ گورنرن کي وفاداري جي قسم کڻڻ مهل هي لفظ چوڻا پوندا، جيڪي گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ 1935ع ۾ موجود آهن.

" مان موجوده قانون مطابق، پاڪستان جي آئين جو وفادار رهندس"

2. گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ 1935ع جي فقري نمبر 5 موجب پاڪستان هن طرز جو وفاق هوندو.

(الف) " هن کان پوءِ صوبن کي گورنرن جي انتظام هيٺ هلندڙ صوبا سڏيو ويندو."

3. گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ 46 موجب:

(1) هيٺين علائقن کي گورنرن جي انتظام هيٺ هلندڙ صوبا سڏيو ويندو، اوير بنگال، اولهہ پنجاب، اتر- اولهہ سرحدي صوبو ۽ سنڌ.

گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ 1935 جي فقري نمبر 290 موجب گورنر جنرل ڪن حالتن تحت ضروري سمجهيو تہ پنهنجي حڪم سان.

(الف) نئون صوبو ٺاهي سگهي ٿو.

(ب) ڪنهن صوبي جي ايراضي ۾ ڪي ٻيون ايراضيون شامل ڪري سگهي ٿو.

(ب) ڪنهن صوبي جي ايراضيءَ کي گهٽائي سگهي ٿو.

(پ) ڪنهن صوبي جي سرحد کي متائي سٽائي سگهي ٿو.

"پر گورنر جنرل کي ڪنهن صوبي کي ختم ڪرڻ جو ڪو اختيار ڪونہ آهي"

5. انڊين انڊيپينڊنس ائڪٽ جي فقري 8 (2) مطابق

" ... هر نئين رياست ۽ هر صوبي جو انتظام، گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ 1935 مطابق يا ان جي بيان ڪيل اصول جي ويجهو رکيو ويندو.

" اهڙيءَ ريت صوبي ۽ مرڪز جي حيثيت غلام ۽ مالڪ جهڙي نہ هوندي يا ڪنهن صوبي کي گهٽ درجي وارو يا وڏي درجي وارو نہ سمجهيو ويندو، هر صوبي کي پنهنجي انفرادي حيثيت هوندي ۽ ڪيترن ئي ڳالهين ۾ خود مختار هوندا.

**هلندڙ**

## باباءِ سنڌ جي شاعري

### سنڌ مٿان سلام ۽ صلات

اي بي خبر ستمگر، اسان سان جنگ بند ڪر،
سڏائي پاڻ پاڻ تي تبر تفنگ بند ڪر،
جفا جا جيل ٽوڙ، سوخت پتنگ بند ڪر،
ڇڏي ڏي جند سنڌ جي، هي ڊونگ ڊنگ بند ڪر،
اصول پانهنجي فقط خلوص التفات آ!
اي سنڌ تو مٿان سدا سلام آ، صلات آ!

اٿو اٿو اي سنڌيئو! ڪُلهن مٿي ڪفن ڪيو،
"فنا ۾ آ بقا" ٻيا اهائي انجمن ڪيو!
سڳوري سنڌ سان اهو سچو پڪو وچن ڪيو!
ڏسو ٿا ويٽ نام ۾ ته ڪهڙو ڪم اٿن ڪيو!
جتي هي احتجاج آ نجات آپگهات آ!
اي سنڌ تو مٿان سدا سلام آ، صلات آ!

اي نوجوانو سنڌيئو، جواني جوهر آ ڪٿي؟
جو سنڌ تي نثار ٿئي اهو دلاور آ ڪٿي؟
تباهه ناس خاڪ ٿيو عدو جو خنجر آ ڪٿي؟
بچاءِ سنڌ پياري لئي ٻيا ٿيو محشر آ ڪٿي؟
اٿو اٿو ته صبح ٿئي، انڌاري ڪاري رات آ!
اي سنڌ تو مٿان سدا سلام آ، صلات آ!

جهان ۾ ڪيئي ظالمن جا قيد ڪوٽ اڏي ويا!
سپاهي هوا ڪ شير هوا دلير گهوٽ اڏي ويا!
هو حق پرست جي هٿارون ڪائي چوٽ اڏي ويا!
سهي سگهيا نه بت شڪن جي مڪ مروٽ اڏي ويا!
جلايو جت ٻه سومنات آ لات منات آ!
اي سنڌ تو مٿان سدا سلام آ صلات آ!

اي سنڌ تو حضور ۾ قبول هي ڪلام ٿئي!
عصائي انقلاب هي حقير جو سلام ٿئي!
جوان پير مرد زن ۾ جوش عام جام ٿئي!
جو سنڌ لئي عذاب آهه ناس سو تظام ٿئي!
هي آرزو ٿئي حيدر آ، اها ره نجات آ!
اي سنڌ تو مٿان سدا سلام آ صلات آ!

### اي سنڌي وڏيرا ڪجھ انسان ٿي!

(هي نظم انهن وڏيرن ڏانهن خطاب آهي جي هيٺ مذڪور ڪارنامن جا اڪثر مرتڪب آهن)

وڏيرا چوَن ٿا: "وڏا خان آهيون"،
"تمندار سردار سلطان آهيون،
"ضعيفن جي لئي قهر يزدان آهيون،
" ۽ ڏاڍن جا نوڪر ۽ دربان آهيون،
"حريت جي جذبي کان بيجان آهيون!"
اجا پي چون ٿا ته: انسان آهيون!"

وڏيرا وطن پنهنجو هارائي ويٺا،
مٺي سنڌ پنهنجي کي مارائي ويٺا،
حقن پانهنجن کي کهرائي ويٺا،
ٻچن مائرن کي رڻارائي ويٺا،
تڏهن پي آ دعويٰ "پهلوان آهيون!"
اجا پي چون ٿا ته: انسان آهيون!"

وڏيرا ونئي ووٽ ۽ معتبر ٿيا،
وزارت ونئي صاحب ڪر وفر ٿيا،
پري پيٽ پنهنجو ٿلها جانور ٿيا،
غريبن جي ڪاڻ جي لئي شير نر ٿيا،
"تيا خون ۾ لعل بدخشان آهيون!"
اجا پي چونَ ٿا ته: انسان آهيون!"

وڏيرا حڪومت جا چمچا سدائين،
جهڪي ظالمن کي ڪرن "سائين! سائين!"
غلامي سلامي خوشامد لنگهائين،
ڪِريا "جي حضوري" ڪري ڪيستائين آ،
چون ٿا ته "خودار خاصان آهيون!"
اجا پي چونَ ٿا ته: انسان آهيون!"

وڏيرن مان غائب ٿي غيرت شجاعت،
وطن جي بچائڻ لئي ڪاٿي آ همت؟
ٻيا جي ڪيائون ته راشي حڪومت،
فنا جي ڪيائون ته عزت عدالت،
چون ٿا "محافظ نگهبان آهيون!"
اجا پي چونَ ٿا ته: انسان آهيون!"

وڏيرا سڏيرا، سِرائي پِرائي،
لقب ۽ شقب ٿا ونن ڪيترائي،
ملڪ جام ۽ رئيس کي چوڌرائي،
ڪو مير آ ڪو پير آ، ڏسو آ ڪرائي!
"لقب ڏار، پر يار يڪسان آهيون!"
اجا پي چونَ ٿا ته: انسان آهيون!"

محلات ماڙيون اڏائي رهن ٿا،
وڏي لاٽ سان هو اٿن ٿا وهن ٿا،
هو پنهنجن کي ماري لتاڙي ڪُهن ٿا،
هو غيرن جو هر ظلم ذلت سهن ٿا،
"اوهان جا ملازم ثنا خوان آهيون!"
اجا پي چونَ ٿا ته: انسان آهيون!"

وڏيرا مزورن جي محنت لٽن ٿا،
وڏيرا غريبن جي عصمت لٽن ٿا،
هو آزاد طبعن جي عظمت لٽن ٿا،
جو آ قوم ۾ شان شوڪت لٽن ٿا،
لٽيرا نه سوچن ٿا "نادان آهيون!"
اجا پي چونَ ٿا ته: انسان آهيون!"

آ پيشي انهن جي ۾ پاٽاريداري،
هي ڏاڙا، هي ڦريون لٽيون مارا ماري،
ٻيا ڪن ٿا ماتام اندوهه ڪاري،
غريبن ۾ جاري آ بس آهه و زاري،
نه ٿا شرم ڪن "ڪمڏو نقصان آهيون!"
اجا پي چونَ ٿا ته: انسان آهيون!"

وڏيرن جا سهسين ٿي زخميل ستايل،
وڏيرن جا ڪيئي نه ڏنگيل ڏڪايل،
ڏڪايل چڪايل، ڇڪائي مرايل!
روئي چو نه انسان ڏسي ديس ڪهايل!
ڪلي ٿا چون "خوش ۽ خندان آهيون!"
اجا پي چونَ ٿا ته: انسان آهيون!"

ڇڏايو وڏيرن کان قومي قيادت،
انهن جي قيادت کان آئي ذلالت،
ذلالت، عملدار شاهي جي لعنت،
جفا جور ۽ ظلم جي قيادت!
چون ٿا ته "مؤمن مسلمان آهيون!"
اجا پي چونَ ٿا ته: انسان آهيون!"

هي کهڙا هي پِنا هي ميمڻ، هي قاضي،
ٿيا، سنڌ وڪٽي، وزارت ۾ راضي،
ڪيو ختم انهن کي ٿين قصه ماضي!
ڪيو سنڌ کي پاڪ آزاد اراضي!
ڪڏهن ڪين چوندا "پشيمان آهيون!"
اجا پي چونَ ٿا ته: انسان آهيون!"

جنهين سنڌ ماري انهن ساڻ ويو آ،
ڏيئي ووٽ پنهنجا ڪيو تن الذير آ،
پلي ڪو وڏيرو آ، مير آ مٿير آ،
وطن جو غدار، هرهڪ ڏقير آ،
"سچي سنڌ ۽ پاڻ قربان آهيون!"
اجا پي چونَ ٿا ته: انسان آهيون!"

جياريو اي هاري، وڏيرن جا ماري،
مٺي سنڌ پياري سڳوري سُنهاري!
ٻڌن شرم ۾ پل وڏيرا ڏهاري،
ڪيو قوم پنهنجي تي احسان ياري،
"اسين هاري حُر مرد ميدان آهيون!"
"اسين آن داتا، مهربان آهيون!"
اجا پي چونَ ٿا ته: انسان آهيون!"

هي وونن جو قصو آ بندوق بازي،
هي بندوق بازي ڪري بڻجو غازي!
ڪٽو وڏ وڏيرن جي هارائي بازي،
۽ سالم ڪيو سنڌ جي سرفرازي!
وچن ڏيو ته "سنڌي محبان آهيون!"
اجا پي چونَ ٿا ته: انسان آهيون!"

اٿو سنڌيئو! پنهنجي عزت بچايو!
وڏيرا نڌيرا، شرافت بچايو!
هي وڏڙن سنڌي لاڄ شوڪت بچايو!
۽ اولاد لئي ڪجهه وراثت بچايو!
چئو "جنت جا رضوان آهيون!"
اجا پي چونَ ٿا ته: انسان آهيون!"

وڏيرا ۽ هاري! ڏسو سنڌ پياري،
پڪاري ٿي اما، روئي زاري زاري!
ڪڏهن تائين جيئڻ هي، جنجال خواري!
ڪڏهن منهنجي ٻچڙن کي ايندي بهاري!
جواب آهه ڇا؟ "پاڻ درمان آهيون!"
اجا پي چونَ ٿا ته: انسان آهيون!"

مبارڪ! جنهين سنڌ سان ڪئي سچائي!
مبارڪ! جنهين سنڌ سان ڪئي ڀلائي!
مبارڪ! جنهين جان سنڌ پنهنجي جلائي!
ته ٿئي سنڌ سائي سڀاڳي سدائي!
"اسان نيڪ فالن جا نشان آهيون!"
اجا پي چونَ ٿا ته: انسان آهيون!"

جگر جا نڪر سمجهو آشعار حيدر!
هي آ جذبه هاري حقدار حيدر!
هي فرياد سنڌ آهه گفتار حيدر!
هي آ انقلاباتي اوزار- حيدر!
پٽيو ظلم جي پاڙ- احسان ڪريو!
اجا پي چونَ ٿا ته: انسان آهيون!"

بسم الله الرحمٰن الرحيم

ويل للمطففين الذين اذا اكتالوا علي الناس يستوفون واذ اكالو هم اؤ زنو هم يخسرون

ترجمو: هلاڪت آهي انهن توريندڙن لاءِ، جيڪي ماڻهن کان (ڪا شيءِ) وٺڻ مهل، پوري پوري توري وٺن ٿا ۽ ڏيڻ مهل کوٽ واري تور توري ڏين ٿا.
(القرآن)



ايڊمنسٽريٽر

# يونين ڪائونسل لانڍي

ملير، ڪراچي سنڌ.

## ڪتاب گهر ساڙڻ جي مذمت

حيدرآباد گاڏي کاتي ۾ قائم سنڌ جي اهم علمي اداري سنڌي ساهت گهر جي مالڪ ۽ ماهوار ڪينجهر جي ايڊيٽر ناز سنائيءَ جي ڪتابن کي ڪجهه ڏينهن ٿيندا ته ڪن شرپسندن باهه ڏئي ساڙي ڇڏيو آهي. دڪان ۾ تمام وڏي پيماني تي ديني سياسي علمي و ادبي ڪتابن جوڙو تعداد ۾ ذخيرو هيو، جيڪو سڄو جو سڄو سڙي رک ٿي ويو. ڪوڙ سارا ڪتاب ته بلڪل نوان ڇپجي آيا هيا جن جا مڪمل ايڊيشن سڙي خاڪ ٿي ويا.

وڏي ڳالهه ته پوليس، انتظاميه وڏن احتجاجن ۽ وٺ پڄاڻ ڪان پوءِ مشڪل سان وڃي ايف-آءِ-آر ڪاٽي، پر ان سلسلي ۾ وڌيڪ ڪابه ڪاروائي ڪونه ٿي سگهي آهي.

هن ڪڌي ڪم جي جيتري مذمت ڪجي اوتري گهٽ آهي. هيءُ واقعو تمام وڏو علم دشمنيءَ، ادب دشمنيءَ ۽ قوم دشمنيءَ جو واقعو آهي. اسان هن واقعي جي پرزور لفظن ۾ مذمت ڪيون ٿا.

## صحافت تي ڌاڙو

هن وقت جڏهن سنڌ اندر سياسي تحريڪون قيادت جي نا اهليءَ، هٺ ڌرميءَ ۽ فرقيواريت جي سببان اندروني خلفشار جو شڪار ٿي، سنڌ ۽ سنڌ جي عوام جي قومي مفادن جي حق ۾ ڪو مؤثر ڪردار ادا ڪرڻ ڪان قاصر ٿي چڪيون آهن، تڏهن سنڌي صحافت جو ڪردار تاريخ ۾ سونهري اکرن ۾ لکڻ جهڙو نظر اچي رهيو آهي. سنڌ تي هر ڏکي وقت ۾ صحافت هڪ تحريڪ جهڙو ڪردار ادا ڪيو آهي. ڪارو ڪاريءَ جو مسئلو هجي يا نجي جيلن جو مسئلو هجي، ٽنڊي بهاول جو ڪيس هجي يا پوليس جي دهشتگرديءَ جو، ڪالا باغ ڊيم جو مسئلو هجي يا پنجاب طرفان پاڻيءَ جي ناجائز چوريءَ جو مسئلو هجي، مطلب هر مسئلي تي سنڌي صحافت جو ڪردار هڪ زندهه تحريڪ جو ڪردار رهيو آهي. خاص ڪري گذريل ڪڻڪ جي موسم جي آخري ڏينهن ڪان پيدا ٿيل پاڻي جي بحران تي اخبارن جو ان مسئلي کي زوردار نموني سان اٿارڻ هڪ وڏو ڪارنامو آهي جنهن ۾ "سنڌ" اخبار جو ڪردار سڀني اخبارن ۾ نمايان رهيو آهي.

ان صورتحال ۾ "سنڌ" اخبار تي ڌاڙو، سنڌ جي شعور تي ڌاڙو آهي، سنڌ جي فڪري ۽ علمي ذات تي ڌاڙو آهي. سنڌ جي عوام تي، سنڌ جي محافظ صحافتي تحريڪ تي، بلڪ سنڌ جي آواز ۽ ضمير تي ڌاڙو آهي. جنهن جي اسان زوردار لفظن ۾ مذمت ڪيون ٿا ۽ حڪومت ڪان مطالبو ڪيون ٿا ته ان ڌاڙي جي جلد جاچ ڪرائي وڃي ۽ ڌوهارين کي ڪيفر ڪردار تائين پهچايو وڃي.

# گيت

محبوب گل سومرو

منهنجي سامهون اچي، مرڪي منهن کي ڍڪڻ،
گذري منهنجي اڳيان، وري بوئتي ڏسڻ،
جي اهو پيار ناهي تہ چاهي پلا.
تنهنجي دل تي چوي، منهنجي سامهون هجين،
شڪجين تي جڏهن منهنجي سامهون اچين،
تنهو تنهنجو نئي مونکان ڌار رهڻ،
سو بهانا ڪري تنهنجو هر هر اچڻ.
جي اهو پيار ناهي تہ چاهي پلا.
جي تو توکان پڇان صاف مڪري وڃين،
کلندي منهنجي اڳيان روز گذري وڃين،
مون ڏي نظرون کڻي، جهٽ جهڪائي ڇڏڻ،
هٿ منهن تي رکي، کلي ڊوڙي وڃڻ،
جي اهو پيار ناهي تہ چاهي پلا.
ناز تنهنجي نظر، نينهن نخرا ڏسي،
دلڙي منهنجي بہ توري آهي هر ڪبي،
منهنجي بهرين نظر، تنهنجي ڇاتيءَ پوڻ،
تنهنجو جرڪ پري، پنهنجي ڇاتي ڍڪڻ،
جي اهو پيار ناهي تہ چاهي پلا.
مون ٻڌو هو تو پنهنجي سکيءَ کي چيو،
رات ساري مون سپني ۾ "گل" کي ڏٺو،
رات ساري مونکي سپني ۾ ڏسڻ،
ڳالهہ ساڳي وري، سرتين کي چوڻ،
جي اهو پيار ناهي تہ چاهي پلا.

# غزل

مسڪين سمون

ڪنڊ جهڙا جي مٺا ماڻهو هيا!!
توهہ جهڙا سي ڪڙا نڪي پيا!!

چنڊ جهڙي سونهن هئي جن ۾ مگر!
دل جا ڪارا سي ئي ثابت تي پيا!!

دوستيءَ جي روپ ۾، هو ڪير ها؟
منهنجي يارو! دل ڏنيي ويندا رهيا!!

پنهنجي دل تي ناهلون چريا آهيون!
ڪير مسڪل ۾ آهن ڪنهن جا ٿيا؟

ڇڏ گلائي يار کي مسڪين! تون!
سي نہ توکان دور ٿين جيڪي رهيا!!

# غزل

حماد قاضي

دلبر جي ديد جو ديوانو ٿي پيس،
محبت جو ڪليل افسانو ٿي پيس.
اندلٺ رکيا وانگر رنگت تنهنجي ريتيل،
بره برکا رت تي بيگانو ٿي پيس.
سونهن ستبيل جام پي لب لڏي پيا.
نينهن جي نشي وارو ميخانو ٿي پيس.
وقت وهندڙ ڌارا وري اهڙو وار ڪيو،
اڪيلائي جو لڳي پيل ڳانو ٿي پيس.
چاندوڪي شراب پي پاٽ رات بہ جهومي پئي،
ساپيا وارا سر ڇيڙيندڙ حماد پيانو ٿي پيس.

# آزاد

روشن ظفر راهو

بادلن جي اوٽ مان تون،
مرڪندو ٿو اچين،
چنڊ تنهنجي ساهڙي مان،
وار ڪولي ٿي سمهان،
رات پر توڏي تڪيان ٿي.
جاڳ جا سپنا اٿان ٿي،
ساڻ تنهنجي هي ستارا
ڳوٺ جي ڳيرن جيان.
ٿا پڇن مونکي اکيون.
هن حويليءَ جون پٽيون
سي بہ نندپڻ جون سکيون.
مون ساڻ مرڪي ٿيون کلن.
پرتوو تنهنجو پوي ٿو.
لڳ منهنجا ڪر پڇن ٿا.
جيءَ ۾ جذبا ڇهڻ جا.
نانگ بڻجي ٿا سرن.
روز اپري ٿو اچين
۽ وٽن اوٽ مان تون.
انگ منهنجا ٿو چمين
رنگ مون ۾ ٿو پرين.
روح ۾ پيهي وڃي ٿو.
پو بہ رهجي ٿا وڃن
سڪ جا سپنا اکن ۾
پو بہ ڪنواري ٿي رهان مان.
وقت ڪنهن ڏاڙيل وانگر عمر منهنجي ٿو ڦري،
۽ جوانيءَ جا سمورا
هوءَ زيور ٿو لٽي.
آئينو هٿيار هن جو
ٿو ڏيکاري روز مونکي.
ڪاش تون اي! ميت منهنجا.
ڪو بهادر ۽ هٺيلو.
ڳوٺ جو ڳيرو هجين ها.
هن حويليءَ جا سمورا.
ڪوٽ اوچا، ڳاٽ اوچا.
ريت جا لوڙها لتاڙي.
وقت جي ڏاڙيل کان تون.
عمر منهنجيءَ کي ڦرين ها.
۽ جوانيءَ جا سمورا
هيءُ زيور تون لٽين ها.
تون لٽين ها، تون لٽين ها.
ڳوٺ جا ڳيرو هٺيلا.
ڳوٺ جا ڳيرو هٺيلا.

# وائي

عليم چنو

جان توتان فدا،
هر گهڙي مان ڪيان.
اڱڻ جي تون اچين!
ساهہ صدقي وڃان،
محب تنهنجي مٿان.
اڱڻ جي تون اچين!
ڏڳن ۾ ڪو ڪندو،
ڪين هڪڙو ڇڏيان،
اڱڻ جي تون اچين!
راهہ ۾ گل چٽيان،
پير تنهنجا چمان،
اڱڻ جي تون اچين!
پيار وارو محل،
نانءُ تنهنجي ڪيان،
اڱڻ جي تون اچين!
اڱڻ جي تون اچين!

# موت جا سوداگر

آئي چونارا (جنوبي آفريقہ) / گوهر سنڌي

ٽريلي واريءَ تي مردن جا لاش آهن،
گهنڊڙيدار وار جو ٽٽل ڏاڳو ۽ خون جا ڏٻا،
هٿيار بندن جي اکين جي خونخوار تيز روشني
چئي رهي آهي.
تہ هو وري پيهر حملي ڪرڻ لاءِ ايندا!..
پوچا کان فارغ ٿي.
۽ مردن کي غسل ڏيڻ کان پوءِ
وري هڪ ٻي حملي لاءِ ايندا.
امان او امان.....
موت جا سوداگر دروازي تائين پهچي ويا آهن.
مونکي جلدي جلدي
هڪڙي بندوق ڪٽي ڏي.....

## سيوهڻ ڊولپمينٽ اٿارٽي

# نوٽيس

گلشن شهباز جي سمورن الاٽيز کي متوجه ڪيو ٿو وڃي ته پنهنجي پلاٽن ۽ گهرن جا سمورا واجبات ۱۵ آگسٽ ۱۹۹۷ع تائين جمع ڪرايو ۽ پنهنجي پلاٽن ۽ گهرن جو قبضو حاصل ڪريو. ٻي صورت ۾ ادارو هن ڳالهه جو مجاز هوندو ته انهن جي الاٽمينٽ ختم ڪري.

اسڪيم ۾ ترقياتي ڪم تيزيءَ سان جاري آهن.

گلشن شهباز جي انهن الاٽيز، جن پنهنجي ايڊريس تبديل ڪئي آهي ۽ اداري کي اطلاع نه ڪيو آهي ۽ انهن ڏانهن موڪليل نوٽيس ايڊريسن بدلجڻ ڪري واپس پهتا آهن، انهن کي به متوجه ڪيو ٿو وڃي ته هو فوري طور تي گلشن شهباز جي آفيس سان لهه وچڙ ۾ اچن، نه ته ادارو اوهان جي خلاف قانوني رستو اختيار ڪرڻ جو مجاز هوندو.

بحڪم
ڊائريڪٽر جنرل
سيوهڻ ڊيولپمينٽ اٿارٽي
ڄامشورو

اوهان جي دنيا کي تباهه ڪرڻ لاءِ
هاڻي ڪنهن آفت جي ضرورت ڪونهي

پنهن جي دنيا کي پاڻ آلودگيءَ کان بچايو




**E P A SINDH**

Environmental Protection Agency, Government of Sindh.

# پڙهندڙ نَسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ

ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا ڳَڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اُهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَنِ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وَڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪچي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ

پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.

ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)